معنيٰ : جيڪڏهن بلبل چمن ۾ رڙيون پئي ته انکي عيبدار نه سمجه اها باغ جي سير جي برڪت آهي جنهن سندس پريشان حالي کي کولي ڇڏيو آهي.

**پنجۂ همت نگيرد دامن ياس واميد،**

**چون زليخا گز بچنگ آريم عمر رفته را.**

معنيٰ : همت جو چنبو اميد ۽ نا اميدي (ايمان) کي مضبوط ڪندو زليخان وانگر ڪٿي اسانجي ويل عمر موٽي اچي (ته به همت ايمان ڪپي).

**عمر شد صرف شمار روز عمراى بى خبر،**

**چند چون طفلان نگهدارى حساب هفته را.**

معنيٰ : عمر ويئي هلي عمر کي اڄ سمجهه اي بي خبر (صبحاڻي ڪونهي) ٻارن وانگر هفتي کي ڪيترو ڳڻيندين (صبحاڻي ڪونهي پوءِ ڇا جو هفتو).

**مخفيا اشکے ز چشم ترک بے حاصل بود،**

**گردهد جاروب مژگان خانقاه رفته را.**

معنيٰ : اي مخفي لڙڪن جو اکين مان نه وهڻ بي فائدگي آهي ڪٿي تو کي پنهنجي دربار جي ٻهاري ڏيڻ پيٽين سان ڏيارين. (يار اڳيان رئڻ حاصل باقي لا حاصل)

## غزل38

**حيوان کند پرده نشين چهرۂ نور افشان را،**

**پنجۂ در پنجۂ مژگان کندم مژگان را.**

معنيٰ: پردي دار زنده ڪري تو روشن منهن کي، چنبو چنبي سان ۽ پرون پرن سان گڏيل.

**دوش بر دوش رود دانه اشکم ز نظر،**

**حلقه در حلقه بود سلسلۂ طوفان را.**

معنيٰ : چنبو چنبي سان ۽ پرون پرن سان گڏيل ڪلهو ڪلهي سان تڏهن به لڙڪن جي لڙهي پئي ڏسجي ڪلهو ڪلهي سان (تڏهن به) لڙڪن جو لڙهو نظر پيو اچي ڪچهري سان ڪچهري پئي ٿئي (تڏهن به) طوفان جو سلسلو جاري آهي ميڙاڪي سان ميڙاڪو تڏهن به طوفان اندر جو جاري.

**بى مه روى تو روشن نه شود خانه دل،**

**بى سر زلف تو ايمان نه بود ايمان را.**

معنيٰ : تنهنجي چنڊ اٿين منهن کانسواءِ دل جو گهر روشن ڪونه ٿيندو تنهنجي ڳڳهن وارن کانسواءِ ايماندارن جو ايمان مڪمل ئي ڪونه ٿيندو (حضور جي ذلت)

**غنچه شيرين نکند لب ز تبسم بچمن،**

**پرز خونناب جگرتا کند دا مان را.**

معنيٰ : مکڙي جو چپ چمن ۾ مٺائي جي مرڪ نہ ڪري سگھندو قتيل جگر اسان جي پلاند کي رتورت نٿو ڪري

**ناله آہستہ کہ خاموش محبت مخفے،**

**صید صیاد کند بلبل خویش الحان را.**

معنيٰ : رڙ آهستي ڪر چو تہ محبت ۾ خاموشي ۽ مخفي جو نالو آهي خاموش محبت مخفي جي آهي شڪاري هميشہ بلبل سهڻي ڳائڻ واري جو شڪار ڪندو آهي (ذڪر سري ۽ جو بيان)

## غزل39

**آتش عشق تو در دل بلبل وپروانہ را،**

**مادۂ شوق تو برلب ساغرو پیمانہ را.**

معنيٰ : تنهنجي عشق جي باهہ بلبل ۽ پرواني جي دل ۾ آهي تنهنجي شوق جو ماده (اصل) گلاس ۽ پيالي جي چپن ۾ آهي (مدهوشي ۾)

**ازشکنج زلف تو حاصل نشاط (نشد)وآ رام دل،**

**عاقبت کردی بپا زنجیر این نادان را.**

معنيٰ : تنهنجي وارن جي گنج ڪري دل کي آرام حاصل ٿئي ٿي نيٺ هن چري کي زنجير پير ۾ هٽي ڇڏ.

**دیدہ را از لخت دل گنجائش اشکے نما ند،**

**تابکے لبریز خون دارم من این پیمانہ را.**

معنيٰ : اکين کي دل جي ٽڪر ٽڪر ٿيڻ ڪري لڙڪن وهائڻ جي گنجائش ئي ڪونہ آهي ڪيستائين هن ماپي کي آئون خون سان ڀريندو رهندس.

**بعد ازین مخفے ترا باید در آتش زیستن،**

**کاش افشان کردۂ از راہ شفقت خانہ را.**

معنيٰ : انهي ڪري مخفي تو کي باهہ ۾ زندگي گذارڻ گھرجي اي افسوس جيڪڏهن پنهنجي مهرباني سان پنهنجو ٺڪاڻو ظاهر ڪرين.

## غزل40

**آتش افروز شدہ تا پر پر وانۂ ما،**

**روشنائی ند ہد شمع بکا شانۂ ما.**

معنيٰ : جڏهن باهہ اسانجي پرواني جا پر ساڙهي ڇڏيا هاڻي اسانجي آکيري ۾ ڏيو روشني ڏيئي ڪونہ ٿو.

**دید تا چند فشاند در اشکم صد حیف،**

**مفت رفت از کف ما گوہر یکدانۂ ما.**

معنيٰ : افسوس مهنجي اکين مان ڪجھ موتي لڙڪن جا ڇڻي پيا سوين ڦٽڪارون مفت منهنجي هٿ مان موتي جو داڻو ويو هليو.

**بسکه افسانه هجر توز حد افزون ست،**
**عمر شد آخر و آخر نشد افسانهٔ ما.**

معنيٰ : تنهنجي جدائي جي ڪهاڻي تمام گهڻي حد کان ٻاهر آهي عمر ته ختم ٿي پر اسان جي ڪهاڻي ختم نه ٿي.

**مئے عشرت بحريغمان دگرودہ ساقی،**
**که ز خونناب جگر پر شده پيمانهٔ ما.**

معنيٰ : آب حيات بحر عميق جو ٻيهر پيار اي ساقي ڇو ته منهنجو جگر خوني جو پيمانو پورو ٿي ويو آهي.

**بکشا سلسله عشق که از جذبۂ عشق،**
**غير ز بخير بنا شد دل ديوانهٔ ما.**

معنيٰ : عشق جي لڙي کول ڇو ته عشق جي جذبي بغير زنجير جي اسان جي دل ديواني نه ٿيندي

**کشتی عمر فرورفت بطوفان اجل،**
**رفت بربادفنا عاقبت اين خانهٔ ما.**

معنيٰ : عمر جي ٻيڙي ٻڏي ويئي اجل جي طوفان ڪري آخر هي گهر فنا جي هوا ۾ اڏي ويو.

**مخفيا تاز جگر شعله برا فرو ختۂ،**
**گشته بستانِ ارم کو شۂ ويرانهٔ ما.**

معنيٰ : اي مخفي تازو ٽڪڙو جگر ۾ ٻريو آهي جنهن جي ڪري اسانجو ارم مسڪن باغ ويرانو بنجي ويو.

## غزل41

**گر پرده بر فتد ز گل تازه داغ ما،**
**آتش فتد ز رشک بگلهاز باغ ما.**

معنيٰ : جيڪڏهن پردو گل کان پوي اسان جي تازي داغ تي ته باھ رشڪ ڪري اسان جي باغ جي گلن کي ساڙي ڇڏي

**با آنکه سر زداز دل من شعلهائی آه،**
**روشن نشد ز باد حوادث چراغ ما.**

معنيٰ : هن حال ۾ جو منهنجي دل مان آه جا شعلا نڪرن پيا(پر)تيز هوائن جي پيدا ٿيڻ ڪري اسانجو ڏيو نه ٻريو (اندر جي صحيح هجڻ باوجود خارجي اثرات ڪري مقصود نه مليو)

ما را بکوه ودشت وبیابان قرار نیست،
سودائے عشق کرد پریشان دماغ ما.

معنيٰ :اسانکي پهاڙ پوٺن ۽ صحرائن ۾ آرام نہ آهي(ڇوتہ)عشق جي سودا اسان جي دماغ کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي.

پروردهٔ غمیم بغم خوگرفتہ ایم،
باشد محال عشق ز محنت فراغ ما.

معنيٰ : اسان غم وارن جا پاليل آهيون (انهي ڪري)غم عادت بنجي ويو آهي(انهيءَ ڪري) اسان لاءِ اهو محال آهي جو عشق جي تڪليف کان پاڻ کي آزاد ڪريون. (غم وارا پاليندڙ مائٽ يا استاد)

اوراق عمر ما ہمہ محنت بباد داد،
غمهائی روزگار ہمان در سراغ ما.

معنيٰ : اسان جي عمر جا سمورا اعمال نامہ تڪليف برباد ڪري ڇڏيا(انهي ڪري)زندگي جا غم اسان جي ڳولا ۾ آهن ( شرع جي محنت نہ قبولڻ آخرت جا غم حملي آور ٿين ٿا.)

مخفی مجوز بادهٔ ما نشۂ نشاط ،
کز خون دیده گشتہ لباب ایاغ ما.

معنيٰ : مخفي شراب جي نشي مان تازگي طبع کي نہ ڳول ڇو تہ نيڻن جي نير وهڻ اسان لاءِ مدهوشي مقصود ڪري ڇڏي آهي.

## غزل42

عافیت را نیست چون اندیشۂ در مان ما،
داغ رسوائی منہ بیهوده غم برجان ما.

معنيٰ : جڏهن عافيت کي اسان جي علاج جو فڪرئي ڪونهي تہ اجائي غم جي اسان جي حياتي تي خواري جي تهمت نہ لڳاءِ (عافيت بيمار عشق لاءِ نہ آهي تہ پوءِ يار جو غم وجي اها تهمت آهي عشق غم تهمت آ جيڪا عاشق لاءِ خواري آهي).

در شب یلدا اگر شمعے بنا شد گو مباش،
ز آتش دل روشن است این کلبۂ احزان ما.

معنيٰ : جيڪڏهن اونداهي رات ۾ شمع نہ آهي تہ پل نہ هجي دل جي باهہ جي ڪري اسانجي غمن جو گهر روشن آهي.

جستجو کم کن دلا کز دولت دون ہمتان،
نشۂ آسود گی عنقا است در دوران ما.

معنيٰ : اي دل جستجوءِ گهڻ ڪر, ڇو تہ گهڻ همٿ وارن جي حڪومت ۾ آرام جو نشو اڻ لڀ آهي. (اسان جي وقت ۾ واه واه عجيب نڪتو آهي. ڪمزور حڪمران جي حڪومت ۾ فتنو هوندو آهي. انهي ڪري آرام ڪون هوندو آهي. عاشق جي حڪمراني (عشق)۾ يار جي جدائي جي تڙپ هوندي آهي. تہ اتي همٿ ڪپي. انهي ڪري غم عاشق جي متاع بي بها يعني بي آرا مي خفي بي آرامي جي حصول ڪي ظاهري حڪمرانن جي ڪمزوري ظاهر ڪري اهل دل جي صف ۾ پنهنجو مقام ٺهرائي ٿي). (عاشق بي همٿ ٿيو تہ تر دد ايندو جيڪو ڪمزوري آهي. ۽ فتنو ظاهر ٿيندو.)

**کی گیاه خرمی روید کہ در ہنگام کشت،**

**ریختہ در خاک ذلت تخم ما دہقان ما.**

معنيٰ : سٺو فصل ڪيئن پيدا ٿيندو تازگي جي پوک ڪيئن ڄمندي, جڏهن پوکي جي وقت اسان جي هاري ٻج ڪي خراب زمين ۾ هاري ڇڏيو.

**مشکلے کردی زما اسلام در محشر قبول،**

**گر نبودی ہمچو کفری شاہد ایمان ما.**

معنيٰ : جيڪڏهن ڪفر وانگر اسانجي ايمان جي گواهي نہ ڏي ها, تہ محشر ۾ اسانجو اسلام مشڪل سان قبول ڪريو ها. (بهترين توجهہ آهي نفي واثبات ڏانهن اشارو آهي اول نفي آهي بعد ۾ اثبات نفي نہ هوندو تہ اثبات ڪونہ ٿيندو لا الہ جي نفي الا الله جي اثبات جو نالو ايمان آهي)

**کشتیم ثابت نمانده در محیط عافیت ،**

**بسکہ ہر لحظہ فزونست موجۂ طوفان ما.**

معنيٰ : عافيت جي بحر بي قران ۾ منهنجي ٻيڙي ثابت رهي نہ سگهي (عافيت حاصل نہ ٿي) منهنجي طوفان جيون موجون هر گهڙي تمام گهڻو وڌن پيون.

**ریختم مخفے ز بس خونناب دیده در چمن،**

**امتیازی نیست در خارو گل بستان ما.**

معنيٰ : مخفي رتول رت تمام گهڻو پنهنجي اکين مان چمن ۾ هاري ڇڏيم انهي ڪري اسانجي باغ ۾ ڪنڊي ۽ گل ۾ ڪو بہ فرق ڪونهي. (ڇو تہ ٻنهي جي پياس ساڳي رت مان اجهاڻي آهي ٻئي خون پيا آهن.)

## غزل 43

**ای خدا کام دل بخش مسلمانی را،**

**بیش ازین داغ منہ سینۂ بریانی را.**

معنيٰ : اي خدا مرادون دل جيون عطا ڪر, مسلمانن کي هن کان وڌ سيني پگهيل کي داغ نہ ڏي (زيب النساء مخفي جي والد کي حڪمراني جيڪا عطا ٿي ,اها ڪائنس

اڳ ۾ نہ پوءِ ڪنهن نہ هندستان جي حڪمران کي عطا ڪانہ ٿي، حتاڪ انگريز بہ افغانستان جيڪو اورنگ زيب جي ما تحت هو پر انگريز حاصل ڪري نہ سگهيا. اُن حالت ۾ بہ سندس دوربين نظر مسلمانن لاءِ تمنا ۽درد جو داستان هن شعر ۾ بيان ڪيو آهي. جيڪو سندس دور کان پوءِ ستت ئي شروع ٿي ويو پورو هندوستان غير ملڪي طاقتن جي قبضي ۾ اچي ويو)

**بعد ازین تاب وتوانائی ہجر انم نیست،**

**ساز آزاد ز غم عاجز وحیرانی را.**

معنيٰ : هن کان وڌيڪ جدائي جي سهڻ جي مون ۾ طاقت نہ آهي ,انهي ڪري هن عاجز ۽حيران کي غم کان آزاد ڪر(آزادي جدائي جي غم کان يعني وصال لاءِ آخري تڙپ هي بيت زيب النساءِ جي موت تي دلالت ٿو ڪري موت لاءِ تڙپ)

**می توانی کہ رہائی دہی از قید ستم،**

**تو کہ از چاہ برآری مہ کنعانی را.**

معنيٰ : تو ۾ ظلم جي قيدخانہ مان ڇڏائڻ جي طاقت آهي تنهنجي ذات اها آهي، جنهن کوه مان ڪيڊرايو ڪنعان جي چنڊ کي (يوسف عليہ السلام جي کوہ مان نڪرڻ جي طرف اشارو آهي)

**مجمع اشک من از گریہ پریشانی شد ورفت،**

**از کرم جمع کن این مست پریشانی را.**

معنيٰ : هاڻي تہ منهنجي اکين مان سمورا لڙڪ پريشاني جا ختم ٿي ويا آهن، هاڻي پنهنجي مهر باني سان هن مست پريشاني کي گڏ ڪر.

**بشگفاند گل امید تو مخفی بہ چمن،**

**آنکہ گلزار کند آتش سوزانی را.**

معنيٰ : اي مخفي چمن ۾ تنهنجي اميد جي گل کي کوليو ويندو. اهو ئي آهي جو ساڙيندڙ باهہ کي باغ بنائي ٿو. (اشارو خليل الله عليہ السلام ڏانهن)عشق باهہ کي باغ ڪيو.)

## غزل44

**داغ نو تومی نہم جان ودل کباب را،**

**رونق تازہ می دہم مملکت خراب را.**

معنيٰ : تنهنجي (جدائي)جو داغ پنهنجي ساهہ ۽ ڪباب ٿيل دل تي رکان ٿو. پنهنجي ويران حڪمراني کي نئين رونق عطا ڪريان ٿو.

**خون جگر فشاندہ ایم در دہ جستجو بسے،**

**تاکہ گرفت دست من دامن آفتاب را.**

معنيٰ : طلب جي دنيا جي رستي ۾ جگر جو رت پکيڙي ڇڏيو اٿئون. انهي ڪري تہ جيئن منهنجي مدد ڪري سچ جي پلاند پڪڙائڻ ۾.

**مرہم زخم سینہ روشنی دودیدۂ،**

**گرم غضب چہ میکنی نرگس نیمخواب را.**

معنيٰ : منهنجي سيني جي زخم جو ملم آهين ۽ پنهي اکين جي روشني آهين سخت ڪاوڙ ڇو ٿو ڪرين اڌ ننڊ واري نرگس سان.(نيڻن سان)

**جان زد لم گرفتۂ دل ز کفم ر بودۂ ،**

**بہر خدا بر فگن از رخ خود نقاب را.**

معنيٰ : منهنجي ساهہ دل کان وٺي وئين ۽ دل هٿن مان کسي وئين. خدا جي واسطي پنهنجي منهن مبارڪ تان پردو تہ لاهہ . (خلق جي دنيا ڇڏي امر جي دنيا قبول ڪرڻ سان ٿيندو. (الا لہ الخلق والامر)

**مخفی درد مند تو دل نعمت سپردہ است،**

**صرف دودیدہ کرد ورفت قطرۂ خونناب را.**

معنيٰ : تنهنجي درد مند مخفي دل جي نعمت تو کي سوپي ڇڏي آهي، صرف ٻہ اکيون ملائي رتو رت ٿي رواني ٿي ويئي آهي، صرف خون جو قطرو ڪٽي رواني ٿي وئي آهي.

# غزل45

**چند کنی نقاب رخ طرۂ مشک سائی را،**

**بردرکعبہ تا یکے قفل کلیسہ ہائے را.**

معنيٰ : تازي مشڪ مثل منهن کي ڪيترو نقاب ۾ ڪندين ڪعبہ جي دروازي تي ڪيستائين ڪليسائن جو تاڙو ڏيندين ( مشڪ کي پردو ڪونہ روڪي سگهي ٿو. ڇو تہ خوشبو نڪري اچي ڪعبہ سچ ڪليسائن جو تاڙو ٽٽي ويو دين منسوخ مراد معشوق الله تعالا جو خوشبو وانگر ڏسجي ڪونہ ٿو پر رکي نہ ٿو سگهي، ڪعبہ وانگر دلائل رکي ٿو ۽ ڪليسائن جي تقل جي رڪاوٽ نٿو قبولي.(ڪعبہ معشوق جو رخ)

**گرم رو محبتی در راہ وادی طلب،**

**مرہم خارو خس نہد آبلهائی پائے را.**

معنيٰ : طلب جي وادي جي واٽ ۾ تازي محبت ڪٽي وچ ،انهي سفر ۾ پيرن جي ڇالن جي مرهم پٽي رستي جا ڪک ۽ ڪنڊا ڪندا.

**شب ہمہ شب بیاد تو مرد مک تو دیدہ اَم،**

**غوطہ بخون دل دہد اشک گہر نمائی را.**

معنيٰ : سموري رات تنهنجي ياد ۾ تنهنجي نيڻن جيون ونيون ڏنيون ائين دل جي رت جي دريا مان موتي هاڻا لڙڪ وهندا رهيا.

**در تن تازه ام شکست ناک سعی ام هنوز،**

**چون ز گره نگشت سست بخت گره کشائی را.**

معنيٰ : بدن صحيح ائين پر سندم عمل شڪست وارو هن وقت آهي، سندم سست بخت جو ستارو اچا ستاري کوليندڙ کان ڪونه کليو آهي.( هذا ربي خليل الله عليه السلام جي جواب وانگر ستارن کان نه ستاره ساز کان گهري ٿي.

**هر نفسم کند ز اشک مردمکم ضیا فتے ،**

**شیوه مرد می بود مردم کد خدائے را .**

معنيٰ : هر وقت منهنجي اکين جي ونين مان لڙڪ مهمان نوازي ڪن ٿا، انهي ڪري ميزباني جو شان گهر ڌڻي هميشه رکندو آهي.(انهي ڪري لڙڪن جي مهماني بند ڪرڻ منهنجي شان جي خلاف آهي لڙڪن جي چرون جي اڇل دوزخ کي حشر ڏينهن پوئتي هٽائيندي)

**نالۂ بهار بگسلد از پی ناله د گر،**

**تا بکند دلیل ره زمزمائی وائے را.**

معنيٰ : بهار (خوشي)واري رڙهي رڙ ڏانهن ريڙهي ٿي انهي لاءِ ته ان رستي ڏهڻ واري جي دروازي جو دليل بنجي (محبوب جي ملاقات جو نسخو مسلسل روح ۽ راڙو جي اهو تسلسل نه هوندو ته ڏهڻ جو دروازو ڪونه کلندو. ۽ مسافر سونهون وڃائيندو ڏهڻ ۾ غرق ٿي ويندو. (درين ورطه ڪشتي فرو شد هزار ڪه پيدا نه شد تختۂ بر ڪنار سعدي رح)

**نیست عجب اگر شود بنده عشق کامران،**

**سایۂ جم نشان بود بال وپر همائے را.**

معنيٰ : اها عجب جي ڳالهه ڪانهي جو عاشق (عشق جو غلام)ڪامياب ٿئي پوءِ ته ان جو سايو جم وارو ٿي ويندو ۽ سندس ڪنيڙاڻيون ۽ ڪنپ هما وارا. (عشق جو ڪامياب پاڻ ۽ سندس لوازمات سڀ ڪامياب)

**بر سر دار عاشقے جان بغم تو باخت دل،**

**ره بدلم نیافت کس لذت پانهائے را.**

معنيٰ : ڦاسي جي تختي تي عاشق پنهنجو ساهه قربان ڪيو دل سان خوشي سان تختي تي پير رکڻ جي جيڪا لذت دل محسوس ڪئي، اها ڪو به حاصل ڪري نه سگهيو آهي.

**چهره اشک لاله گون میدهدم ز دل خبر،**

**شسته بخون دیده ام جام جهان نمائی را.**

معنيٰ : ڳاڙهه منها لڙڪ مونکي دل جي خبر ٿا ڏين تہ منهنجي اکين جي خون سان منهنجي منهن کي ڌئن ٿا.

**زمزمۂ محبتم گشت فزون ز بند غم،**
**کنج قفس چمن بود مرغ چمن سرائے را.**

معنيٰ: غم جي فکر ڪري منهنجي محبت جي ڏيڻ اچا وڌي آهي چمن جي پنجري جي ڪنڊ چمن جي پکيءَ لاءِ باغ آهي.

**مخفے اگر تاکاذبی در رہ عشق بآن بیا،**
**از سر صدق سجدہ کن آن بت دلربائی را.**

معنيٰ : مخفي جيڪڏهن تون عشق جي دنيا ۾ ڪوڙي نہ آهين تہ پوءِ ظاهر ظهور اچ سچائي واري مٿي سان ان معشوق بت کي سجدو ڪر.

# غزل46

**بمن ننمود گر بختم رہ کوئی سلامت را،**
**ز جست وجوئی خود پیدا کنم راہ ملامت را.**

معنيٰ : جيڪڏهن مونکي منهنجي بخت سلامتي واري گهٽي جي واٽ نہ ڏيکاري تہ پنهنجي ڳولا سان پنهنجي لاءِ ملامت جي واٽ پيدا ڪندس.

**بریزم خون دل چندان بمحشر از پشیمانی،**
**زرشک جنت الماویٰ کنم دشت قیامت را.**

معنيٰ : محشر جي ميدان جي پشيماني ڪري پنهنجي دل جو خون ايترو وهايم جو مقابلي جي ڪري بهشت کي بنائي ڇڏيان ميدان قيامت . (نيڪن لاءِ قيامت بهشت آهي)

**زدفتر ہائے عصیانم نماند نکتہ باقی،**
**اگر قدری بودد رروز حشر اشک ندامت را.**

معنيٰ : منهنجي نا فرمانين جي دفتر ۾ ڪجھ نڪتہ بہ باقي نہ رهيو آهي جيڪڏهن ڪجھ آهي تہ اهو محشر جي ميدان ۾ ندامت جي لڙڪن لاءِ آهي.

**نهال دولت دنیا مذلت بارمی آرد،**
**بصد ملک شهنشاہی مدہ نهج قناعت را**

معنيٰ : دنيا جي حڪمراني جو اصل ڦل ذلالت آهي انهي شهنشاهي جي سوين ملڪن جي مقابلي ۾ قناعت جي ڪنڊ نہ ڏجان.

**بر آرم گر ز دل آہے زروئی درد در محشر،**
**دہد برباد حسرت خاک صحرائی قیامت را.**

معني : جيڪڏهن دل جي آهہ ڏک جي ڪري محشر جي ڏينهن ڪڍان تہ منهنجي حسرت قيامت جي ميدان جي مٽي کي تباهہ ڪري ڇڏي. (پس قيامت شو قيامت هست اين جستن هر چيز را شرط اين است.اقبال (ح)

بہ محشر گر گناہت را بہ بخشد شفقت ايزد،

زکف آسان مده مخفی تو دامان شفاعت را.

معني : جيڪڏهن محشر ۾ تنهنجي گناهن کي پنهنجي مهر باني سان باري تعالا بخشي تہ بہ پنهنجي هٿ مان اي مخفي شفاعت جي دامن کي آساني سان نہ ڇڏجان.

## غزل 47

غم می کند فزونی ای دوستان خدارا،

شايد نهفتہ ماند اين را ز آشکارا.

معني :اي دوستو خدا جي واسطي پڌو منهنجو غم زيادتي پيو ڪري هاڻي ڳجهو راز ممڪن آهي تہ ظاهر ٿي وڃي.

مارا چون موم بگداخت اين آتش محبت،

تا چند با شدت دل در سينہ سنگ خا را.

معني : محبت جي باهہ ميڻ جيئن مونکي ڳاري ڇڏيو آهي دل کي سيني ۾ ڪيستائين سخت پٿر ڪري رکندين.

مرديم وگردش چرخ رحمی نکرد بر ما،

تا کی توان بدشمن صاحبد لان خدا را.

معني : اسين مري وياسين آسمان جي گردش اسان تي رحم نہ ڪيو اي دل وارا پڌايو ڪيستائين دشمني هلي سگهي ٿي.

مستی وتنگدستی بد نام خلق سازد،

باطرز شہ چہ نسبت در ويش بينوا را.

معني : مستي ۽ تنگ دستي اها تہ خلق ۾ بد نامي آهي باد شاهي طور طريقي سان فقير بي ثمري جي ڪهڙي نسبت(مستي .بي پرواهي جي نشاني.فقيري. ضرورت جو نالو ضرورت ۽ مستي گڏ عشق ۽ فقيري ۾ معشوق جي عشق ۾ هئي گڏ غير ۾ جدا انهي ڪري خلق (غير) وٽ خواري)

کشتی عمر بشکست در بحر نا اميدی،

مشکل کہ باز بينم ديدار آشنا را.

معني : عمر جي ٻيڙي نا اميدي جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويئي هاڻي يار جي وري جهلڪ ڏسڻ مشڪل آهي .(نا اميدي تہ اوڏي ٿين اميد ڪي)

**حاصل نشد چو کہ کامی ز تیر تدبیر،**

**تدبیررا گذارم گردن نهم قضا را.**

معنيٰ :۔ ڏهن تد بير جي تير کي وري وري هڻڻ باوجود مراد پوري نہ ٿي تہ هاڻي تد بير ڇڏي تقدير اڳيان نمان ٿو.

**بگذشت موسم گل شد نا لهائی بلبل،**

**تاکی شراب باقی یا ایهاالسکارا.**

معنيٰ : گلن جي موسم ويئي هلي ۽ بلبل جي پڪار بہ هلي ويئي اي نشائي ڇا اجا شراب باقي آهي. (ذڪر جي گونج ۽ دنيا کان غفلت جي نشي جو بقا دليل آهي گل جي سڳند تي بلبل جي رڙ ۽ عاشق جي مستي جو بقا ڪٿي حالات ان خلاف آهن)

**برباد رفت درغم یا ران دخیرهٔ عمر ،**

**با شد کہ گردش چرخ فرصت دہد شمارا.**

معنيٰ : يارن جي غم ۾ عمر جو ذخيرو ويران ٿي ويو ٿي سگهي ٿو تہ گردش زمان اوهانکي موقعو عطا ڪري

**ای خسرو زمانہ بکشاده چشم بنگر،**

**در نامہ سکندراحوال ملک دا را.**

معنيٰ : اي زماني جا شاه وسيع اک سان ڏس سڪندر نامہ ۾ دارا شهنشاه ايران جي ملڪ جو احوال..(هن بيت ۾ عڪس ڪتاب ۾ خرد زمانہ لکيل آهي جنهن ۾ وزن ٽٽل ٿي انهي ڪري مون خرد مند زمانہ سمجهي معنيٰ ڪئي جيڪا وزن ۽ مفهوم موافق نظر اچي ٿي اصل ڪتاب ۾ خسرو زمانہ آهي اهو صحيح آهي)

**یاران ببزم عشرت مخفی وکوی محنت،**

**با عافیت چہ کارست درویش بینوارا.**

معنيٰ : دوست تہ عيش جي ڪچهرين ۾ آهن ۽ مخفي تڪليف جي گلي ۾ بي ثمري فقير جو خوشي سان ڪهڙو واسطو.

## غزل48

**تا داد نوید ازقدمت ابر چمن را ،**

**بکشاد بپا بوسی تو غنچہ دہن را.**

معنيٰ : جڏهن ڪڪر چمن کي تنهن جي پير رکڻ جي مبارڪ ڏني تہ پنهنجي منهن کي تنهنجي قدم بوسي کوليو.(مديني منوره جي طرف اشارو)

**گر پرده شود دور زرخسار حسنت،**

**یوسف نہ کند بار دگر حب وطن را.**

معنيٰ : جيڪڏهن تنهنجن سهڻن ڳلن کان پردو کڄي تہ يوسف عليہ السلام ڪنعان جي محبت ترڪ ڪري ڇڏي ها( نبي صلعم بمقابل يوسف عليہ السلام.)

**بيمار ترا نيست علاجی بجزاز وصل،**

**بيفائده کاوش مکن اين داغ کهن را.**

معنيٰ : تنهنجي (محبت ۾) بيمار کي وصل کانسواءِ ٻيو علاج ئي ڪونہ آهي اجايو پراڻي ڦٽ کي ڇيڙڻ جي ڪوشش نہ ڪر.

**گر دره تو سرمۂ آهوئے خطا شد،**

**زان نسبت زلف تو کند مشک ختن را.**

معنيٰ : تنهنجي هلڻ واري رستي جي دز خطا جي هرڻ جي اکين جو سرمون بڻي انهي سبب تنهنجي گيسونن مان ختن جي مشڪ جي بوءِ ٿي اچي.

**مقبول عزيزان شده ابيات تو مخفی،**

**نازم تو دهی داد درين عرصہ سخن را.**

معنيٰ : تنهنجا بيت مقبول ۽ پسنديده ٿي ويا آهن. مونکي اهوئي فخر ڪافي آهي جو تو مونکي داد ڏنو انهي وقت ۾.

## غزل49

**تاکرد بنا چشم تو بيداد گرے را،**

**آتش بدل افتاد نسيم سحری را.**

معنيٰ : تنهنجي اکين مان جڏهن ظلم جي بنائي تہ (نظرسان قتل ٿيو)تہ اسر(سحر)جي ٿڌي هوا (فرحت بخش) جي دل ۾ باهہ وڪوڙي ويئي.

**بس خضر کہ سيراب شد از چشمۂ حيوان،**

**چون باز کشادی تو دهان شکری را.**

معنيٰ : اهو ڪافي آهي جو خضر عليہ السلام حياتي جي چشمي مان پُر ٿيو آهي (اهو انهي ڪري جو) (ان کي آب حيات چيو ويو)جڏهن تو پنهنجي مٺي منهن مان ان چشمي کي اوپر بنايو.

**مثل تو نہ زا دست خلف مادرايام،**

**اين حسن نہ داده است ملک را نہ پری را.**

معنيٰ : تنهنجي مثل ڪنهن بہ ماءُ ٻار نہ ڄڻيو آهي اهڙو حسن نہ ڪنهن ملائڪ کي مليو نہ ڪنهن پري کي.

**بی واسطہ سيلی نہ زدم بررخ اميد،**

**گو ياز تو آ موخت فلک فتنہ گری را.**

معنيٰ : اميدن جي طرف اجايو سيلاب ڪونہ لڳايو اٿم يا اميدن جي رخ ڏانهن واسطي ڪانسواءِ سيلاب ڪونہ لڳايو اٿم آسمان تہ تو ڪانئي فساد سکيو آهي (جتي رخ سنڌئي ظاهر ٿئي ٿو اتي سيلاب اچي وڃي ٿو نظام درهم برهم ٿيو وڃي)

جان مى رود از دست تو مخفى نگہے كن،

مايوس مكن از در خود ر بگذرے را.

معنيٰ : تنهنجي مخفي جي زندگي هٿن مان وڃي پئي مهرباني جي نظر ڪر سائلن کي پنهنجي دروازي تان مايوس ڪري موٽائڻ اهو تو ڪان نہ ٿيندو.

## غزل50

مده برباد از شانہ سر زلف پريشان را،

مكن سر گشتہ وادى توانيک درد كيشان را.

معنيٰ : پنهنجي مٿي جي ڪليل وارن کي ڪلهن ڪان هيٺ ڇڏي (عاشق جي) برباد نہ ڪر درد وارن کي پنهنجي وادي ۾ حيران ۽ پريشان نہ گهماءِ

نہ گل ديدم نہ بلبل راز اين بستان سرارفتم،

دعاى من صبا گوئى اگر بينى تو ايشان را.

معنيٰ : هن باغن واري جوءِ ۾ نہ گل ۽ بلبل ڏٺم انهي ڪري ڇڏي ويس (سڀ فنا ۽ مري ويا) اي صبا (صبح جي هير) دعا (سلام) ڏجان جيڪڏهن انهن کي ڏسين.

زبس آه و فغان كردم زمن بيگانہ شد بختم،

خود بيگانہ من كردم بزور دست خويشان را.

معنيٰ : تمام گهڻيون آهون ۽ دانهون ڪيم جو مونکان منهنجو بخت جدا ٿي ويو پنهنجي پاڻ کان بہ بيگانو ٿي ويس عزيزن جي زبر دستي ڪري.

تو ميرانى مرا از پيش ومن چون بيد لرزانم،

کہ بس نازک دلى باشد گروه صبر كيشان را.

معنيٰ : جڏهن تون پنهنجي نظر کان مونکي تڙين ٿو تہ آئون لئي وانگر ڏڪان ٿو ڇو تہ صبرن جي دل تمام نازڪ هوندي آهي.

بہ پيش دشت پيمايان لب از گفت وشنود ر بند،

مكن آزادى مخفے بزہر آلود نيشان را.

معنيٰ : بيابان کي طي ڪرڻ وارن جي اڳيان ہڏڻ ۽ چوڻ کان ڪن چپ بند ڪر، مخفي جي زهري ڦٽن کي ظاهر ڪري ڪيس تڪليف ۾ نہ وجھ.

## غزل51

خواہم كشم بديده آن خاک آستان را،

يا بوسۂ زلب ده آن پائى پاسبان را.

معني : ان آستان جي مٽي کي پنهنجين اکين سان ٻهارڻ چاهيان ٿو يا پنهنجي چپ سان ان نگهبان جي پيرن کي چمڻ چاهيان ٿو. (فصل ۽ وصل جي لذت بياني جو ذڪر)

**پوشيده جذبۂ عشق درمن پلاس محنت،**
**سلطان لباس فاخر بخشد ملازمان را.**

معني : عشق جي ڳجهي جذبي منهنجي اندر تڪليف قبولڻ جي چق مق رکي آهي بادشاه.( رضا جي صورت ۾) پنهنجن نوڪرن کي بہ فخري پوشاڪ عطا ڪندو آهي (صاحب عطا قديم جي رضا صاحب فنا ۾ سندس رضا ڪري لياقت رکندي)

**تاکی بزعم دشمن در امتحان عتا بم،**
**بشناس بهترک زین یاران جا نفشان را.**

معني : آئون دشمن سمجهڻ(جي صورت ۾)ڪيستائين ڏنڪارجي آزمائش ۾ رهندس.(انهي ڪري) سڃاڻپ ٿوري ڪر قرباني ڏيندڙ دوستن کي (بي صبري ڏک جي ٻاڦ عاشق کان )

**آخردہد بطوفان بنیاد خانۂ خویش،**
**مرغ نظر چو بیند پر آب آشیان را.**

معني :ان پکي جو گهر (آکيرو) تباه ٿي ويندو طوفان جي ڪري، جيڪو پنهنجو آکيرو سمنڊ جي لهرن جي سامهون اڏي ٿو.

**مفروش دیده ارزان گوہر بخا طر دل،**
**یاران رواند ارند بر دوستان زیان را.**

معني : ان لڙک کي جيڪو دل جو موتي آهي اهڙو سهانگو نہ وڪڻ. (دوستن وٽ دوستن جو نقصان جائز نہ آهي( دوستي جي فن ۾ دوست دوستن کي ريان ڪرڻ جائز ڪو نہ ٿا سمجهن)

**برحال زار بلبل کرشمہ کن گل،**
**شاہان کشیده دارند بهر گداعنان را.**

معني : بلبل جي هيڻي حال تي اي گل رحم گيري ڪر باد شاه فقيرن کان پنهنجي سواري تيز هلائيندو آهي. (معشوق جي بي پرواهي ۽ عاشق جي حال زاري)

**دادت خدائے مخفی در سخن بہ مخفی،**
**زین گونہ نیست دُر در سینۂ بحرو کان را.**

معني : خدا تعالا مخفي تنهنجي مخفي سيني ۾ شعر عطا ڪري ڇڏيو آهي.(مخفي طور خدا تعالا مخفي تو کي شعر جي)(ڏات) ڏئي ڇڏي . ان قسم جو موتي يا هيرو سمنڊ يا کاڻ جي سيني ۾ ڪونهي.

تمام شد ردیف الف

# ردیف الباءِ

## غزل 1

ای منور از مہ حسنت چراغ آفتاب،
وی معطر از سر زلفت دماغ آفتاب.

معنيٰ : اي (اها ذات) تنهنجي وارن جي چڳن کان سج جو دماغ معطر آهي.(اي اها ذات تنهنجي حسن جي چنڊ کان سج جو ڏيو روشن آهي)

آب سودایت صراحی برلب ساغر نهاد،
ز آتش دل ریخت می را در ایاغ آفتاب.

معنيٰ : تنهنجي عشق جي صراحي (مٽڪي) منهنجي چپن تي ساغر (گلاس) رکيو آهي. (تنهنجي)عشق جي آڙاه دل مان مي کي سج جي ٽڪي تي وهايو آهي.

پرتو حسنت نگردد جلوه گر گر در چمن،
تا قیامت نشگفدیک گل بباغ آفتاب.

معنيٰ : تنهنجي حسن جي جلوه گري جيڪڏهن ڪجه حصہ باغ تي نہ پئي ها تنهنجي حسن جي ٿوري لاٽ سان جيڪڏهن چمن گر نہ ٿئي ها تہ قيامت تائين سج جي باغ ۾ (روشني) ۾ هڪ گل بہ نہ نڪري ها.

زیر پیراهن نهان از عند لیبان چمن،
داغ دارد هر گلے بر دل ز داغ آفتاب.

معنيٰ : چمن جي بلبلن (عاشقن) جي پهراڻ اندران (چمن جي) هر گل جي دل تي داغ آهي سج کان وڏيڪ چٽو.

مخفیا تاکی پریشان دامن مقصود گشت،
رفت این عمر گرامی در سراغ آفتاب.

معنيٰ : اي مخفي ڪيستائين مقصود جي دامن (پڪڙڻ لاءِ) پريشان رهندين هي قيمتي عمر تہ سج جي تلاش ۾ کپي ويئي.

## غزل2

نگاه دل گر یمی می کنم امشب،
هم صحبت ناله مے می کنم امشب.

معنيٰ : دل جي نظر(بصيرت) کي شراب (عشق) سان گرم (تازو) اج رات ڪريان ٿو(ان سان گڏ) دانهن جي رفاقت شراب سان اج رات ڪريان ٿو( نڪر الهي ۽

ذڪر الهي جو ذڪر آهي رات جي ذڪر مخفي مان ذڪر مخفي مراد آهي.
(يبيتون لربهم سجدا وقياما)

گرم است مرا صحبت وسر بر کف دست است،

مهمانے صد حاتم طی میکنم امشب.

معني : صحبت تازي آهي متوهٽ ۾ رکيو پيو آهي (يعني ڪسجڻ لاءِ تيار آهيان) انهي ڪري سوين حاتم منهنجي مهمان بنجڻ لاءِ طي ٿيل آهن.

از دیده روان اشکم وبرکف زطلا جام،

فریاد بیاد جم ومے می کنم امشب.

معني : اکين مان لڙڪ جاري ۽ هٿ ۾ چاندي جو جام مي جم جي ياد ۾ اڄ فرياد پيو ڪريان شراب ۽ گلاس ياد اڄ رات رڙيو پيو ڪرين( قرب حاصل آهي پر احساس دوري رڙائي پيو ڇو تہ معشوق پردي ۾ آهي اهو پردو آهه دفغان جي گولين جي حملي سان ٽٽندو.)

بس جذبۂ شوق تو ز دل برد عنان را،

از شوق تو بس مر حلہ طی می کنم امشب.

معني : تنهنجي ديدار جي شوق جي جذبہ دل مان(ضاطا) جيون واڳون ختم ڪري ڇڏيون (هاڻي) تنهنجي شوق جي (راه) جيون منزلون اڄ رات ۾ طي پيو ڪريان. (منازل سلوڪ جي طرف اشارو)

تا چند پی قافلۂ نقش توان رفت ،

این ناقہ درین بادیہ پی می کنم امشب.

معني : ڪيستائين قافلہ جي نقوش قدم پويان هلي سگهبو هي ڏيري سواري هن ميدان (سفر) ۾ مسلسل هلايان پيواڄ رات. (ترڪ وسيلو ۽ سڌو تعلق)

مخفے نفسے سردکہ دل را بشکافد،

کین سخت دل چون شب دی میکنم آمشب.

معني : اها ٿڌي آهه مخفي دل جي(گل ڪي) ٽڙائي ٿي اڄ رات پنهنجي سخت دلي کي نرم ڪريان ٿو ڪلهوڪي رات وانگر. (عمل تسلسلي ڏانهن اشارو)

## غزل3

تاشراب لب بعمل تو بجام است امشب.

معني : تنهنجن ڳاڙهن چپن جو نشو جام ۾ آهي اڄ رات, .ٻي مصرع ناهي.

آمدی جان ودل و دیده نثار ست بادا،

چون بدی مونس جان خواب حرامست امشب.

معنيٰ : تون اچين وٺين ساهه (دل) اکيون توتان قربان هجن جڏهن تون منهنجي حياتي جو وندر آهين تہ نند اج رات حرام آهي.

**ابر وانت مہ عيد ست ورخت شمع فلک،**

**مهرومہ رامی مقصود بجام است امشب.**

معنيٰ : تنهنجا ڀرون عيد جو چنڊ آهن ۽ سندءِ منهن آسمان جي روشني سج ۽ چنڊ جو شراب مقصود حاصل آهي جام ۾ اج رات.

**کوکب بخت سیاہم شدہ امشب روشن،**

**آری آری مہ من برلب جام است امشب.**

معنيٰ : منهنجي بخت جو ڪارو ستارو روشن ٿي ويو آهي اج رات هائو هائو منهنجي(بخت) جو چنڊ چوٽ تي آهي اج رات.

**جرعۂ داد بدستم چو بیادت مخفی،**

**زان مرامهرومہ چرخ غلام ست امشب.**

معنيٰ : مخفي يادگيري ۾ جڏهن تنهنجي ياد جو حصو آيو انهي ڪري سج ۽ چنڊ آسمان جا غلام ٿي ويا آهن. مخفي سندءِ يادگيري جو هڪ ڍڪ جڏهن عطا ڪيو ويو تہ انهي ڪري سج چنڊ ۽ آسمان منهنجا غلام بنجي ويا.

## غزل4

**خیال چشم جادو کردم امشب،**

**گل مقصود را بو کردم امشب.**

معنيٰ : تنهنجي خيال جي اکين مون تي اج رات جادو ڪري ڇڏيو انهي ڪري مقصودي گل جي اج رات مونکي خوشبو حاصل ٿي.

**از سیلاب سرا شکم گشت طوفان،**

**بآب زندگی خود کردم امشب.**

معنيٰ: لڙڪن جي لهرن طوفان جي صورت اختيار ڪئي آهي اج رات پنهنجي زندگي درياه حوالي ڪري ڇڏي اٿم.

**بہ بزم بلبلان از شام تا صبح،**

**بباغ هجر یا ہو کردم امشب .**

معنيٰ : بلبلن جي مجلس ۾ شام کان صبح تائين جدائي جي باغ ۾ يا هو(جوذڪر) ڪيم اج رات. (ذڪر ذاتي هو حقيقت ذات تي دلالت ڪري ٿو حقيقت الفاظن ۾ بيان نہ ٿي ٿي سگهي)

**گرفتم خاک کویت را در آغوش،**

**نهالے را بہ پہلو کردم امشب.**

معنيٰ : تنهنجي گهٽي جي مٽي کي پنهنجي بغل ۾ کنيو اٿم جيئن (وٽندڙ) هار کي پنهنجي ڪڇ تي کنيم اڄ رات.

**بغيراز آرزوے جان مخفے،**

**هوائے دل بيک سو کردم امشب.**

معنيٰ : ڪنهن بہ تمنا کانسواءِ مخفي جي ساهہ دل جي چاهت کي هڪ طرف ڪري ڇڏيم اڄ رات.

## غزل5

**اى ديده سرکشى کہ بياد وطن امشب،**

**خواهم کہ زنم چاک گريبان بہ تن امشب.**

معنيٰ : اي اکيون جيڪي وطن جي يادگيري ۾ اڄ رات پريشان آهن آئون چاهيان ٿو تہ پنهنجي بدن جا ڪپڙا ڦاڙهيان اڄ رات (توئي آن دست پرور مرغ گستاخ کہ بودت آشبان بيرون ازين کاخ جامي روح تي بحث آهي جنهن جو وطن دنيا نہ آهي ڇو تہ دنيا خلق آهي ۽ روح امر.)

**پروانہ پر سوختہ بس برسر هم ريخت،**

**رہ نيست تا شمع درين انجمن امشب.**

معنيٰ : پروانو پنهنجا کنڀ ساڙهي هڪ ٻئي تي سٽجي ويا آهن. (سندن سڙيل جسمن ڪري) تنهنجي اي شمع رستا روڪ ٿي ويئي آهي. هن انجمل ۾ اڄ رات( پروانو لفظ مجي بيت جو ترجمون ڪيو ويو آهي ڇو تہ لفظ ڊئل آهي.)

**هنگام بکام دل و دلدار در آغوش،**

**بخشائى قدح شيشہ مى را دهن امشب.**

معنيٰ : دل جي مراد خواهش ۽ دوست بغل ۾ شيشي جي پيالي ۾ شراب عطا ڪر اڄ رات.

**بکشاد چون يعقوب مرا چشم تمنا،**

**بابا د صبا بود مگر پيرهن امشب.**

معنيٰ : يعقوب عليہ السلام وانگر اسان جي اک جي تمنا کوليائين صبح جي هير سان گڏ قميص (اک کولڻ واري) اڄ رات جو ملي.

**گردامن از نالہ بيداد نگيرد ،**

**دامان دل غمزدهٔ دوست من امشب.**

معنيٰ : جي منهنجي دامن کي رڙڻ ڪري ظالم نہ پڪڙيندو تہ بہ دوست منهنجي غمگين دل کي اڄ رات خود پڪڙي وٺندو.

**بلبل بخبر باش کہ از نالۂ مخفے،**

گل پاره کند جیب قبا در چمن امشب.

معنيٰ : اي بلبل خبردار ٿي مخفي رڙ جي ڪري چمن جو گل تنهنجن ڪيسن ۾ ڪوٽن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندواڄ رات.

## غزل6

گرمہ حسنت بر آید روبروئے آفتاب،

28 از خجالت زرد کرد رنگ روئی آفتاب.

معنيٰ : جيڪڏهن تنهنجي سونهن جو چنڊ(منهن) سج جي سامهون ظاهر ٿئي تہ ڦڪائي جي ڪري سج جي منهن جو رنگ هيڊوٽي ويندو.

سیرد ریا کرد عمرے در تماشائی ہنوز،

تر نشداز قطرۂ آب گلوئے آفتاب.

معنيٰ : پوري ڄمار سمنڊ جو سير ڪيائين پر اڃا تماشائي آهي سج جي نڙي اڃا هڪ ڦڙي پاڻي مان آلي ڪونہ ٿي آهي.

می چون در مینا بود گو شمع در مجلس مباش،

روشنی نیست مہ را پیش روئی آفتاب.

معنيٰ : شراب جيڪڏهن مينا ۾ هجي ڪٿي مجلس ۾ شمع نہ هجي سج جي سامهون چنڊ جي روشني هوندي ئي ڪانہ.(عشق جي مقابل غير ظاهر ڪونہ هوندو آهي)

تاکہ جان باشد بہ تن پویم رہ دیوانگے،

سایہ راپیوستہ باشد جستجوئی آفتاب.

معنيٰ : جيستائين منهنجي بدن ۾ ساهہ آهي تہ چريائي جي واٽ سان لڳو رهندس پاڇوئي کي لڳو لڳ طلب آهي سج جي.(الله نورالسموات)

گرزدم لاف محبت باغمت معذور دار،

ذرۂ عیبی نہ باشد آرزوئے آفتاب.

معنيٰ: جيڪڏهن محبت جي دعوا جو ٻڏاڪ هڻان تنهنجي غم ڪري مونکي معذور سمجهہ اها تہ سج جي تمنا آهي ان کي عيب نہ سمجهجان.

رفت مخفی شعلہ آتش بسے بر آسمان،

شد نہان در برق آتش مو بموئی آفتاب.

معنيٰ : مخفي باهہ جي لاٽ آسمان ڏانهن تمام گهڻي ويئي آهي اها باهہ جي ڪنوڻ ۾ ڇپي سج جي هر وار ۾ لڪل آهي.

## غزل7

بر مکن ای شمع حسن وائی مہ خوبان نقاب،

تا بصد منت نہد بر پائی تو سر آفتاب.

معنيٰ : اي شمع حسن کي ظاهر نہ ڪر هاءِ هاءِ سهڻن جي منهن تان نقاب (کهڙو نہ سهڻو لڳي ٿو) (انهي نقابي حسن ڪري) سوين ٿورن سان سج تنهنجي پيرن تي مٿو رکندو( رڪاوٽ عشق جي آڙاه کي وڌائي ٿي. (ما ودعڪ ربڪ وما قلا)

در فراقت زند گانی چون کنم یا رب کہ شد،

غم قوی محنت فزون دل نا توان عالم خراب.

معنيٰ : اي مالڪ تنهنجي جدائي ۾ حياتي ڪيئن گذاريان جو منهنجو غم طاقتور تڪليف وڏيڪ دل ضعيف بدن ويران ٿي ويو آهي.

از تو حاصل کردم از سر دائی تو این است این،

ک دل کباب و سینہ چاک وجان حزین چشم پر آب.

معنيٰ : تو کان ۽ تنهنجي عشق کان منهنجي حاصلات هي آهي دل ڪباب سينو ڦٽيل حياتي غمگين اکين مان لڙڪن جي اوت .(عاشقان رشش نشاني اي پر ا ہ سر دور نگ زرد وچشم تر ايځ. اه وزاري بيقراري دربدر.)

خو گرفتم من ز عشقت تا کہ باید بعد زین ،

گر یہ بیحد نالہ بیحد سینہ بریان دل کباب.

معنيٰ : مون پنهنجي عادت بنائي ڇڏي تنهنجي عشق ۾ هيءَ تہ گهڻو روئڻ بي حساب رڙيون سينون ٻڪل دل ڪباب.

کامرانی گر کنی مخفے تمامی عمر خود،

ہر نفس سالی بود پیش تو دور آفتاب.

معنيٰ : جيڪڏهن مخفي پنهنجي عمر پوري جي پوري ڪامياب ڪرڻ چاهين ٿي تہ پوءِ تنهنجو هر پ ساهہ جيڪو کڻين ٿي اهو شمسي سال جي برابر هوندو.

## غزل8

دل چو بغم خوگرفت ترک وفا ازو طلب،

غم چو بشادی نشست جو رو جفا ازو طلب.

معنيٰ : جڏهن دل غم جي عادت قبولي تہ کائنس وفاداري جي ترڪ جي طلب ڪر غم جڏهن خوشي ٿي پوي تہ پوءِ تڪليف ۽ سختي کائنس طلب ڪر.( تحقيق طلب شعر آهي، تصوف جي تعليم جو بنياد ۽ دين جو اصل الاصول هي شعر آهي، عادت ۾ آساني آهي .جڏهن غم عادت بنجي ويو تہ غم رهيوئي ڪونہ. بغير غم سفرئي ڪونهي غم جڏهن خوشي ٿيندو تہ خوشي غم جو ضد آهي وجود ويچائي وهندو رڳو وصل نہ هجي فصل کان سواءِ وصل بي مزه آهي).

دل چو دعا خواه شد بردریزدان چہ باک،

دست تمنا ہزار ذوق دعا ازو طلب.

معنيٰ : الله تعالا جي در اڳيان جڏهن دل دعا گهرڻ چاهي ٿي ته کهڙو ٻپ هٽ ڪٽي (قبوليت جي) تمنا سان ان کان دعا جي طلب ڪر ( وڏي ڳالهه دعا خواه لاءِ دعا جي قبول پوڻ جو احوال بيان ڪيو ويو آهي. اهو آهي يقين محڪم ته دعا ضرور قبول ڪندو.)

**چند تا سف کنی بهر بقائے وجود،**

**جام فنا نوش کن ذوق بقا ازو طلب.**

معنيٰ : ڪيترو افسوس وجود جي بقا لاءِ ڪندي (حيات رهڻ لاءِ) فنا جو جام پي ان جي ذوق مان بقا جي طلب ڪر.(موتوا قبل ان موتو ماٽي مماتي ٿيا لايموتوا)

**جانب آب حیات خضر گرت رہبراست،**

**درپے اوراہگیر جام بقا ازو طلب.**

معنيٰ : حياتي واري پاڻي جي ملڻ لاءِ ڪٽي تنهنجي خضر عليه السلام اڳواٽي ڪري پر انجي ئي هڏايل واٽ وٺ بقا جو پيالو ڪائنس ئي گهر. (خلاف پيمبر کسي ره گزيد که هر گز به بمنزل ته خواهد رسيد سعدي لوکان موسا حيا ما وسعه الا اتباعي)

**چند به بستان روئی خار بپایت شکست،**

**رشک گلستان نگر نور ضیا ازو طلب.**

معنيٰ : ڪيترو باغ ۾ هلندي پنهنجا ڪنڊن سان پير پريندين. باغ جي ريس ۾ اچي روشني جي چمڪ ان کان گهر. (شيءِ نه پر شيءِ جي اقتضاءِ تي نظر ڪر ڇو ته شي فاني آهي اقتضاءِ دائمي آهي جيڪا نطرت آهي فطرت الله التي فطر الناس عليها)

**در چمن آرزو شبنم اشکے بریز،**

**مخفی ببستان سرا نشو ونما ازو طلب.**

معنيٰ : گلزار ۾ ماڪ جي اميد (لاءِ وڃڻ گهرين ته ) پنهنجا لڙڪ هار مخفي گلزار بنجي انهي کان پنهنجو ظهورو گهر. (تون باغ ۾ تون شبنم اکين پنهنجين کي ڪر ڪجهه نم) سپ بنجي وڃ هئي کي نه ڏس.

## غزل 9

**نیست گر ناله ترا بادل زارا مشب ،**

**مرغ دل را زچه روئی سر پرواز امشب.**

معنيٰ : جيڪڏهن تنهنجي دل ۾ اڄ رات رڙ پڏري نه آهي. (ته پوءِ) دل جي پکي جي کهڙي طرح اڄ رات اڏام ٿيندي.

**گشت چون داغ دلم از حد اندازه برون،**

**کاوش دیده کشد با دل من بازامشب.**

معني : منهنجي دل جو ڳڻ بيحد اندازي کان وڌي ويو آهي، اکين جي محنت وري بہ دل مان اڄ رات موٽي آئي آهي. (وري روئڻ شروع)

**گل زند چاک گريبان وفغان بردارد،**

**عند ليب ار شود ازوی بهم آواز امشب.**

معني : گل (دل) چيري ٿو (هاٿي)ڪپڙا ليڙون ڪرڻ ۽ رڙ ڇڏي ويو هاٿي بلبل بہ سندس هم آواز بڻجي ويئي آهي. اڄ رات، (من تو شدم تو من شدي بيائي کي ہک اچي ويو)

**باده لبريز کن وداد فراغت بستان،**

**کشت مخفی چوترا کار خدا ساز امشب.**

معني : پيالو مڪمل پر ڪر باغ واند ڪائي عطا ڪري ڇڏي آهي مخفي تنهنجو ڪم الله تعالا اڄ ٺاهي ڇڏيو آهي. وصال.

## رديف التاءِ

## غزل1

**در طراوت هيچ باغی بہ ز باغ گريہ نيست،**

**پر تو خورشيد روشن چون چراغ گريہ نيست.**

معني : هر باغ تازگي ۾ متي کان باغ روئڻ کان آهي ئي ڪونہ سج جي روشني جو چلڪاٽ بہ روئڻ کان وڌيڪ آهي ئي ڪونہ(فراق جو روئڻ عشق جي دنيا ۾ بنياد آهي)

**می کشان اشک ندامت زانکہ بهنگام شراب،**

**تشنہ را آسود کی جز درایاغ گريہ نيست.**

معني : پيئندڙن جي پيشماني جا لڙڪ انهي ڪري وهن ٿا جو پيئڻ وقت سندن اڄ کان آرام رئڻ جي بيهوشي ڪانسواءِ ٿئي ئي ڪونہ ٿو.

**ديده لبريز خونناب است از افسردگی،**

**همچو ابر نو بهاران در دماغ گريہ نيست.**

معني : اکيون رتول لڙڪن سان ڀُر آهن پريشان حالي جي ڪري جيئن نئين بهار جا ڪڪر پر دماغ ۾ رئڻ آهي ئي ڪونہ.

**جستجو کردم بسے ازعند ليبان چمن،**

**يک گل خندان گلشن همچو داغ گريہ نيست.**

معني : چمن جي بلبلن کان گهڻ ئي پڇيم (پر) گلشن جي ڪنهن بہ گل ٽڙيل ۾ روئڻ وارو نشان آهي ئي ڪونہ.

**ديده چون ابر بهاران پرز اشک ايام را،**

**مخفيا ازبيدماغيها دماغ گريہ نيست.**

معنيٰ : بهار جي ڪڪرن وانگر اک ڪيترن ئي ڏينهن کان لڙڪن سان ڀريل آهي پر اي مخفي پنهنجي ناداني جي ڪري دماغ ۾ روئڻ آهي ئي ڪونه.

## غزل2

**گرچه من ليلیٰ اساسم دل چو مجنون در هواست،**

**سر بصحرا می زنم ليکن حيا زنجير پااست.**

معنيٰ : آئون ڪٿي بنيادي طرح ليلا مان آهيان پر مجنيٰ وانگر عشق واري دل اٿم (انهي ڪري) منهنجي مٿي ۾ بيابان جهاڳڻ وارو خيال آهي پر حيا پيرجي پيڙي بنجي ويئي آهي. (انهي ڪري پردي ۾ رهان ٿي الحيا وشعبت من الايمان)

**بلبل از شا گرديم شد همنشين گل بباغ،**

**در محبت کا ملم پر وانه هم شاگرد ما است.**

معنيٰ : بلبل منهنجي شاگردئي ڪري باغ ۾ گل سان گڏ رهي آئون محبت ۾ مڪمل آهيان انهي ڪري پروانو به اسان جو شاگرد آهي. (زيب النساء تصوف ۾ ڪاملين مان هئي بلڪ منتها ئي هئي)

**در نهان خوينم ظاهر گر چه رنگ نازکم ،**

**رنگ من درمن نهان چون رنگ سرخ اندر حنا است.**

معنيٰ : اندر ۾ رڳو رت آهيان ظاهر ۾ ڪٿي نازڪ رنگ واري آهيان منهنجي صورت منهنجي اندر ۾ ائين آهي جيئن مهيندي(سائي رنگ واري ۾) ڳاڙهو رنگ آهي.

**بسک بار غم برون اندا ختم بر روز گار،**

**جامه نيلی کرد اينک بين که پشت او دوتا است.**

معنيٰ : غم جو بار پاڻ تان لاهي آسمان تي وجهي ڇڏيو اٿم سندس نيلا ڪپڙا ڏس جو پٺ ان جي جهڪي چڪي آهي( نيلا ڪپڙا نيلو رنگ ۽ پٺ جو جهڪڻ مان افق مراد آهي, ووضعنا عنک وزرک الذي انقض ظهرک; غم ڪري نيلو رنگ تي ويس ۽ سندس چيلهه ڇپي ٿي ويئي آهي). (مخفي جو رتبو اجازت ڏيڻ وارو بيان ڪيو اٿس)

**دختر شاهم وليکن رو بفقر آورده ام،**

**زيب وزينت بس همينم نام من زيب النساءِ است.**

معنيٰ : بادشاه جي نياڻي آهيان پر توجهه نقيري ڏانهن اٿم. منهنجي سونهن ۽ سينگار اهوئي ڪافي آهي جو منهنجو نالو زيب النساء آهي.

## غزل3

**زتاب آتش عشقت شبم بدن ميسوخت،**

**زسوز شعله آهم دل سخن مے سوخت.**

معني : تنهنجي عشق جي باهہ جي تپش ڪري رات منهنجو بدن سڙي پيو،منهنجي دل جي آهُن ڪري ڪلام منهنجو ساڙي پيو. (بدن جي گرمي ڪلام کي گرم ڪري چڙهيو موثر ۽ تاثير جو بحث)

**اگر نہ آب دم تیغ غمزہ ات خوردی،**

**شهید عشق تو تا حشر در کفن می سوخت .**

معني : جيڪڏهن حياتي وارو پاڻي تنهنجي اکين جي اشارن جي خونخوار تلوار نہ کائي ها (تہ) تنهنجي عشق جو شهيد قيامت تائين ڪفن ۾ پيو سڙي ها.

**بحال زار خرابم تمام شب امشب،**

**زدیده اشک روان شمع در لگن میسوخت.**

معني : اڄ پوري رات منهنجي ڏکوئيل حال خراب تي ميڻ بتي پنهنجي جاءِ تي اکين مان لڙڪ ليرون ڪري رني پئي.

**رسیده است مرا مغز استخوان در پوست،**

**بسان شمع بفانوس انجمن مے سوخت.**

معني : منهنجي هڏن جي مک رڱي کلن ۾ رهي آهي(هڏ پري ويا) ڪيترين ئي شمعون فانوس سان گڏ سڙي چڪيون آهن.

**نہ شمع بود بہ مجلس نہ عشق پر وانہ،**

**کہ شمع اہل محبت در انجمن مے سوخت.**

معني : مجلس ۾ نہ شمع آهي ۽ نہ پروانہ وارو عشق ڇو تہ محبت وارن جي شمع انجمن ۾ ئي سڙي ويئي آهي. (اهل نظر جي نا يابي جو داستان)

**سحاب دیده اگر زد بر آتشم آبے،**

**ز سوز عشق دل وجان مرد وزن میسوخت.**

معني : اکين جي ڪڪر مان جڏهن منهنجي باهہ تي پاڻي پيو (ڇو تہ) دل ۾ باهہ عشق جي تپش ۾ زالون ۽ مرد سڙيا پئي. (عاشق جا لڙڪ سندس ۽ ٻين لاءِ فائديمند آهن)

**کجاست آتش عشقے کہ از حرارت آن،**

**نسیم بادیہ اندیشۂ وطن می سوخت .**

معني : عشق جي اها باهہ ڪٿي آهي جنهن جي تپش مان صبح جي هير ميداني فڪر رکڻ وارن جو وطن ئي سڙي ويو. (فرحت ۽ عشق گڏ نہ هلن انهي ڪري فرحت جا اسباب ڇڏ)

**غلام ہمت بلبل کہ دوش تا دم صبح،**

**ز برق شعلۂ آہش گل چمن مے سوخت.**

معنيٰ : ٻانهون آهيان همت بلبل جو جنهن جي ڪلهه رات صبح صادق تائين سندس رڙين جي ڪنوڻ جي تجلن مان چمن جو گل پئي سڙيو.

**چہ آتش است محبت کہ روز شب مخفی،**

**نهان محرم و بیگانہ کوہ کن مے سوخت.**

معنيٰ : محبت جي باهہ ڪهڙي نہ آهي جو رات ۽ ڏينهن مخفي جي اندر ۾ رازداري ۽ ٻاهران جبل تاڪڻ واري پئي سڙي (پنهنجن ۽ پراون هٿان فرهاد وانگر پيو سڙي.)

## غزل 4

**ماشیوۂ نازت بد لم روز فزو نست،**

**فکرم ہمہ رسوائی واندیشہ جنون نست.**

معنيٰ : تنهنجي ناز جو انداز اسان جي دل ۾ روزانو وڌندڙ آهي منهنجو فڪر سموري خواري ۽ سوچ چريائي آهي.

**نا صبح رہ خود گیر کہ مجنون غمش را،**

**در راہ طلب جیب بصد پارہ شگون است.**

معنيٰ : اي نصيحت ڪندڙ پنهنجي واٽ وٺ سندس غم جي چرئي کي دوست جي رستي ڳولڻ ۾ سوين سوڻ آهن.

**بس خون جگر ریختہ ام از سر مژگان،**

**وادی فراقت ہمہ آغشتہ خون است.**

معنيٰ :تمام گهڻو منهنجي جگر جو رت منهنجي پنبڙين مان هار جي ويو تنهنجي گهمڻ جي وادي (دل) تہ پوري رت مان پري پئي آهي.

**چند انکہ رفوی کنمش باز شود چاک،**

**این زخم دلم از حدواندازہ برونست.**

معنيٰ : ڪيترو نيڪ ڪريانس ٿي تہ وري ڦاٽيو پئي منهنجي دل جو هي ڦٽ حد ۽ اندازي کان ٻاهر آهي.

**بیہودہ مکن سعی مخفی نکند سود،**

**آنراکہ ز تقدیر ازل بخت ز بو نست.**

معنيٰ :اجائي ڪوشش نہ ڪر مخفي نفعو ڪونہ ٿيندو ان کي جنهن جي تقدير جو ازل کان ئي بخت خراب آهي.

## غزل 5

**نازک بیدار چندین غمزہ راد رکار نیست،**

**کودکی کزیک نگاہ خشمگین افکار نیست.**

معني : ايترو نازڪ بيدار (طبع) جو اک جي اشاري جي بہ ضرورت ڪانهي اهڙو ٻارڙو (بطبع) جو هڪ بنظر ڪاوڙواري جي بہ سهپ ڪونهي.

**بستۂ حرفی کہ مجنون جانب لیلیٰ نہ دید،**

**باورم ناید کہ عاشق طالب دیدار نیست.**

معني : اهو ٺاهيو اٿئي تہ مجنو ليلا ڏي ڏسي ئي ڪونہ ٿو مونکي اهو وي ساهہ ۾ ئي ڪونہ ٿو اچي تہ عاشق ديدار جو طالب نہ هجي. (رويت جو بحث آهي حضرت عبد الله بن عباس جو قول کي ترجيح پئي ڏي رويت الله جي عقيده ۾)

**حسن ہر جا جمع آمد با پریشانی زلف،**

**چشم گر آئینہ با شد طاقت دیدار نیست.**

معني : (نہ ڏسڻ جو ڪارڻ) جتي حسن جمع ٿيندو وارن جي وکرڻ جي ڪري(حيراني سبب) جڏهن اکيون آئينہ ٿينديون(تہ پوءِ) طاقت ديدار جي نہ رهندي (عدم رويت جو سبب بياني ڪندي حبيب جي عڪس کي اکيون پنهنجي اندر جڏهن ويهاري ڇڏيندو تہ پوءِ اک جي ڏسڻ واري طاقت ويندي هلي اکين ۾ ٿي ويہ تہ واري آئون ڏڪيان تو کي نہ ڏسي ڏيہ نہ آئون ڏسان ڪو ٻيو اها عدم رويت آهي)

**ہرکہ در بزم محبت بادۂ بر لب نہاد،**

**گر فلاطون ز مانست تا ابد دیدار نیست.**

معني : جيڪو محبت جي مجلس ۾ (محبت جي) شراب جو پيالو پنهنجي چپ تي رکندو ڪٿي زماني جو افلاطون هجي تہ بہ ڪڏهن بہ هوش ۾ نہ ايندو عشق .عقل تي غالب آهي.

**تابکی در زاہدی مخفے فریب خود دہی،**

**نیستی مومن ترا گر سبحۂ زنار نیست.**

معني : ڪيستائين مخفي پنهنجي پاڻ تي زاهدي جو فريب ڏيندين رهندين تون مومن آهين ئي ڪونہ نقط تو وٽ زنار جو ڌاڳو ڪونہ آهي.

## غزل 6

**می رسد مایۂ صد ناز طلبگار کجا ست،**

**می فشاند نمکی سینۂ افگار کجا است.**

معني : سوين نازن ڀريو معشوق تہ مهيا آهي (پر) طالب ڪٿي ڦٽيل سينو تہ ۾ ڪڻ لاءِ موجود پر محبوب ڪٿي.؟

**عقل مغلوب جنون غالب بس حوصلہ تنگ،**

**گرم شد دار انا الحق کشش دار کجااست.**

معنيٰ : عقل مغلوب آهي ته چريائي غالب آهي ۽ حوصلو تنگ آهي انا الحق وارو ڦاسي گهاٽ ته تيار آهي پرين جو شوق ڪٿي.؟

**من گرفتم ڪه برافتاد نقاب از رخ دوست ،**

**گو دل وحوصله و طاقت ديدار ڪجا است.**

معنيٰ : آئون مڃيان ٿو ته دوست جي رخ انور جو نقاب ڪري ويو آهي هڏاء دل حوصلو ۽ ديدار جي طاقت ڪٿي آهي.؟

**صبحدم باد صبا درچمن اين گفت وگذشت،**

**بلبل دل شده ورونق گلزار ڪجا است.**

معنيٰ : صبح جو سوير صبح جي هير باغ ۾ هي فرمائي ويئي هلي بلبل دل وڃايل ڪٿي آهي باغ ۾رونق ڪٿي آهي.؟

**با خرد باز نگردد دل سو داز دڪان ،**

**سر ڪه شد بار بدن قوت دستار ڪجا است.**

معنيٰ : عقل مندي ڪري دل مٽي ڦريلن جي وري نه ايندي جيڪو مٿو ڏکي پيو ان ۾ ٽپڪي سهڻ جي طاقت ڪٿي.

**مالک قافله عمر برد هر نفسي،**

**هست يوسف بازار خريدار ڪجا است؟**

معنيٰ : قافلي جا سرواڻ هر پساهه عمر کي نئي پيو يوسف ته مارڪيٽ ۾ آهي پر خريدار ڪٿي؟

**مخفيا جان ودلم نيز بدنبالش رفت،**

**بهر يک جرعه خانهٔ خمار ڪجا است؟**

معنيٰ : اي مخفي منهنجي دل ۽ ساهه (پٺي) سندس پٺيان روانا ٿي ويا هڪ ڍڪ لاءِ شراب خانو ۽ نشو ڪٿي آهن؟

## غزل 7

**هر ڪه باسنگ ملامت همچو مجنون خوگرفت ،**

**پيش ارباب نظر چون گوهرآب روگرفت.**

معنيٰ : جنهن به ملامت جي پٿر سان (محبت ڪرڻ) جي عادت مجني وانگر رکي اهل نظر جي اڳيان ان موتي جهڙي عزت حاصل ڪئي.

**دام هر ڪس ڪے بگيرد در بيابان وحش وطير ،**

**دست اعجاز محبت گردن آهو گرفت.**

معنيٰ : ڪير ڪوڙڪي ۾ جا هوئي ۾ لڳل آهي ان ۾ جانور جو پايو يا پکي ڦاسائي سگهندو اهو ته محبت جي ڪوڙڪي جو اعجاز آهي جو هرڻ کي ڪنڌ ۾ پڪڙائي ويٺي آهي.

بر ندارم سر اگر صد خضر آید بر سرم،
بسکہ الفت چشم گریان باسر زانو گرفت.

معنيٰ : جيڪڏهن سوين خضر اچن تہ بہ آئون پنهنجو مٿو مٿي ڪونہ ڪندس محبت جي ڪري جڏهن منهنجي اکين ۾ روئڻ هجي تہ مٿي پنهنجو ٺڪاڻو گوڏن کي بنايو هجي.(حالت مراقبہ)

بادشاہ حسن آخر شد اسیر قید زلف،
تیرہ روئی آفتابی را بدام مو گرفت.

معنيٰ : حسن جو شاهہ آخرڪار زلفن جو قيدي بنجي ويو سج جي منهن جي ميرائي کي وارن جي دام(ڪوڙڪي) ۾ ڦاسي ڇڏيائين.(واہ جو استعارو آهي)

آرزوسایۂ مامے کند فر ہمائے،
مرغ دل تا آشیان سنبلی گیسو گرفت.

معنيٰ : اسان جي چانہ جي اميد هما تي فخر ڪري ٿي جڏهن دل جي پکي پنهنجو آکيرو سنبل جي وارن ۾ ٺاهيو.

تاب پیچ وتاب خور شید جہان تا بش نواشت،
رفت زیر زلف جا در گوشۂ ابرو گرفت.

معنيٰ : (منهنجي محبوب جي) وارن وڪڙن جي تاب(انداز) جو مقابلو دنيا جو سج نہ ڪري سگهيو سندس(ڪارن ڪڪرن) وارن جي هيٺان لڪي ڀروئن ۾ ٺڪاڻو ورتائين. (محبوب جي منهن لاءِ سج جي ٽڪي کي استعاري وارو بيان ڪيو اٿس)
( لنا شمس و للآفاق شمس) امان عائشہ جو شعر

عاقبت از بیوفائی ہائے چرخ کج خرام،
مخفی بیچارہ رفت واز جہان یکسو گرفت.

معنيٰ : آخر ڪار آسمان بي ڍنگي ٽلڻ واري جي بي وفائي ڪري ويچاري مخفي دنيا ڇڏي وڃي ڪنڊ وسايائين. (اچ واقعي ائين آهي)

## غزل8

مژدہ ای دل کہ ز غم وقت نجات آمدہ است،
بازدر خانہ جان شمع حیات آمدہ است.

معنيٰ : مبارڪ اي دل تنهنجي غم کان آزاد ٿيڻ جو وقت اچي ويو (موت) وري گهر ۾ زندگي جي شمع جو چر پر اچي ويئي آهي ( وصل جو بحث آهي فصل جو غم ويو وصل ڪري محبوب اڳيان شمع جيئن جلڻ ۽ ڳرڻ شروع ٿيو.)

نیست اندیشۂ انسان و ملک را گزری،
پیش حسن تو پری بس بزکوۃ آمدہ است.

معنيٰ : انسان ۽ ملائڪ جي لنگهڻ جو ڪوبہ فڪر نہ آهي تنهنجي حسن اڳيان پريءِ کي زڪوات طور توکان حسن مليو آهي(خيرات ملي اٿس).

**گرد چاه ذقنت تشنہ لب سوختہ جان،**

**سبزه خطے ز پئی آب حیات آمده است.**

معنيٰ : تنهنجي ڪاڏي جي کوه جي چوڌاري اڃ جي ڪري سڪل چپن وارا ۽ سائو ليڪو آب حيات سبب اڇي ويو آهي. (محبوب جي جواني جي آثارن جو بيان بهترين انداز ۾)(عاشق جي ڏهرائي ڪري اکين تي پنبڙين هيٺان ڪارڻ سائو ليڪو آهي ۽ محبوب آب حيات آهي)

**شربت تشنہ لبان جز بلب شیرین نیست،**

**این دہانت زازل حب نبات آمده است.**

معنيٰ : اڃارن جي پيئڻ واري(شيءِ) سواءِ مٺڙي چپن جي ٻي ڪابہ ڪانهي تنهنجو وات ازل کان ئي محبت جو وڻ آهي.

**چیست این سوزش من شمع صفت تابسحر،**

**شعلہ را بو جگرم گریہ براست آمده است.**

معنيٰ : اسر تائين هي منهنجي اندر روشن ساڙو ڇا جو آهي جنهن جي شعلہ مان جگر پگهل جي بوءِ ۽ رئڻ پيو اچي.

**بسکہ دریا دلبش شرح نو شتم مخفے،**

**عاجزاز دست دلم کلک و دوات آمده است.**

معنيٰ : سندس چپن کي ياد ڪري ڪافي بيان مخفي لکيو اٿم دل جي هٿ ۾ سندس (ڏنل) قلم ۽ مس کان عاجز ٿي (لکيو اٿم) (دل دفتر زبان ۽ قلم لڙڪ مس اهي سڀ محبوب جي عطا.)

# غزل 9

**محنت درد جدائی کہ ز حد افزونست،**

**دیده لبریز سر شک وجگر پر خون است.**

معنيٰ : تڪليف ۽ جدائي جو ڏک حد کان وڌي ويو آهي اکيون لڙڪن سان ڀُر ۽ جگر سڄو رتورت آهي.

**خوش فریبنده نگاہیست کہ در کشور عشق،**

**ہر کرامی نگرم کو ہکن و مجنون است.**

معنيٰ : نظرون تمام سٺو موهيندڙ آهن ڇو تہ عشق جي ملڪ ۾ جنهن کي بہ ڏسان ٿي تہ يا جبل ٽاڪو(فرهاد) آهي يا مجنو(يا زباني ۽ ذهني عمل پيو ڪري(مجنو) يا عملي طور ڪم پيو ڪري (ڦهاد)



Scanned with CamScanner

نکس لد با ترا سلسلۂ عشق ونیاز،
آتش عشق من وحسن تو روز افزو نست.

معنيٰ : دنيا جي مخالف تنهنجي طاقت عشق ۽ نياز جو تعلق ڪونہ ٽوڙيندي منهنجي عشق جي آگ ۽ تنهنجو حسن هر روز وڌن پيا.

ريخت خونناب جگر از غم ہجران مخفی،
در بیابان محبت کہ سرائے خون است.

معنيٰ : مخفي پنهنجو رت ڳاڙيل جگر هاري چڪي آهي تنهنجي جدائي جي غم ڪري تنهنجي جدائي ڪري) مخفي پنهنجي جگر جو سمورو خون وهائي چڪي آهي، محبت جي بيابان ۾ جيڪو رت جو محل آهي.

## غزل10

دیدۂ کو کہ پراز حسرت دیدار تو نیست،
سینہ کو کہ دران مرغ گرفتار تو نیست.

معنيٰ : اها اک حسرت ڀريل جيڪا تنهنجي ديدار نہ ٿي ڪري (عاشق جي اک) اهو سينو جنهن ۾ تنهنجي (محبت) وارو پکي بند نہ آهي. (عاشق)

گراز خونناب جگر آب دہد آب حیات،
رونق گل بجز از گو شۂ دستارتو نیست.

معنيٰ : جيڪڏهن جيري مان رتول پاڻي حياتي وارو نڪري (تہ بہ) گل جي سونهن تنهنجي مدد جي فيض ڪانسواءِ ٿي نہ سگهندي

گر بود پیر حرم ثابتش ایمان نبود،
رشتۂ سبحہ گرش رشتۂ زنار تو نیست.

معنيٰ : ڪٿي حرم جو شيخ هجي (پر) انجو ايمان ثابت ڪونہ ٿيندو جي ان جي تسبيح جو تعلق تنهنجي ٽڪي سان نہ هوندو تہ.

برنیاید ز خجالت ز پس کوہ حجاب ،
آفتابی کہ پس سایۂ دیوار تو نیست.

معنيٰ : نہ ليندو لڪائي جي ڪري جبل تان پردو ان سج جو جنهن جي مٿان تنهنجي ديوار جو سايو نہ هوندو. (سنت تي پيروي ڪرڻ مرشد لاءِ لازمي آهي)

جان ودل دادۂ بسودائے تو مخفی و گذشت ،
آدمی نیست ہرآنکس کہ خریدار تو نیست.

معنيٰ : تنهنجي مخفي خوشبوءِ جي حوالي حياتي ۽ دل ڪري ويئي هلي اهو ماڻهو ئي ڪونہ آهي جيڪو تنهنجو خريدار نہ هجي. (سنت نبوي ۽ سنت يوسفي)

## غزل11

**زدانش نام بردن ننگ عشقست،**

**جنون زينت ده اورنگ عشق است.**

معنيٰ : سمجهه جو نالو ئي عشق لاءِ شرم آهي چريائي جي سونهن عطا ڪر اهو عشق جو اوج آهي.

**چہ حاصل شد مرا کامی دل از عشق ،**

**سر صلحم کجا با جنگ عشق است.**

معنيٰ : منهنجي دل جي مراد عشق مان ڪهڙي پوري ٿي منهنجي صلح جو خيال ڪٿي عشق جي لڙائي ۾. (عشق جي دنيا ۾ پوري زندگي جنگ آهي عقل ساں)

**مزن فرہاد تیشہ بر دل کوه ،**

**کہ آتشها نهان درسنگ عشق است.**

معنيٰ : فرهاد پنهنجو ٽيڪم جبل جي دل تي نہ هڻ ڇو تہ پٿر ۾ عشق جي باهہ جيون ڳجهيون چڻنگون آهن.

**زبیرنگی مزن دم در محبت،**

**کہ عالم گونۂ از رنگ عشق است .**

معنيٰ : (عشق جي ) بي رنگي کان سواءِ محب جيون ڌاڙون نہ هڻ ڇو تہ پورو عالم نمونو آهي عشق جي رنگ جو. (همہ ازو است جو خيال پيش ڪيو اٿس)

**قدم فهمیده نہ مخفی درین راه،**

**جهان یک میل از فرسنک عشق است.**

معنيٰ: هن رستي ۾ مخفي سمجهي وک رک پوري دنيا عشق جي فرسنگ جو هڪ ميل آهي.

(فرسنگ ۾ ٽي ميل دنيا ۾ تخليق ۾ ٽي شيون موثر.متاثر.تاثير. ۽ دنيا لاءِ تصوفي فڪر ۾ ٽي شيون .معشوق . عاشق. عشق. انهي ڏانهن مخفي پنهنجي شعر ۾ اشارو ڪيو آهي)

## غزل12

**زسوز عشق تو زان گونہ دوش تن می سوخت،**

**کہ ہر نفس ز تف سینہ پیرہن میسوخت.**

معنيٰ : تنهنجي عشق ڪري عجيب نمونہ سان منهنجو ڪله بدن سڙيو پئي سڀ ڪنهن پ ساهہ مان سينہ جي پريشاني سبب منهنجي قميص سڙي پئي.

**حدیث عشق ترا تانو شت مے کردم،**

**اسپند وار نقط برسر سخن میسوخت.**

معنيٰ : تنهنجي عشق جي ڳالهه جيستائين پئي لکيم (عشق جي ڳالهه تو کي لکي جيستائين ڏيان) هي داڻن وانگر هر ڳالهه جي نقطه تي ساڙيائين پئي.

**درون سينه چنان در گرفته بود آتش،**

**که آه در جگر وناله در دهن مے سوخت.**

معنيٰ : سيني اندر اهڙو باهه ۾ وڪوڙجي ويس جو جگر جي آه رڙ وات جي (۾ئي )پئي سڙيا.

**شهيد عشق نزاشب بخواب مے ديدم،**

**که همچو شعلهٔ فانوس در کفن مي سوخت.**

معنيٰ : عشق جا شهيد تو کي رات جو ننڊ ۾ ڏٺم پئي ته فانوس جي شعله وانگر کفن ۾ پئي سڙين.

**ز آه نيم شب وناله سحر گاهے،**

**ستاره بر فلک وغنچه در چمن مي سوخت.**

معنيٰ : اڌ رات جي آهُن ۽ سحري جي دانهن آسمان تي تاري کي ۽ باغ ۾ باغيچه کي پئي ساڙيائين.

**ز سوز سينهٔ مخفى شد اين قدر معلوم،**

**که همچو خس مژه اش در گريستن مي سوخت**

معنيٰ : سيني جي مخفي ساڙي مان ايترو معلوم ٿيو ته ڪک وانگر پنبڙيون ۽ رئڻ ۾ پئي سڙيون.

## غزل 13

**ايکه در عهد جمالت عشق بى بنياد نيست،**

**در جهان يکدل ز قيد زلف تو آزاد نيست.**

معنيٰ : اي اها ذات تنهنجي حسن جي عهد ۾ عشق بي سبب نه آهي دنيا ۾ ڪابه دل تنهنجي زلفن جي قيد مان آزاد نه آهي.

**هيچکس از دست جورت در جهان دادى نخواست،**

**آرے آرى در طريق خوبرويان داد نيست.**

معنيٰ : تنهنجي هٿن جي ڏاڍائي ڪان دنيا ۾ ڪوبه انصاف خواه ڪونه آهي هائو هائو معشوقن جي طريقي ۾ انصاف ڪونه هوندو آهي. (پريان جي پار کان مڙيئي مٺائي) (حسن لعينه وحسن لغيره جو بحث) (اصل ۾ حسن لعينه آهي) (انهي ڪري امام ابو حنيفه رح وٽ اصل مباح آهي ۽ شافعي وٽ اصل حرام)

**تهمت عشقيکه بر فرهاد و مجنو بسته اند،**

دام تزویری بود عشقے کہ مادر زادہ نیست

معنيٰ :عشق جي تهمت جيڪا مجنون ۽ فرهاد لاءِ ہڌي اٿن اها ڪوڙجي ڪوڙڪي آهي عشق پيدا نہ ٿيندو آهي. (عشق هوندو هو آهي عشق ٿيندو نہ آهي)

ناز نینان را دلا شاہ و گدا یکسان بود.
در محبت امتیاز خسرو وفرہاد نیست.

معنيٰ : اي دل معشوقن وٽ شاهہ ۽ گدا هڪ جهڙا آهن محبت ۾ خسرو(بادشاهہ)۽ فرهاد(فقير) ۾ امتياز ڪونهي.(فرهاد شيرين جو عاشق مسڪين خسرو شيرين جو حاصل ڪندڙ بادشاهہ)

لب ز گفتگو بہ بندا یدل بکار وبار عشق.
بلبلان راحا صلے جز نالہ و فر یاد نیست.

معنيٰ :اي دل پنهنجن چپن کي گفتگو کان عشق جي ڪاروبار ۾ بند ڪر بلبلن کي دانهن ۽ ڪوڪن کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ حاصل ڪونهي.

مرد مخفی از غم ہجرت نکردے یاد ما.
یاد باد اینک ہیچ از دوستانت یاد نیست.

معنيٰ : مخفي مرد جدائي جي غم ڪري اسانکي ياد ڪونہ ڪندو آهي اهو ياد هجڻ کپي تہ دوستن کان توکي ڪجهہ بہ ياد نہ آهي. (جو تہ دوستن ۾ حساب آهي ئي ڪونہ)

## غزل14

بی گل روئی تو یکدم زندہ بودن مشکل است.
پیشت ای شوخ ستمگر لب کشو دن مشکل است.

معنيٰ : تنهنجي گل جهڙي منهن جي ڏسڻ کانسواءِ زندہ رهڻ مشڪل آهي اي ناز نين ظالم تنهنجي اڳيان چپ چورڻ بہ مشڪل آهن.

سہل نہ باشد اشک ریزی ہمچو ابر نو بہار.
خندہ بر لب دیدۂ خونبار بودن مشکل است.

معنيٰ : نيڻن مان لڙڪ ائين وسن جيئن بهار جو ڪڪر اها ڳالهہ آسان ڪونهي چپن تي مرڪ ۽ اکين ۾ خوني خمار جو هجڻ اهو مشڪل آهي.(جدائي رئڻ بہ مشڪل اکين جي خمار جو مقابلو بہ مشڪل)

نیست ممکن ہمنشینی دلبران پر عتاب .
پیش تیغ ہجرا و جو لان نمو دن مشکل است.

معنيٰ : عتاب سان پريل معشوقن سان مجلس ڪرڻ ممڪن ئي نہ آهي سندن جدائي جي تلوار هوندي انهن تي ڪاوڙ ڪرڻ بہ مشڪل آهي (گڏ رهڻ بہ مشڪل تہ جدا ٿيڻ بہ مشڪل)

**بيوصال دوست دشوار است برمن زندگی،**
**نشتر الماس را با ديده سوزن مشکل است.**

معنيٰ : دوست جي وصل کانسواءِ مون تي حياتي مشڪل ٿي پئي آهي هيري جي نشتر کي اکين جي سئي سان سبڻ مشڪل آهي.(وصل کانسواءِ زنده رهڻ بہ ڏکيو وري ملاقات وقت نظر ملائڻ بہ ڏکي)

**در طريق عشق روکردن بوادی کار نيست،**
**رو بروئے غمزۂ دلدار بودن مشکل است.**

معنيٰ : عشق جي طريقي ۾ وادي ڏانهن منهن ڪري وڃڻ صحيح ڪونهي معشوق جي سامهون ٿي سندس اکين جي اشارن جا گهاءَ سهڻ بہ مشڪل آهن.(وادي عشق ۾ قد مرکڻ بہ مشڪل يار جا گهاءَ بہ مشڪل)

**يک نظر ديده ترا مخفی دشد ديوانہ،**
**پيش چشم مست تو ہوشيار بودن مشکل است.**

معنيٰ : هڪ نظر توکي ڏٺو مخفي ۽ ٿي ويئي چري تنهنجي مست اکين اڳيان هوش باقي رکڻ مشڪل آهي .(هڪ نظر سان عقل جو رهڻ بہ مشڪل ۽ اکين مستانين جا تير سهڻ بہ مشڪل)

## غزل15

**منم کہ محبت وغم رازمن جدائی نيست،**
**ببزم عافيتم ہيچ آشنائی نيست.**

معنيٰ : آئون اهو آهيان جنهن کان تڪليف ۽ غم جدا ٿين ئي ڪونہ ٿا عافيت واري مجلس ۾ منهنجي ڪابہ جاڻ سڃاڻ آهي ئي ڪانہ.

**صبا بہ بلبل شوريده گو کہ در ره عشق ،**
**مجال دم زدن وجائی خود نمائی نيست.**

معنيٰ : اي صبح جي هير گوڙ ڪندڙ بلبل کي چئو تہ عشق جي رستي ۾ طاقت ۽ ٿاڪ هٽڻ جي ۽ جائي پاڻ ڏيکارڻ جي ڪانهي.

**بمجلسی کہ نباشد شعاع رخسارت گر**
**آفتاب بود شمع روشنائی نيست.**

معنيٰ : جنهن مجلس ۾ تنهنجي ڳلن جي لاٽ ڪانهي ڪٿي سج روشنائي بنجي تہ بہ لاٽ اتي نہ هوندي (اکيون ڪونہ ٿيون ڏسن پر قلب ٿا ڏسن القرآن. قلب جي ڏسڻ لاءِ سج جيڪو ڪپي ٿو اهو هن دنيا واري سج کان جدا آهي)

**من ونجات ز دام سلامتی ہيہات ،**
**کہ در طريق محبت گره کشائی نيست.**

معنيٰ : آئون ۽ نجات سلامتي جي ڪوڙڪي کان افسوس محبت جي رستي ۾ ڦنڌڻن جو ڪولڻ آهي ئي ڪونہ (محبت ۾ قيد آهي محبت ۾ آزادي ڪانهي)

**مرو بصومعہ مخفي برو بميكدهٔ،**

**كہ نزد اہل حقيقت چو بينوائی نيست.**

معنيٰ : نہ وڃ گر جا ۾ مخفي وڃ شراب خاني ۾چو تہ حقيقت وارن وٽ اها بي عقلي ڪانهي. (گرجا هوش وارن جو قرب شراب خانو بهوش وارن جو ٺڪاڻو عشق ۾ بيهوشي ڪپي)

## غزل16

**امشب بخيالت دل من فكر دگرداشت،**

**مانند سمندر ہمہ شب حال شرر داشت.**

معنيٰ : اڄ رات تنهنجي خيال منهنجي دل ۾ هيو فڪر پيدا ڪيو سمنڊ وانگر سڄي رات باهہ واري حالت هئي.

**پروانہ صفت سوختم از آتش شوقت،**

**تا آنكہ ز چشم ترمن شعلہ حذر داشت.**

معنيٰ : پروانہ وانگر سڙيس تنهنجي شوق جي باهہ ۾ ايستائين جو منهنجي آلين اکين مان (باه جا) شعلا روڪ وارا پيدا ٿيا.

**امروز نسيم صحرى باد سموم است ،**

**چون دوش بوادى جنون گذر داشت.**

معنيٰ : وڃ هير صحرا واري زهر واري هوا بنجي ويئي آهي ڇو تہ ڪلهہ جنون واري وادي مان گذري هئي. (تنهنجي عشق جي آگ جي گرمي ڪري نسيم زهريلي ٿي ويئي)

**يعقوب صفت ديده بہ بست از ہمہ عالم،**

**ہر كس نفسے روئی تو در مد نظر داشت.**

معنيٰ : يعقوب وانگر ڏسڻ واري اک سڄي دنيا کان بند ڪري ڇڏيائين هر ڪنهن ۽ ساهہ واري جنهن تنهنجي منهن ڏسڻ کي پنهنجو مقصد بنايو. (يعقوب عليہ السلام يوسف عليہ السلام جي وڃڻ کان پوءِ سڄي دنيا ڏسڻ بند ڪري ڇڏي ايئن تنهنجا عاشق تو کي نہ ڏسڻ جي ڪري ڪنهن کي ڪونہ ٿا ڏسن اهو خيال حقيقي همہ اوست وارو آهي يعني هيو آهي ئي ڪونہ)

**تا حشر نميرند شہيدان ز تمنا،**

**آب دم شمشير تو تا ثير د گر داشت.**



Scanned with CamScanner

معني : حشر تائين نہ مرندا شهيد جن جي تمنا (آهي) تہ تنهنجي تلوار سان رت جو پاڻي پيئڻ ان جو اثر ئي بيو آهي. (**كشتگان خنجر تسليم را هر زمان از غيب جان ديگرست جو خيال آهي**)

**اى لطف نمودى كہ گذشتم زكفارت ،**

**امروز بخونم بہ يقين بستہ كمر دا شت.**

معني : اي (محبوب) وڏي مهرباني ڪئي جو ڪفاري (ٽيڻ) کان لنگهي ويس اڄ منهنجي قتل لاءِ يقيني تياريون ڪيون ويون آهن.( محبوب جي حب جي تلوار سان محب جو قتل ڪفاري لائق نہ آهي بين لفظن ۾ موت طبعي لاءِ ڪفارو ڪونہ آهي. **(الموت جسر يوصل الحبيب الي الحبيب)** مومن جو موت وصل آهي ۽ منڪر جو موت فصل هن شعر مان مقام مخفي جو ظهورو ٿئي ٿو.)

**طے كرده بيک چشم زدن عالم هستى،**

**مخفى چودر راه طلب پائى ز سر داشت.**

معني : ساري دنيا کي اک ڇنڀ ۾ لتاڙي ويئي مخفي جڏهن تنهنجي طلب جي واٽ ۾ پيرن بدران مٿي ڀر هلي.

## غزل 17

**باغمت هموارہ برمن صحن گلخن گلشن است،**

**آرى آرى بتكده مويش برهمن گلشن است.**

معني : تنهنجي غم ڪري مون وٽ گل کان خالي صحن باغيچو آهي هائو هائو برهمڻ وٽ سندس وار بہ بت خانو ۽ گلشن آهي.

**بسکہ چون يعقوب گريم از غم واند وہ هجر،**

**از سر شک ديدۀ من جيب و دامن گلشن است.**

معني : ڪافي آهي حضرت يعقوب عليہ السلام وانگر رئان ٿو جدائي جي غم ڪري اکين جي لڙڪن ڪرڻ جي ڪري (قميص) جو کيسو ۽ پلو گلشن آهن (محبوب جي ياد ۾ ڪرندڙ لڙڪ بہ محبوب)

**جائى هر مو بربدن صد باغ بنما يد ز عشق،**

**زانکہ داغ عاشقے بر جان و برتن گلشن است.**

معني: وار وار جي پاڙ مان بدن تي سوين باغ عشق ڪري پيدا ٿين ٿا ڇو تہ عاشقي جا نشان حياتي ۽ بدن جا باغ آهن. (ذڪر يار وفڪر يار اهو ذڪر ڪثير آهي)

**نيست دل را آرزوئى باغ وسير گلشنے،**

**طالب ديدار را وادى ايمن گلشن است.**

معنيٰ : دل کي باغ ۽ باغيچه جي سير جي ڪابه آرزو نه آهي ديدار جي طالب کي مبارڪ وادي باغيچو آهي .

**باغ گر راه گلشن بست مخفي باک نيست،**

**عند ليبان چمن را عکس گلشن گلشن است.**

معنيٰ : باغائي جيڪڏهن باغ جو مخفي رستو بند ڪري ڇڏيو ته ڪهڙي پرواه چمن جي بلبلن لاءِ باغ جو عڪس ئي باغ آهي. (خيال محبوب عڪس محبوب آهي انهي ڪري هتي رويت جي مسئلي جي توجيه سلي بيان ٿي)

## غزل18

**هيچکاری عند ليبان را بغير از ناز نيست ،**

**زانکه شاهان را شکاری چون شکاری باز نيست.**

معنيٰ : بلبلن جو ڪوبه ڪم ناز کانسواءِ نه هوندو آهي جو ته بادشاهن (معشوق) جو شڪار باز جي شڪار کانسواءِ هوندوئي ڪونه آهي (ڪامياب باد شاه دل جو فاتح هوندو آهي. ۽ شڪاري بدن جو فاتح.)

**پيش فانوس خيالت ره نيا بد تا ابد،**

**هر که چون پروانه با شام غمت دم ساز نيست.**

معنيٰ : تنهنجي خيالن جي فانوس اڳيان اهڙو ماڻهو واٽ نه لهي سگهندو جيڪو تنهنجي غمن جو هميشه پرواني جيئن ساٿي نه بنيو.(هتي ڪتاب جا لفظ ڊٺل هو جنهن دم ساز ترجمو ڪيو ويو آهي)

**از طپيدن گر فرو ماند دلم نبود عجب،**

**بلبل بے بال وپر را طاقت پرواز نيست.**

معنيٰ : جيڪڏهن تپڻ کان منهنجي دل عاجز ٿي آهي ته ڪو به عجب ڪونهي جنهن بلبل جيون کنيڙائيون ۽ کنڀ نه هوندا انهي کي اڏامڻ جي طاقت هوندي ئي ڪونه

**مژدهٔ وصل تو کار صد مسيحا کرد ليک،**

**در زبانت زنده کردن مرده را اعجاز نيست.**

معنيٰ : تنهنجي وصل جي مبارڪي وارو ڪم سوين مسيحن ڪيو آهي پر تنهنجي زبان ۾ مئل کي زنده ڪرڻ معجزوئي ڪونهي.(محبوب مارينڊڙ آهي نه جيارينڊڙ)

**در فراق تو چه گويم مے گذارم باکسے،**

**غير دردت نيست همدم جز غمت دمساز نيست.**

معنيٰ : تنهنجي جدائي ۾ ڇا چوان ڪنهن سان (عمر) گذاري سگهان ٿي تنهنجي درد ڪانسواءِ ڪوبہ منهنجو ساٿي ڪونہ آهي ۽ تنهنجي غم ڪانسواءِ ڪوبہ معاون ڪونهي.

**مخفیا بیهوده است از غیر چندین شکوه چیست،**

**دشمنی دیگر ترا جز دیدهٔ غمازنیست.**

معنيٰ : اي مخفي اها تہ اجائي ڳالهہ آهي هين ڪان ايتري شڪايت ڇو تنهنجو ٻيو دشمن اشارو ڪندڙ اکين ڪانسواءِ ڪو بہ نہ آهي.

## غزل19

**باز امروز دلم سوئی خراسان رفت است ،**

**رشتۂ کفر بریده است وبایمان رفت است.**

معنيٰ : اڄ وري منهنجي دل خراسان ڏي ويئي آهي ڪفر جي تعلق کي ٽوڙيو آهي ۽ ايمان ڏانهن ويئي آهي

**ناز پر ورد لم محرم و بیگانه کنند،**

**گر بگویم که چه بیداد ز هجران رفت است.**

معنيٰ : ناز سان پليل منهنجي دل کي راز دار ۽ ڌاريون ڪن ٿا جيڪڏهن چوان تہ ڪهڙي ڏک جي جدائي ڪري ٿيو آهي.

**رشک بستان ارم کشت مراد امن وجیب،**

**بسکه خون جگر ازدیده بدامان رفت است.**

معنيٰ : منهنجو جيب ۽ دامن ارم جي باغ لاءِ رشڪ بنجي چڪو آهي منهنجي جگر جو رت اکين مان پلاندن تي تمام گهڻو وهي چڪو آهي.

**نور پیدا نکند چشم تمنا به نسیم،**

**بوئی پیراهن یوسف سوئی کنعان رفت است.**

معنيٰ : تمنا جي اک صبح جي هير ۾ روشني پيدا ڪري نہ سگهي آهي يوسف جي پيراهڻ جي خوشبو ڪنعان ڏانهن ويئي آهي.

**هر جفائی که بمن کرد فلک مخفی نیست،**

**چاک باقی است مرا گرچه گریبان رفت است.**

معنيٰ : آسمان جيڪو مون سان ظلم ڪيو آهي مخفي ڪونہ آهي منهنجا چير باقي آهن ڪٽي پيراهڻ ويو آهي.

## غزل20

**مرغ دل من صید حرم خانه عشق است،**

**زنهار پندارکه بیگانهٔ عشق است.**

معنيٰ : منهنجي دل جو پکي تنهنجي عشق جي حرم خانہ جو شڪار آهي ڪڏهن بہ متان سمجهين تہ عشق کان خالي آهي.

**خوبان نکشا يند بجز گر يہ سر زلف،**
**دست طلب شوق گرشانۂ عشق است.**

معنيٰ : سهڻا تہ رڳو ڪانسوا پنهنجي وارن جي چوٽين کي نہ کوليندا آهن طلب جو پور شوق شايد اهو عشق جو شان آهي.

**اى وائى بر آنکس کہ لبالب نہ ز درد است،**
**اى وائى بر آن دل کہ نہ پروانۂ عشق است.**

معنيٰ : اي افسوس ان ماڻهو تي جيڪو درد سان پر نہ آهي اي افسوس ان دل تي جيڪا عشق جو پروانو نہ آهي.

**چندين سخن عشق کہ گفتند وگزش تند،**
**در مذهب عشاق يک افسانۂ عشق است.**

معنيٰ : ڪيترن ئي عشق جيون ڳالهيون ڪيون ۽ ويا هليا عاشقن جي مذهب ۾ عشق جو افسانوئي پنهنجو آهي.

**مخفى من واين گوشۂ ويرانہ کہ درد هر،**
**معمور همين گوشۂ ويرانۂ عشق است.**

معنيٰ : مخفي آئون ۽ هي ويران ڪنڊ آباد اها ويراني واري ڪنڊ عشق واري آهي.

## غزل21

**هر کہ جام تمنا بادہ گلرنگ ريخت،**
**بر سراهل حسد از قصر عشرت سنگ ريخت.**

معنيٰ : جنهن بہ گلابي شراب تمنا جي گلاس ۾ اوتبو تہ ان حاسدن جي مٿي تي عشرت جي ماڙي تان پٿر هنيو. (ميدان محبت خدائي ۾ داخل ٿيڻ ڪري شيطاني قوتون مقابلي ۾ اينديون)

**نالہ را تاثير ديگر بود باز امشب مگر،**
**قطرۂ از بادہ عشق تو برآهنگ ريخت.**

معنيٰ : اڄ رات رڙين ۾ ٻيو (قسم) اثر هو پر تنهنجي عشق جي (هڪ) ڦڙي ارادوئي بدلائي ڇڏيو. (عاشق جيون دانهون هوش جي علامت عشق جي شراب مان مدهوشي ان ۾ رڙ آهي ئي ڪونہ)

**پيش ارباب جواهر قيمت گوهر شکست،**
**تادر معنے نکارم از دهان تنگ ريخت.**

معني : جوهرين وٽ موتي جي ڪم قيمت ٿي پئي جڏهن منهنجي معشوق جو موتي حقيقي سوڙهي منهن مان ٽڪ هارجي پئي (محبوب جي وات جي ٽڪ جي موتين جي ڪثرت موتي جي قيمت گهٽائي ڇڏي)

**گرچه خوبان جمله خون ريزندا ما غمزه است،**

**خون صد فرهاد ومجنون را بهريک سنگ ريخت.**

معني : ڪٽي سمورن سهڻن منهنجو رت هاري ڇڏيو ان ۾ اشارو آهي جوسوين فرهادن مجنونن جو خون پٿرن سان هارجي ويو(هن عشق ۾ قرباني جو خون بي انتها آهي)

**پس بمژگان طلب کردم شگاف کوهسار،**

**دردل خاراز خون ديده مخفی رنگ ريخت.**

معني : انهي ڪري طلب جي (اک جي) پنبڙين سان جبل کي سوراخ ڪري وڌم انهي ڪري مخفي جي دل جي اک ۾ (محبت جي) ڪنڊي (لڱڻ سان) رت هاريو آهي.

# غزل22

**مرغ دل را گلشنے بهترز کوئی يار نيست،**

**طالب ديدار را ذوق گل وگلزار نيست.**

معني : دل جي پکي لاءِ يار جي گلي کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه باغ نه آهي ديدار جي طالب کي گل ۽ باغ جو شوق آهي ئي ڪونه (انجو گل معشوق آهي) (انهي ڪري ولهر مزيد واري منزل ديدار جي ايندي ته جنت جي لذت وسري ويندي ان طرف اشارو آهي.)

**هر کرا درپائے دل زنجيراززلف تو نيست،**

**گرچه آن منصور باشد محرم اسرار نيست.**

معني جنهن جي دل جي پير ۾ تنهنجي زلفن جي ٻيڙي لڳل نه آهي ڪٽي اهو منصور هجي پر رازدار ڪونه آهي.

**گرچه سر تا پائی من درد ست اما سينه را،**

**مثل درد هجر از درددگر آزار نيست.**

معني :ڪٽي پيرن کان مٿي تائين سور اٿم پر سيني (۾) جدائي جي سور ڪري مقابل ٻئي سور جي ڪري تڪليف نه آهي.

**گفتم از عشق بتان ای دل چه حاصل کردهٔ،**

**گفت ما را حاصلے از ناله هائی زار نيست.**

معني : چيم ته اي دل تو معشوق جي عشق مان ڇا لاڀ لڌو (جواب ۾ چيائين) اسان جو لاڀ پڌرين رڙين کانسواءِ ٻيو ڪجه به نه آهي.

**نی ز شادی شاد باشم نے زغم آزرده ام،**

**پیش اہل دیده فرقی درگل و در خار نیست.**

معنيٰ : نہ خوشي جي ڪري خوش ٿيان ٿو ۽ نہ غم جي ڪري آزاريل اکين وارن وٽ ڪنڊي ۽ گل ۾ ڪوبہ فرق نہ هوندو آهي. (رضا بقضا جي منزل).

**چند ریزی خون دل مخفی برائی مہو شان،**

**ریختن بر خاک گل را شیوهٔ عطار نیست.**

معنيٰ : مستانن لاءِ ڪيترو دل جو خون مخفي هاريندس گلابي عطر ڪي مٽي ۾ هارڻ عطار جي عادت نہ آهي.

## غزل23

**در طریق عشق آئین من و مجنون یکیست،**

**عاشقان را خاک وسنگ وبسترا اکنون یکیست.**

معنيٰ : عشق جي طريقي ۾ مون ۽ مجني جو ساڳيو آئين آهي عاشقن لاءِ مٽي پٿر ريشمي بسترو هڪ جهڙا آهن . (عشق آسائش ۾ فرق مراقب نہ آهي)

**کرده خواری در دل ما تلخی ایام ہجر،**

**در مذاقم زہر ناب و بادهٔ گلگون یکیست.**

معنيٰ : جدائي جي ڏينهن جي ڪوڙائي اسان جي دل ۾ خواري پيدا ڪري ڇڏي (رڙين ۽ روئڻ ڪري) منهنجي پسند ۾ زهر قاتل رنگين شراب هڪ جهڙا آهن. (عاشق جدائي برداشت نہ ٿو ڪري سگهي پوءِ صبر ڇڏي جي روئي ٿو تہ اها خواري آهي عشق ۾ ڪتمان هوندو آهي ظهورو خواري آهي)

**بی سبب مجنون وطن در گوشهٔ ویران نداشت،**

**بر گرفتا ران فضائی خانہ بیرون یکیست.**

معنيٰ : مجنو بي سببو ويراني ڪي (پنهنجو) گهر بنائي ڪونہ ويٺو هو (عشق) جاتيدي ٿلهي آسمان ڪي يا گهر ۾ رهڻ ڪي هڪ جهڙو سمجهن ٿا.

**ساقی وبزم شراب و باده خونناب جگر،**

**تشنهٔ جام محبت را شراب و خون یکیست.**

معنيٰ : محبوب بنا سبب ويراني ڪي پنهنجو گهر ڪونہ بنائي ويٺو هو عشق جي قيدين لاءِ گهر ۽ ميدان هڪ جهڙا آهن.

**خواه در صحرا بود خواہے بدر یا مسکنت،**

**مخفیا اہل جنون را وادی و جیحون یکیست.**

معنيٰ : ڪٿي خشڪي تي منهنجو گهر هجي يا درياه ۾ اي مخفي عشق ۾ جنونين وٽ خشڪي ۽ دريا هڪ جهڙا آهن.

## غزل24

**یا رب این پر تو خور شید ز کاشانۂ کیست،**

**یا رب این آفت جان ہمدم وہمخانۂ کیست.**

معنيٰ : اي مالڪ هي سج جو جلوو ڪنهن جي آڪيري مان آهي اي مالڪ هي حياتي جي آفت هر وقت ۽ هر جاءِ ڪهڙي آهي. (مقام حيرت)

**بادۂ لعل لبت را کہ بما الفت نیست،**

**بزم آرای کردۂ بادۂ پیمانۂ کیست.**

معنيٰ : تنهنجي ڳاڙهن چپن جي شراب ڪي اسان سان محبت ڪونہ آهي تو مجلس سينگاري ڇڏي آهي (هاڻي)شراب ڪهڙي انداز سان ڏين ٿو. (وصف معشوق بطور حيرت)

**یا رب آن شاہ رخ و بادشہ کشور حسن،**

**دوش برو دوش کو گوہر یک دانۂ کیست.**

معنيٰ : اي مالڪ بادشاه منهون حسن جي حڪومت جو شاه جيڪو ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ويٺو آهي اهو(در يڪتا) اڪيلو موتي ڪير آهي.

**گفت افسانۂ بسیار وندانست زکسے،**

**کہ وین انجمن آن بلبل افسانۂ کیست.**

معنيٰ : چيائين تہ افسانو وڏو آهي ڪير بہ ڪونہ ٿو ڄاڻي هن انجمن ۾ تہ اهو بلبل ڪنهن جي افسانہ جو آهي.

**دارد امروز بمن گر چہ نگاہے کرمے،**

**تا گرفتار کہ ومونس جا نانۂ کیست.**

معنيٰ : اڄ ڪٿي مون تي نظر ڪاوڙ واري رکيو ويٺو آهي (اهو انڪري) تہ عاشق ڪير ۽ معشوقن سان وندر ڪندڙ ڪير. (عشق جي آزمائش)

**عند لیبان بہ نگاہی دل خود باختہ اند،**

**یا رب این دلبری از نرگس ہستانۂ کیست.**

معنيٰ : بلبلون هڪ نظر سان ئي پنهنجي دل سان ڪيڏي رهيون آهن اي مالڪ هي۽ معشوقي نرگس مستاني ڪان ڪهڙي آهي. (نرگس گل معشوقي جي اک سان مشابهت لاءِ استعمال ٿيندو آهي)

**شمع گر تامہ شب خندہ زنان گل ایز است،**

**میہمانی کہ دہم صحبت پروانۂ کیست.**

معنيٰ : جيڪڏهن پوري رات شمع عورتن جي خوشي (جيئن) گل پئي ڇاٽي (لڙڪ پئي وهائي) تہ اها (شمع) مهماني جيڪا ڏي پئي پرواني لاءِ اها ڪهڙي آهي. (شمع

پاڻ لڙڪ وهائي ڳري پئي سندس اهو ڳرڻ ۾ گويا ڪ عورت جي خوشي وارا لڙڪ آهن سندس اهي لڙڪ پرواني جي ڪهڙي مهماني ڪن ٿا جيڪو ڪهي شمع وٽ اچي ٿو)

**شد با مید همین خانہ عمرم ویران،**

**کز سر لطف بپر سی کہ تو پروانۂ کیست.**

معنيٰ : انهي اميد تي منهنجي عمر جو گهر ويران ٿي ويو تہ پنهنجي مهرباني سان ڪٿي آهستي بچين تہ تون ڪنهن جو پروانو آهين.

**گفتمش مخفی سودا زده دیوانۂ تست،**

**گفت مخفی چہ کس وعاشق ودیوانہ کیست.**

معنيٰ : چيو مانس مخفي کي سودا لڳل توکان ئي عطا ٿيل آهي چيائين مخفي ڪيترو عاشق ۽ چريو ڪير آهي.

## غزل25

**محرمی گو تا بگویم قصد آن مکاره چیست،**

**باعث چندین ستم برجان و مان آواره چیست.**

معنيٰ : اي راز دار ٻڌ ٻڌايان نہ هن مڪار جو مقصد ڪهڙو آهي ايترو ظلم هن بيهودي جو عزت ۽ آبرو تي انجو ڪارڻ ڪهڙو آهي.

**می رباید جذبۂ عشق تو دل را از کفم،**

**در جنون رسواشدم جرم من بیچاره چیست.**

معنيٰ : منهنجي هٿ مان تنهنجي عشق جو جذبو دل مان ڪسي وٺڻ چاهي ٿوجنهن (جذبہ) ڪري آئون چريائي ۾ خوار ٿي آهيان مون ويچاري جو ڪهڙو گناه آهي.

**گر نباشد ذوق معشوقی بعاشق پروری،**

**خوبرو یان رابسوئی عاشقان نظاره چیست.**

معنيٰ : جيڪڏهن معشوق جي لاءِ سڪ عاشق جو جياپو نہ هجي( تہ پوءِ) سهڻن ڏانهن عاشقن جي نهارڻ جو ڪهڙو وجهہ آهي.

**در دل گل گرندارد نالۂ بلبل اثر،**

**در چمن این سر خی رخسار جیب وپاره چیست.**

معنيٰ : گل جي دل ۾ جيڪڏهن بلبل جيون رڙيون اثر نہ ڪن ها تہ باغ ۾ هي ڳاڙه ڳلائي کي (روڪڻ وارو) پهراڻ ڪيئن ڦاٽي ها.

**گر نہ ترک ناز اولب تشنہ خون مخفی است ،**

**ہر دم از تیغ نگہ مایل بآن بیچارۂ چیست.**

معنيٰ : جيڪڏهن سندس ناز واري انداز کي ڇڏڻ مخفي جي رت جو سندس چپ اجارو نہ آهي، تہ پوءِ هر وقت نگاہ جي تلوار سان هن بيوس تي حملہ آور ھجڻ ڇا لاءِ آهي؟(ترڪ ناز بہ عاشق لاءِ موت جو وصل جو سبب وڃي ٿو ۽ توجھ بہ عاشق لاءِ موت جو عشق وڏي ٿو اجتماع ضدين جو عجيب مثال)

## غزل26

**من ماہی آن بحر کہ آبش ہمہ خون است،**

**لب تشنۂ جامی کہ شرابش ہمہ خون است.**

معنيٰ :آئون ان پاڻي جي مڇي آهيان جنهن جي درياہ جو سمورو پاڻي رت آهي چپ ان شراب جي جام جو اڃايل آهي جيڪو سرا پا رت آهي.

**ہر کس کہ نبردہ بسوئی دشت محبت،**

**اکلش ہمہ زہراست وشرابش ہمہ خون است.**

معنيٰ : جيڪو محبت جي رڻ ڏانهن نہ ويو انجو سمورو کاڌڻ زهر ۽ سمورو پيئڻ رت آهي.

**ای خضر تو در چشمۂ حیوان کہ اسیران،**

**نو شند ازان چشمہ کہ آبش ہمہ خون است.**

معنيٰ : اي خضر توکي آب حيات مبارڪ هي قيدي ان چشمہ جو پاڻي پيئن ٿا جيڪو مڪمل رت آهي.

**ہربوالہوسی را نرسد لاف محبت ،**

**باشبنم آن گل کہ گلا بش ہمہ خون است.**

معنيٰ : سيڪو هوسي محبت جي ٻٽاڪ نہ هڻي ان گل جي مقابلي جي ماڪ سان جنهن جو گلابي عطر رت آهي.

**بس ریختہ خون دل مخفی زبیداد،**

**ہر جا کہ رود پابر کا بش ہمہ خون است.**

معنيٰ : ظلم جي ڪري مخفي جي دل جو رت وهي چڪو جتي بہ وڃي تہ سندس پيير جو رڪيب سموري ئي رت آهي.

## غزل27

**حسنت نمکے تازہ بداغ دل ماریخت،**

**سودائی تو شوری بد ماغ دل ماریخت.**

معنيٰ : تنهنجي نمڪين حسن اسان جي دل جي ڦٽ تي تازو لوڻ ٻرڪيو آهي ۽ تنهنجي عشق اسان جي دماغ ۾ شور پيدا ڪري ڇڏيو آهي.

**زان پیش کہ روشن شود این شمع محبت،**

**از عشق تو روغن بچراغ دل ماريخت.**

معنيٰ : انهي ڪري هي محبت جي شمع روشن ٿئي آهي جو تنهنجي عشق جو تيل اسان جي دل جي ڏيئي تي هاريو آهي (عاشق پنهنجي تباهي عشق کان خالي هجڻ ڪري سمجهي ٿو متان بنا عشق مري وڃان)

**مفلس شده ايام ز بس سوده الماس،**

**بر سينۂ مجروح و بد ماغ دل ماريخت.**

معنيٰ : عمر کٽي ويئي هيري جي ليپ ڪري جيڪو ڦٽيل سيني ۽ دماغ تي ڪيو ويو.(عشق جي بيماري لا علاج آهي)

**مى داد چو ساقى طرب مے بحريقان،**

**خوننا بۂ حيرت با ياغ دل ماريخت.**

معنيٰ : ساقي جڏهن سڙيل کي شراب جي خوشي عطا ڪيائين تہ حيرت رت واري جي مدهوشي اسان جي دل ۾ اوتي ڇڏيائين.

**هرزہر کہ درساغر غم بود مهيا،**

**دوران ہمہ کام فراغ دل ماريخت.**

معنيٰ : جيڪو بہ زهر غم جي برتن ۾ موجود هو زماني سمورو اسان جي واندي دل جي مرادن ۾ هاري ڇڏيو.

**مخفى رہ وادى چو گلستان ارم شد،**

**بس خون جگر غم بسراغ دل ماريخت.**

معنيٰ : اي مخفي جڏهن وادي جي واٽ ارم جو باغ بنجي ويئي آهي (ڇو تہ) جگر جي رت جو غم اسان جي دل جي خانن ۾ اوتي ڇڏيائين آهي.

## غزل28

**باغ وبهار و آب روان اين خمار چيست،**

**دلبر بکام و باده بکف انتظار چيست.**

معنيٰ : باغ (موسم) بهار وهندڙ پاڻي ههڙو نشو ڪهڙا (نہ سنا) آهن مقصودي معشوق (حاصل) هٿ ۾ شراب (باقي) انتظار ڇا جو. (وصل جي حالت بياني)

**فرصت شمر غنيمت وداد نشاط ده،**

**حيران اين خيال زانجام کار چيست.**

معنيٰ : واندڪائي کي غنيمت سمجهہ خوشي جو داد ڏي هن خيال ۾ حيران آهيان تہ ان جو انجام ڇا ٿيندو.

**ممکن چو نيست ديدن آئينۂ مراد،**

**چندين شکايت از ستم روز گار چيست.؟**

معنيٰ : مراد جي آئينہ کي ڏسڻ ممڪن ئي ڪونهي ايتري شڪايت زماني جي ظلم کان ڪرڻ ڇا آهي؟

بهردو روزه عمر گرامی مده بباد،

انديشهائی باطل اين کاروبار چيست.

معنيٰ : ٻن ڏينهن جي(مزي لاءِ)عزت ڀري عمر کي تباه نہ ڪرباطل فڪرن جو اهو ڪاروبار ڪهڙو آهي. (مٿي ڏنل شعرن جو جواب)

گر خون دل ز ديده ترا وش نداشتی،

سيلاب خون ز ديده مرادر کنار چيست.

معنيٰ : جيڪڏهن دل جو(درد) رت اکين ۾ ظاهر ٿو ٿئي تہ (پوءِ) خون جو سيلاب منهنجي اکين جي پر ۾ ڇو ٻيلو آهي؟

ای دل اگر بدشت محبت زبون نۂ،

چون بيد لان بدر دولت ناله زار چيست.

معنيٰ :اي دل جيڪڏهن تون محبت جي ميدان ۾ برباد ڪونہ آهين (تہ پوءِ) دل ڪس لين وانگر (سندس) حڪمراني جي دروازي تي صدائون ڇو پيئي هڻين؟

مخفی بقدر طاعت اگر عطا دهند،

درروز حشر رحمت پر وردگار چيست.

معنيٰ : مخفي جيڪڏهن اطاعت موافق سندن عطا ملندي تہ پوءِ حشر جي ميدان ۾ پروردگار جي رحمت ڪهڙي هوندي؟

## غزل29

باده نوشيم ولی از کف جانانۂ مست،

نشۂ خاص و بد صحبت هميخانۂ مست.

معنيٰ :شراب پيئڻ چاهيان ٿو پر مستي وارن معشوقن جي هٿان جو مخصوصي نشي وارو نہ واپرايل ۽ مست مڪان وارو هجي( وصف مرشد جو بيان. (معشوق مست يا خود شراب نشي وارو تي عام استعمال وارو بہ نہ جڳہ بہ مستي واري چار ، مستيون معشوق مست کان ملن)

نيست در صحبت ديوانہ رہ اهل طرب ،

عافيت می طلبی روبرو فرزانۂ مست.

معنيٰ : چرين جي صحبت ۾ ناچن جي ڪهڙي واٽ مستي جي ڏاهي کان تندرستي پيو گهرين. (مستي جي ڏاهي وٽ عشق جي بيماري گهرجي)

همہ افتادۂ مخمور خرابات شديم،

پر کن ای ساقی هوشيار تو پيمانۂ مست.

معنيٰ : سمورا ويرانين جي نشي جا عادي ٿي ويا آهيون اي ساقي هوشيار ٿئون اسانکي مستي جو برتن پري ڏي.

**باغبان منت مهتاب مکش در شب تار،**
**شمع گلزار بود نرگس مستانۂ مست.**

معنيٰ : باغائي چنڊ جو ٿورائتو نہ ٿي اونداهي واري رات ۾ باغ جي شمع هوندي آهي محبوب مست جي مستاني نرگس ( اک.)

**پیش اصحاب خرد تابکے از بیخردی،**
**نقل مجلس کنی ای مست تو افسانۂ مست.**

معنيٰ : عقل وارن اڳيان ڪيستائين بي عقلي جي ڪري بيان ڪندي اي مست بيان مستي جو.

**از ملاحت نمکی بر دل افگار زدم،**
**پتہ شور بود لا جرم بیگانۂ مست.**

معنيٰ : تنهنجي نمڪين حسن جي ڪري دل تي ڦٽ عشق جو هنيو اٿم پتہ ڪاروئي پيو آهي اهو نتيجو آهي عشق کان آجي مست جو.

**مخفے از فیض جنون شیوۂ ہوشیار گرفت،**
**باخرد یار کند صحبت دیوانۂ مست.**

معنيٰ : مخفي چريائي جي نيض مان هوشياري جي عادت قبولي آهي( اجتماع ضدين جو مثال) عقل سان دوستي ڪري ٿي، رفاقت چرئي مست جي( آخر ڪار مست جي صحبت تہ پنهنجي جاءِ وٺندي)

## غزل30

**دریا است بیکران سفر غیر موسم است،**
**کشتی ما شکستۂ وطوفان معلم است.**

معنيٰ : دريا بي حد وارو سفر بي موسمو اسان جي ٽٽل ٻيڙي تہ طوفان اسانجو ناکئو آهي.

**در جستجوئی شاد روانی بملک غم،**
**ای دیده ہمتے کہ دل از سینہ عازم است.**

معنيٰ : خوشي جي طلب لاءِ غم جي دنيا ڏانهن روانگي اي اکيون اهڙي همٿ ڪريو جهڙو عزم دل مان نڪري ٿو.(عشق خدا وندي لاءِ درد)

**ای اشک ہمتی کہ دریوزه عار نیست ،**
**مفلس ہمیشہ منتظر خوان حاتم است.**

معنيٰ : اي لڙڪو همت ڪريو پنڻ ۾ بہ شرم ڪونهي بي مالو هميشہ حاتم جي دستر خواني جو منتظر هوندو آهي.(دعا گهرڻ حاتم کان)

**مخفي فریب گر یہ مخور دیدہ باز کن،**

**محرم بنکتہ زر مقالات مجرم است.**

معنيٰ : مخفي روئڻ جي ٺڳي ۾ نہ پوءِ اکيون کول نڪتہ دان سونن نڪتن جي ڪري مجرم ٿي ويندو آهي.

## غزل31

**از شعلهائے آہ مرا خانہ روشن است،**

**روشن مکن چراغ کہ این خانہ روشن است.**

معنيٰ : آهُن جي لاٽن ڪري منهجو گهر روشن آهي (انهي)ڪري بتي نہ ٻار ڇو تہ هي گهر اڳ ۾ئي روشن آهي. (الابذکراللّٰه تطمئن القلوب)

**خواہی چراغ باشد و خواہی نہ در چمن ،**

**گلهازعکس نرگس مستانہ روشن است.**

معنيٰ : جيڪڏهن چمن ۾ بتي جي نہ هجڻ جي خواهش اٿئي تہ هر چمن جي هر گل ۾ مستاني نرگس جي روشني جو عڪس آهي.

**نازم بفیض بادہ کہ شبهائی تیرہ دل،**

**دلهاز عکس ساغرو پیمانہ روشن است.**

معنيٰ : مونکي شراب جي فيض تي ناز آهي جو دل جيون انڌيري واريون راتون سندس پيالي جي عڪس ڪري مڪمل روشن آهن.

**افشائے راز من مکن ای رشک زینهار،**

**دردم بہ پیش محرم و بیگانہ روشن است.**

معنيٰ : اي لڙڪو وهي اکين مان منهنجي (عشق جي)راز کي ظاهر ڪڏهن بہ نہ ڪريو منهنجو ڏک پنهنجن ۽ پراون اڳيان روشن آهي.

**تا آفتاب حسن بعالم طلوع کرد،**

**مخفي چراغ عاقل ودیوانہ روشن است.**

معنيٰ : جيستائين سج پنهنجي سونهن کي دنيا تي اپري ظاهر پيو ڪندو اوستائين مخفي جو ڏيو عقلمند ۽ چرئي جي اڳيان روشن رهندو.

**نیست محراب دلم راجز خم ابروی دوست،**

**ہر کسے را قبلہ باشد قبلۂ ماروی دوست۔**

مطلبی دیگر ندارم ز آمد وشد در چمن،
میکنم عمر گرامی صرف جست وجوی دوست۔

گوش کن ایدل زمن حرفی چودرد رگوش کن
توت روح آمد شنیدن حرف گفت وگوئ دوست۔

در شکنج زلف مرغ دل چنان گیرد قرار ،
گر نسیم غمزه گرداند پریشان موی دوست۔

گر بر نجد خلق وعالم از تو مخفی باک نیست،
با شست یکجو امید رطف اگر از سوی دوست۔

## ردیف الدال الهملة

از جفا اہل وفارا نقص پیمان کی شود،
جان سپار تیغ استغنا پشیمان کی شود.

معنيٰ : ظلم ڪري وفادارن کان بي وفائي ڪيئن ٿي سگهي ٿي جنهن پنهنجو ساهہ بي پرواهي جي تلوار حوالي ڪيواهو پشيمان ڪيئن ٿو ٿي سگهي.؟

• عاشقان را خواہشی جز خواہش معشوق نیست ،
تا گلستان نشگفد بلبل غزل خوان کے شود .

معنيٰ : عاشقن جي خواهش معشوق جي چاهت کانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي جيستائين گل باغ ۾ نہ ٿا ٽڙن تہ بلبل ڳيچ ڪئي ٿي ڳائي.

تاپریشانی بگیرد ور پریشانی کمال،
جمع جمعیت بہم دست وگریبان کے شود.

معنيٰ : جيستائين پريشاني سندس چوٽ کي نٿي پهچي تہ دل جي ٺهراءِ اندر گوڙ وگمسان ڪئي ٿو ٿي سگهي.

نیستی آمد وجود ہستی اہل وجود،
کافر از حرف مسلمانی مسلمان کی شود.

معنيٰ : نہ هئڻ ئي هجڻ جي بناءِ ٿي آهي وجود وارن وٽ رڳو صرف مسلماني جو اچاري ڪافر مسلمان ڪئي ٿو ٿئي. (اول لفي بعد اثبات لا الاه الاالله من قال لا

الاه الاالله دخل الجله جي معنيٰ اول مصرع ۾ ڪلمون ٻي مصرع ۾ تقاضائي ڪلمہ بيان ٿيل آهي)

**گریہ را داروی غم گونید حرفی بیش نیست،**
**بر حرارت سودن الماس درمان کی شود.**

معنيٰ : روئڻ ڪان وڏيڪ (طبيب) چون ٿا غم جو ٻيو علاج ڪونهي گرمي جي بيماري مٿان هيري جو ليپو علاج ڪٿي ٿو ٿي سگهي.

**تلخی زہر شکیبائی کلید قفلہا است،**
**کاربی سامان وبی صبری بسامان کے شود.**

معنيٰ : صبر جي زهر جي ڪوڙاڻ تاڙي جي ڪنجي آهي ڪم بي صبرو ۽ بي اسبابو ڪامياب ڪٿي ٿو ٿئي.؟

**تا نہ گردد شعلہ افروز آتش دیگ حسد،**
**نرخ یوسف برسر بازار ارزان کے شود.**

معنيٰ : جيستائين حسد جي ديگ جي باهہ پنهنجا شعلا پيدا نہ ڪندي اوستائين يوسف جي قيمت پري بازار ۾ سهانگي ڪٿي ٿي سگهي ٿي.؟

**در مذاقے در نیا ید تا طعام بے نمک،**
**حاجب دست تناول با نمکدان کی شود.**

معنيٰ : ڦڪو کاڌو جي نہ چکبو تہ ضرورت وارو هٿ لوڻ واري دہلي ڏانهن ڪٿي ٿو ڪري سگهجي.

**لذت دروی اگر یا بم بصد جان می خرم،**
**جنس نایاب است اے مخفے فراوان کی شود.**

معنيٰ : منجهس مزو پاتو اٿم انهي ڪري (هڪ جان نہ) سوين جانيون مٿس گهوريان ٿي، اي مخفي اڻ لڀ جنس آهي عام ڪٿي ٿي سگهي ٿي.؟

## غزل35

**چنانکہ در حرم خاص کس نمے گنجد،**
**درون سینۂ تنگم نفس نمے گنجد.**

معنيٰ : جيئن بادشاهن جي حرم خاص ۾ ڪنهن جي جاءِ نہ آهي، ائين سندم سوڙهي سيني ۾ ساهہ نہ ٿو ماپي.

**بهر دیارکہ فریاد عشق بر خیزد،**
**دگر نشستن فریا د رس نمے گنجد.**

معنيٰ : جنهن بہ ملڪ ۾ عشق جو فرياد پيدا ٿئي ٿو تہ ٻئي فريادي جي اتي وهڪ ئي نہ ٿي ٿئي. (عشق جي جاءِ هوس نٿو وٺي سگهي)

**گرفتہ تنگ چنانم غم تو در آغوش،**
**کہ مرغ روح مرا در قفس نمے گنجد.**

معنيٰ : تنهنجي غم مونکي ائين بغلن ۾ وڪوڙي رکيو آهي جو منهنجي زندگي جو پکي پيجري ۾ ماپي ئي نہ ٿو.

**بذکر آن لب شیرین لب ادب بکشا،**
**کہ با حلاوت ایمان مگس نمے گنجد.**

معنيٰ : ان مٺن چپن واري جو بيان ادب جي چپن سان ڪر ڇو تہ ايمان جي ميٺ سان مک نہ ٿي ماپي.

**دراز گردن محمل بر آورای لیلے،**
**کہ طریق محبت جرس نمے گنجد.**

معنيٰ : اي ليلا پنهنجي ڏولي جو دروازو کول ڇو تہ محبت جي رستي ۾ گهنڊ ڪونہ ماپندا آهن.

**نهاده پائی خیال تو بخا نۂ دل،**
**مرا بدیده خیال ہوس نمے گنجد.**

معنيٰ : تنهنجي خيال جا پير دل جي خاني ۾ ڪُپيل آهن اسان جي اکين ۾ هوس جا خيال نٿا ماپي سگهن.

**شراب عشق کشد بر ملا زمان مخفے،**
**کہ در بلاد محبت عسس نمے گنجد.**

معنيٰ : عشق جي شراب کي مخفي زمانو ظاهر ٿو ڪري ڇو تہ محبت جي شهرن ۾ لڪ نہ ٿي هجي.

## غزل36

**سر شک دیده ام امشب چنان مستانہ می آید،**
**کہ پنداری برون از تن دل دیوانہ می آید.**

معنيٰ : منهنجي اکين لڙڪن جيون لهرون اڄ رات ائين مستانہ انداز سان پيون وهن جو تون سمجهہ تہ بدن مان چري دل ٻاهر پئي اچي.

**بخون آغشتہ دل چندان بزیر خاک پنهان شد،**
**کہ بوئی خون دل از خاک این ویرانہ می آید.**

معنيٰ : رت گڏيل دل مٽي هيٺان اهڙي پور جي ويئي آهي جو هن ويراني مان مٽي مان رت جي بوءِ پئي اچي.

**ازان بر دل مرا هردم شکستے بر شکست آید،**
**کہ سنگ درد وغم بر سینہ دیوانہ مے آید.**

معنيٰ : انهي ڪري منهنجي دل تي هر وقت شڪست ئي شڪست اچي ويئي آهي جو ڏکن ۽ غمن جا پهاڙ چرئي سيني تي ڪري پيا آهن.

**مشو مغرور جاه ايدل ڪه هر سو گوش اندازی،**
**صدائی گنج قارون زين کهن ويرانه می آيد.**

معنيٰ : اي دل پنهنجي مرتبي شاهي تي مغرور نہ ٿي هر طرف ڪان ڪن لڳا پيا آهن چو تہ قارون جي خزاني جي صداهن پراڻي ويراني مان پئي اچي.

**بپائی شمع شد عمری نمی بينم پر وبالے،**
**نهان از ديدهٔ مردم مگر پروانه مے آيد.**

معنيٰ : عمر تہ شمع جي پيرن ۾ خاڪ ٿي ويئي هاڻي کنب ۽ کنيڙائيون تہ ڏسان ئي ڪونہ ٿي پر ماڻهن جي نظر ن ڪان لڪل هيٺو پروانہ پيو اچي. (اندر ۾ پرواز ظاهر جي بدحالي)

**ز بس ذوق جنون دارد زراه بے خودی هر دم،**
**بطوف مشهد ديوانه است فرزانه مے آيد.**

معنيٰ : بي خودي جي واٽ تمام ۾ گهٽو چريائي جو ذوق هر دم کي ٿي جو سندس اڱڻ تي حاضري لاءِ عقلمند بہ طواف لاءِ اچن پيا .

**گرفتم آنچنان الفت بهم چشم غم مخفے،**
**ڪه در چشم خيال عاقبت بيگانه مے آيد.**

معنيٰ : ايتري محبت مخفي غم جي پنهنجي اک سان قبولي اٿم جو آخرت جو خيال هاڻي منهنجي اک ۾ اوپرو ٿو لڳي.

## غزل 37

**بر مراد مانه اين گردون دون کم می رود،**
**بر مراد ديگر ان هم گردون خم می رود.**

معنيٰ : هي گول آسمانِ رڳو اسان جي مرضي موجب گهٽ ڪونہ ٿو ڦري پر ٻين جي مرضي ڪان بہ هي ڏنگو ٿو هلي.(فطرت پنهنجي مرضي تي هلي ٿي)

**اين دل آزاری فلک با مانه تنهامی کند،**
**رسم و آئين است ڪز دوران آدم می رود.**

معنيٰ : هي دل آزاري آسمان نقط اسان سان ڪونہ ٿو ڪري اهو سندس رسم ۽ طريقو آدم عليہ السلام ڪان وٺي پيو هلي.

**نيستم آزرده خاطر چون بدور روزگار،**
**شادمانی دست در آغوش ماتم می رود.**

معني : زماني جي گردش ڪري آئون ڏکويل دل کونہ آهيان خوشي ڪڏهن ماتم جو هٿ بہ بغل ۾ لڳائي ٿي.

**ناز نينان پا نهندازناز بر جا بر زمين،**

**بم چون مجنون صد بزاران را فراہم می رود.**

معني : نازنين جڏهن ناز وارو پير زمين تي رکن ٿا تہ مجنی جهڙا لکين اتي موجود اچيو ٿا وڃن.

**نيست او بيدرد زخم عشق را لذت شناس ،**

**کزپئے عيسىٰ مريم بهر مرہم مے رود.**

معني : اهو بي درد عشق جي لٽ جي لذت جو سڃاڻو ٿي ڪونهي جيڪو عيسيٰ پٽ مريم عليہ السلام جي پويان پٽي ڪرائڻ لاءِ وڃي ٿو.

**شيشہ رابکشا دہن ساقی کہ اہل ذوق را،**

**حيف می آيد بران عمر يک بالغم مے رود.**

معني : بوتل جو منهن کول اي ساقي ڇو تہ ذوق وارن کي افسوس ٿو هجي ان عمر تي جيڪا غم سان ٿي وڃي. (لاخوف عليهم ولا هم يحزنون)

**ترک خودرائی نما ای دل کہ در درگاہ عشق ،**

**ہر کہ می آيد ز خود بيگانہ محرم مے رود.**

معني : اي دل پنهنجو پاڻ کي ڏيکارڻ ڇڏچو تہ عشق جي درگاہ ۾ جيڪو پنهنجو پاڻ کي ڏيکاري ٿو خالي ٿو وڃي. (نياز مندي جي راہ آهي .( ما اريد منهم ان يطعمون)

**مخفيا نزدک اہل ہمت از بی ہمتی است،**

**برزبان آنرا کہ ذکر نام حاتم مے رود.**

معني : اي مخفي همت وارن وٽ اها بي همتي آهي جو سندس زبان تي نالو حاتم جو پيو هلي.

## غزل38

**بسکہ بيداد دستم بر من ز گردون می رود،**

**مرغ روحم از قفس ہر لحظہ بيرون می رود.**

معني : تمام گهڻي بي انصافي ۽ ظلم مون تي آسمان کان جاري رهي ٿو سندم روح جو پکي هر وقت پڃري کان ٻاهر پيو نڪري.

**خوردہ ام خون جگر چند انک چون مينائی مے،**

**جائی آب ازديدۂ من اشک گلگون می رود.**

معني : جگر جو رت ائين پيتو اٿم جيئن شراب جو پيالو منهنجي اکين مان گل رنگو پاڻي جاري ٿو رهي.

آنچنان جاکرد مهرت اندرون سینه ام،
نی به پندونی بجورونی با فسون مے رود.

معنيٰ : منهنجي سيني ۾ تنهنجي محبت اهڙي جاءِ پڪڙي آهي جو نصيحت ۽ سختي ۽ ٺڳي سان نڪري نٿي سگهي.

بی جراحت نیست یکدل اندرون سینهٔ ،
بسکه دردلها خیالت بهر شب خون می رود.

معنيٰ : سيني ۾ اڪيلي دل آهي اها به ڦٽجڻ کان خالي ڪانهي تمام گهڻين دلين جي اندر سنده خيال ڌوڙي پيو.

آب حیوان گر شود دریا وخضرش نا خدا،
کشتی بخت زبون در موجۂ خون میرود.

معنيٰ : جيڪڏهن سمورو سمنڊ حياتي وارو پاڻي بنجي خضر عليه السلام ناکئو ته به منهنجي بدبختي سندم ٻيڙي رڳي رت جي لهرن ۾ پئي لوڙهيندي.

مطلب از جاه وبزرگی دل بدست آوردن است،
ورنه مخفی درزمین هم گنج قارون می رود.

معنيٰ : وڏائي ۽ عزت جو مقصد دل تي قبضو ڪرڻ هوندو آهي جي ائين نه آهي ته پوءِ مخفي قارون جو خزانو اجا تائين زمين ۾ پيو وڃي. (عزت دل جوئي ۾ آهي نه خزاني ۾)

## غزل39

آفتاب حسن هر جا آتش افشان مے شود،
سائبانش طرۂ زلف پریشان می شود.

معنيٰ : حسن جوسج جتي به پنهنجي باهه پکيڙي ٿو ته ڪائنس ڇانه ڪندڙ وارن جون چوٽيون پکڙيو وڃن ٿيون.

گربچشم تربیت بیند فروغ آفتاب،
هر کجا سنگے بود لعل بد خشان مے شود.

معنيٰ : جيڪڏهن تربيت جي اک سان سج جي روشني ڏسندو ته جتي به پٿر هوندو بدخشان جي لعل ٿي ويندو.

بار قیبان ترک محبت کن که در گلزار عشق،
از هجوم عند لیبان گل پریشان می شود .

معنيٰ : مقابلن سان محبت ڪرڻ ڇڏي ڏي ڇو ته عشق جي باغ ۾ بلبلن جي اڻبوه ڪري گل پريشان ٿي ويندو.

از صبا بیهوده گلشن بار منت میکشد ،
خون چشم بلبلان زیب گلستان می شود.

معنيٰ : صبا جو ٿوري جو بوجهہ باغ اجايو پيو ڪٿي بلبلن جي اکين جو رت ئي باغ جي سونهن ٿو ٿئي.

**شد زدست گريہ آخر خانہ چشمم خراب،**
**سيل چون آيد بپائی کعبہ ويران می شود.**

معنيٰ : نيٺ رئڻ جي ڪري سندم اکين جا ڏوڏائي خراب ٿي ويا جڏهن پهاڙ ۾ سيلاب ايندو تہ چوٽي بہ ڊهي پوي ٿي.

**حق بمجنون ست ترک کوئی ليلےٰ گر کند،**
**عشق چون غالب شود مسکن بيابان می شود.**

معنيٰ : مجني کي اهو حق آهي جي گلي ليلا جي ڇڏي ڏي جڏهن عشق غالب ٿئي ٿو سندس ٺڪاڻو ويراني ٿئي ٿي.(السلامۃ فی الوحدت)

**غم کہ از حد شد فزون باشد نشاط وخرمی ،**
**خار چون ہم چشم شد با غيچہ خندان می شود.**

معنيٰ : غم جڏهن حد کان وڌي ويندو تہ خوشي ۽ تازگي جو باعث بنجي ويندو آهي ڪنڊو جي اک کي وٽي ويندو تہ باغ ئي بهاري ٿي پوندو.

**گربجوش آيد تنور ديدۂ غم ديدگان،**
**نا خدا گر نوح با شد غرق طوفان می شود.**

معنيٰ : جيڪڏهن غم وارن جي اکين جو تنور جوش ۾ اچي ويو تہ ناکئو کٽي نوح هوندو پر لڙکن جي طوفان ۾ ٻيڙي غرق ٿي پوندي.

**مخفيا چون عند ليبان از پريشانی منال،**
**صبر کن کز صبر کار آخر بسامان می شود.**

معنيٰ : اي مخفي پريشاني ڪري بلبل وانگر نہ رڙ صبر ڪر آخر ڪار صبر سان ئي ڪم آسان ٿو ٿئي.

## غزل40

**چنانم دل ز جور مدعی در سينۂ می لرزد،**
**کہ طفل ازروز شنبہ در شب آدينہ می لرزد.**

معنيٰ : سندم دل سيني ۾ ظالم جي خوف کان ائين مئي ڏڪي جيئن ٻار جمعي بعد ايندڙ رات جو ڇنڇر جي ڏينهن کان ڏڪندو آهي. (ڇو تہ صبح ڇنڇر روز سندس مڪتب ۾ حاضري هوندي آهي)

**بوقت فرض اگر دست دلم لرزيد معذورم،**
**کہ بيخود در عشہ داراز رعشۂ دير ينہ می لرزد.**

معنيٰ : فرض جي ادائي وقت جي سندم دل جو هٿ ڏکي ٿو تہ منهنجو عذر قبوليت لائق آهي ڇو تہ رعشہ کان لاچار پراڻي رعشہ جي ڪري هميشہ ڏکندو آهي.(عبادت حضوري)

زباد فتنہ در گلشن ز چشم بلبلان پنهان،
درخت بيد مجنون را دل تنگينہ مي لرزد.

معنيٰ : باغ ۾ فتني جي هوا ڪاهي پئي آهي جيڪا بلبلن جي اکين کان ڳجهي آهي ,مجنني جي دل ۾ لرزش چالو ٿي ويئي آهي جيئن لئي جو وڻ.

ز ضعف و ناتو اينها کہ از بخت زبون دارم،
مرا امسال دل از محنت پارينہ مي لرزد.

معنيٰ : ضعيفائي ۽ هيڻائي جي ڪري ڇو تہ سندم بخت هيٺو آهي هن سال سندم دل پراڻي تڪليف جي ڪري ڏکي ٿي.

ز بس از گردش گر دون دون همت هراسانم،
دلم چون عکس آئينہ درون سينہ مي لرزد.

معنيٰ: تمام گهڻو زماني جي گردش ڪري ڪم همت ۽ ڊنل آهيان سندم دل آرسي جي عڪس وانگر سيني ۾ پئي ڏڪي.

گرفت اوگرز بيدادی بطرز دشمن دادست،
کہ مفلس در پلاس وخرقہ پيشمينہ مي لرزد.

معنيٰ :ڪٽي سندس ظالمانہ پڪڙ تو کي دشمن واري پڪڙ جو طريقو ڏيئي ڇڏيو آهي, جنهن کي غريب ڏسي عبا ڪوٽ پشمي ۾ ڏکي پيو ان ڪٽي بي انصافي سان دشمن وانگر پڪڙيو آهي، پر اهو سندس انصاف آهي سيو تہ پشميني عباء ۾ بہ ڏکندو پيو. (هيٺي تي هاڪاري جي هر ادا انصاف هميشہ هيسيل)

بزير خاک اگر مخفي بيابد يک درم مورے،
ز عدل روزگار از تهمت گنجينہ مي لرزد.

معنيٰ : جيڪڏهن زمين هيٺيان هڪ ڪٽيل درهم مخفي وٽ ڪٽي اچي تہ بہ دنيا جي انصاف ڪري خزاني لڪيل جي تهمت کان پئي ڏڪي.

## غزل41

من وآن سرکہ صد سود از جانان در بغل دارد،
من وآن دل کہ صد ناوک ز مژگان در بغل دارد.

معنيٰ : آئون مٿو راز وارو جيڪو سوين فائدا معشوق جا بغل ۾ رکي ٿو آئون ۽ اها دل جيڪا سوين گهاءِ تاتل اکين جي پنپڙين جا بغل ۾ رکي ٿي.

زدستت گر برون شد دل کمن انديشہ اي بلبل،

**بجائی دل اسیر عشق افغان دربغل دارد.**

معنيٰ : تنهنجي هٿان دل نڪري ويئي آهي تہ بہ اي بلبل فڪر نہ ڪر دل بدران تون عشق جي قيد جيون رڙيون تہ رکين ٿي نا.

**ملک رادر فلک پنهان بدام عشق اندازد،**

**اداهائی کہ آن زلف پریشان در بغل دارد.**

معنيٰ : محبوب جي ڪليل وارن جو ادائن جي ڪري آسمان ملائڪن کي عشق جي قيد ۾ وجهي ٿو.

**تو بیرحم و جفاءِ خود من آزرده مے تر سم،**

**کہ آه سینۂ مجروح پیکان در بغل دارد.**

معنيٰ : تون پاڻ بي رحم ۽ ڏاڍائي جو ڏٺي آئون ڏکويل ڊڄان ٿو پر افسوس ڦٽيل سينو تہ خود تيرن جي بغل ۾ ٻٽي رکيو ويٺو آهي.

**دو چشمم گر یہ آلوده دلم چون بیدمی لرزد،**

**کہ اشک درد مندان موج طوفان در بغل دارد.**

معنيٰ : سندم اکيون لڙڪن ۾ آليون دل لئي وانگر پئي ڏکي چو تہ ڏکويلن جي لڙڪن جيون لهرون پنهنجي بغل ۾ طوفان رکن ٿيون.

**گل ہر بوستانی را کہ بینی زیر پیراہن،**

**گلستانی ز داغ یاس پنهان در بغل دارد.**

معنيٰ : باغ جي هر گل جي لباس هيٺان تون ڏسندين هڪڙو اهڙو باغ نا اميدي جو ڳجهو جيڪو بغل ۾ رکيو ويٺو آهي.

**ز آه سرد مظلومان حذر مخفے نمی داری،**

**بزہر آلوده صد پیکان پنهان در بغل دارد.**

معنيٰ : مظلومن جي ٿڌي آه کان اي مخفي پاڻ کي نہ ٿي بچائين زهر گڏيل سوين تيرن جيون وارو ٻٽيون(ٿيلها) پنهنجي بغل ۾ رکيون اٿئي.(مظلومن جيون آهون زهر آلوده يقر آهن)

## غزل42

**راز تو کلا میست کہ تفسیر ندارد،**

**ناز تو پیا میست کہ تقریر ندارد.**

معنيٰ : تنهنجو راز اهڙو ڪلام آهي جو ڪوبہ تفسير نٿو رکي ناز تنهنجو اهڙو پيغام آهي جو ڪا بہ تقرير نٿو رکي.

**بشکست خرد خامۂ وبکرفت دواتم،**

**در کنہ کمال تو کہ تحریر ندارد.**

معنيٰ : عقل قلم ٽوڙي ڇڏيو آهي ۽ مس جي ڪپي پچي ڇڏيائين ڇو تہ تنهنجي حقيقت جي ڪمال جي ڪابہ تحرير نہ ٿي ٿي سگهي.

**مسجود کواکب شدن يوسف حسنت ،**

**روشن شده خوابيست کہ تعبير ندارد.**

معنيٰ : تنهنجي حسن جي يوسف جو تارن جو مسجود ٿيڻ اهڙو روشن خواب آهي جنهن جو ڪوبہ تعبير نہ ٿو ٿي سگهي.(حضرت يوسف جي خواب جا تارا سندس پاءُ هئا پر تنهنجي تارن جو تعبير آهي)

**صد سال درين ره نکند مرحلۂ طے ،**

**گر راه روئے عشق تو شبگير ندارد.**

معنيٰ : سوين سال پنڌ بعد بہ اها واٽ پوري نہ ٿيندي جيڪڏهن اها واٽ تنهنجي عشق واري رات جو رخ نہ رکندي

**رنجيدن معشوق بغيراز گنہ ما ،**

**تقدير الست است کہ تدبير ندارد.**

معنيٰ : معشوق جو اسان جي بيگناه هجڻ باوجود بہ بي رخو ٿيڻ اهو تہ الستي تقدير آهي ان ۾ ڪابہ تدبير نہ ٿي هجي.

**سودائے سر زلف تو در سينہ نهانی ،**

**در پائی دلی نيست کہ زنجير ندارد.**

معنيٰ : تنهنجي زلفن جي چوٽين جو عشق جيڪو سيني ۾ ڳجهو آهي اهو ڪنهن بہ دل جو اهڙو پير ڪونهي جنهن جي زنجير نہ هجي.

**در مذهب ما دم ز دن از عشق حرام است ،**

**مرغيکہ هوائے گل کشمير ندارد.**

معنيٰ : اسان جي مذهب ۾ عشق جي هتاڪ هڻڻ حرام آهي اهو ڪوبہ پکي نہ آهي جيڪو ڪشميري گل جو عشق نہ ٿو رکي.(يسبح لله ما في السمٰوٰة والاض)

**از جنبش بادی کہ ترا خانہ خراب است ،**

**اين خانہ خراب اين تعمير ندارد.**

معنيٰ : اهڙي هوا جنهن پنهنجي حرڪت سان تنهنجو گهر کي ويران ڪري ڇڏيو آهي پر هي ويران گهر اهو آهي جو بلڪل تعمير نٿو رکي سگهي .(دنيا جي طوفان جي بربادي کان آبادي آهي پر عشق طوفان کان نہ)

**مخفی بجز آن ساز کہ بستان تمنا ،**

**چون نقش خيا ليست کہ تصوير ندارد.**

معني : مخفي ان کان سواءِ ٺاه ڪر ڇو تہ تمنا جو باغ اهڙو خيالي چٽ آهي جنهن جي ڪابہ تصوير نہ ٿي ٿي سگهي.(تمنا تي نہ هل عمل تي هل لا بتمانیکم ولا بتمانی اهل الکتاب)

## غزل43

محبت تا بوادی جنونم رہنما با شد،
دلم در قید زنجیر سر زلف دو تا با شد.

معني : چريائي جي وادي ۾ جيستائين منهنجي محبت رهنما هوندي اوستائين منهنجي دل وارن جي چوٽين جي زنجير سان ٻيڙي جڪڙيل هوندي.

بریدن از وطن الفت بغربت زان گر فتم خو،
در تنهائی غربت خیالت آشنا با شد.

معني : وطن سان محبت ڪرڻ جي مقابل سفر سان الفت ڪرڻ جي عادت انهي ڪري ڪئي اٿم ڇو تہ سفر ۾ اڪيلائي ڪري تنهنجوئي خيال سندم همراز هوندو.

کشاید دیدۀ گل را ببیند نالۀ بلبل ،
اگر بوئی ز پیراہن بہمراہ صبابا شد.

معني : گل جي اک کي بلبل جي رڙئي کليل ڏسي ٿي جيئن قميص جي خوشبو صبا پاڻ سان آڻي ٿي.

زنا کامی بدرد دل نہ تنها من گرفتم خو،
بعالم ہر کرابینی بدردی مبتلا باشد.

معني : ناڪامي جي ڪري دل ڦاٽي پئي اها عادت مون اڪيلي نہ قبولي آهي جهان ۾ جنهن کي بہ ڏسين پيو ڏک ۾ ورتل هجي ٿو.(ڪنهن کي ڪنهن جو هر هڪ پنهنجي پسند جو درد رکي ٿو)

مکن اندیشہ ماضی مشودر فکر مستقبل ،
غنیمت دان ہمین دم را کہ ہردم کیمیا باشد.

معني : ماضي جو غم نہ ڪر ۽ مستقبل جي فڪر ۾ نہ پوءِ ان پ ساهہ کي غنيمت سمجهہ جو ڪٽين پيو. (هر پ ساهہ ڪيميا هجي ٿو.)

چون تدبیر خداوندی برون از حد تدبیر است ،
اسیر فکر غم مخفی کسی چندین چرا باشد.

معني : جڏهن خدا جي تدبير سوچڻ جي حد ۾ داخل نہ آهي تہ پوءِ فڪر جي قيدياڻي مخفي جو غم هيترو ڪنهن لاءِ ڇو هجي ٿو.؟

# غزل44

**نوح راه معجزه آن وقت مسلم دارم ،**

**ک ز طوفان محبت بکران مے آید.**

معني : نوح عليه السلام جو معجزو ان وقت تسليم ڪنديس جو محبت جي طوفان کان سلامتي سان ڪناري تي اچي.(محبت جي سمنڊ مان ڪناري تي اچڻ بدران ٻڏڻ ۾ ڪاميابي آهي.)

**من وآن حلقۂ زلفی کہ زنجیر صبا گردد ،**

**ولی آن پر تو حلےکہ عالم را صبا گردد.**

معني : آئون ۽ اهو زلفن جو ڳٽ جيڪو صبح جي هير لاءِ زنجير ٿئي ٿو پر اهو ته حسن جو جلوو دنيا لاءِ صبح جي هير هجي ٿو.(دنيا لاءِ هير مون لاءِ زنجير)

**نیاید بوئی پیراہن بغیر از جانب یوسف،**

**ہمہ عمری اگر یعقوب دنبال صبا گردد.**

معني : يوسف کانسواءِ قميص ۾ بوءِ اچي نه ٿي سگهي پوري ڄمار جي يعقوب عليه السلام صبا جي پويان هلندو هجي.(بوئي يوسف جي صبا ته پهچائيندڙ)

**بنازم زلف خوبان را کہ بھر سایہ افگندن،**

**گهی سنبل شود بر روگہے بال ہما گردد.**

معني : سهڻن جي زلفن تي ناز اٿم ڇو ته مون تي سندن سايه وڌو اٿن ڪڏهن سندم منهن تي سنبل بنجن ٿا ڪڏهن هما جا کنڀ ٿين ٿا.

**نہ بابیگانہ نشیند ندارد الفت خویشان،**

**دلی کوبا سرزلف پریشان آشنا گردد.**

معني : نه ڪي ٻين سان وهي نه ڪي پنهنجن سان الفت رکي ٿو پر سندس دل پکڙيل وارن جي چوٽين جي واقف هجي ٿي.

**سپردم دل بسودایت کہ شاید بانوا گر دم ،**

**چہ دانستم کزین سودا دلم ہم بینوا گردد.**

معني : پنهنجي دل تنهنجي عشق جي حوالي ڪيم ته من آرامي ٿئي ان عشق مان معلوم ڪيم ته سندم دل ئي بي آرامي تي ويئي آهي.

**ز تا ثیر جنون گشتم چنان مشهور در عالم،**

**رسد با کیمیا چون مس وجود کیمیا گردد.**

معني : چريائي جي اثر ڪري دنيا ۾ اهڙو مشهور ٿي ويو آهيان ڇو ته ٽامون ڪيميا جي عمل ڪري سندس وجود سون ٿي ويندو.

**مکش داروئی بینائی صبا بیہودہ درچشمم ،**

که در چشم گرفتاران غباری طوطیا گردد.

معنيٰ : اي صبا منهنجي اکين مان ڏسڻ جو علاج ختم ڪرڻ جي بيهودگي نه ڪر ڇو ته ورتلن جي اکين ۾ ڪٽر به توتيو ٿي ويندو.

بکام خویش تن مخفی محال است آنکه بنشیند،

کسے کز ہمنشین خود بنا کامی جدا گردد.

معنيٰ : اها ڳالهه محال آهي ته پنهنجي ڪاميابي ڪري ڪو مخفي ٿي ويهي رهي ۽ سندس دوست ناڪامي سبب ڪائنس جدا ٿي وڃي.(دوستي ۾ ڪاميابي ۽ ناڪاميابي دوستن جي گڏيل آهي.)

## غزل45

دلے که محرم درد دلی ماگردد،

چسان زمردم بیگانه آشنا گردد.

معنيٰ : اهڙي دل جيڪا اسان جي دل جي ڏکن جي محرم هجي ۽ اها اهڙي دل هجي جيڪا ڌارين ماڻهن کان به واقف هجي. (منجهس پنهنجائي ۽پرائي جو تفاوت هجي)(لا الاه جي ڇاڻ آهي تڏهن .الا الله آهي)

بهر دیار که گرد بلا بر انگیزد،

مرا بدیدۀ امید تو تیا گردد.

معنيٰ : هر ملڪ جنهن ۾ مصيبتن جي لٽ لڳندڙ هجي اسان جي اميد جي اک جو توتيو بنجي ٿو.عسر کان پوءِ سير.

مکن تکبر جاه و منازبر دولت،

که از ہوائےمخالف غنی گدا گردد.

معنيٰ : مرتبي تي تڪبر نه ڪر ۽ دولت تي ناز نه ڪرڇو ته مخالف هوا جي خوف کان آزاد گدا هجي ٿو.

ز داغ درد جدائی دل فلک سوزد ،

دران زمان که دلی از دلی جدا گردد.

معنيٰ : جدائي جي ڦٽ جي ڏک کان آسمان جي دل سڙي پئي .ان وقت جڏهن دل پئي دل کان جدا ٿئي ٿي.

من و محبت درد بر ہوائے سو دایت،

که سایه اش بسرم سایۀ ہما گردد.

معنيٰ : آئون ۽ تنهنجي عشق جي چريائي کان سندم سر خالي ، جنهن جي ڇانءَ سندم لاءِ هما جو سايه ٿو ٿئي؟

شب گذشت وشمع می روشن به بزم مانشد،

صبح شد در خواب غفلت چشم دل بينانه شد.

معنيٰ : رات گذري ويئي پر شراب جي شمع اسان جي ڪچهري ۾ روشن نہ ٿي غفلت جي ننڊ ۾ صبح ٿي ويئي پر اسان جي اک ڏسڻ واري نہ ٿي.(تهجد ضايع ٿي ويو ان ڪري مناجات واري اک بند رهي)

پر خمار آلوده می آب است وبد مست آتش است،
آب و آتش جز ببزم ميکشان يکجا نشد.

معنيٰ : شراب خمار ڀريل پاڻي آهي ۽ بدمستي واري باهہ پاڻي ۽ باهہ پيئندڙن جي ڪچهري کانسواءِ گڏ نہ ٿيا.

ظاهر دپنهان زبهر خاطرم در روزگار،
فتنۀ کر گان مگر از مر زبان پيدا نشد.

معنيٰ : منهنجي خيال ۾ دنيا جيون ظاهري توڙي اندروني حالتون بگهڙن جي لڙائي آهي فرق اهو آهي تہ هر جهنگلي حالتن ڪري آهن هي ائين آهن..

بوئی يوسف کرد بينا ديدۀ يعقوب را،
ورنہ با باد صبا چشم کسے بينا نہ شد.

معنيٰ : يوسف جي بوءِ يعقوب جي اک کي بينا بنائي ڇڏيو باقي صبح جي هير کان ڪنهن جي اک بينا نہ ٿي آهي.(نسبت ۽ تعلق جو اثر)

بی مربی هيچکس در هيچ جا کاری نساخت،
بی مددگاری ابری قطرۀ دريا نشد.

معنيٰ : مربي کانسواءِ ڪير بہ ڪٿي بہ ڪم نہ ٿاهي سگهيو آهي مددگار کانسواءِ ڪڪر جو ڪوبہ ڦڙو دريا نہ ٿو ٿي سگهي.

نی مرا آرام در شهرو نہ در وادی قرار،
همچو من در عشق مجنون دگرپيدا نہ شد.

تشڙيح : مونکي نہ شهر ۾ آرام آهي ۽ نہ ٻهراڙي ۾ ٽڪاءُ مون جهڙو عشق جي دنيا ۾ ڪوبہ مجنون پيدا نہ ٿيو آهي.

شد چنان مخفی ز دستم دل کہ چندان بينمش ،
در درون سينہ زان نام و نشان پيدا نشد.

معنيٰ : منهنجي دل سندمر هٿن سان ائين مخفي ٿي جو ڪٿي ڏسانس سيني ۾ تہ سندس نالو ۽ نشان نہ رهيو آهي.

## غزل 47

غنچۀ لعل لبت گراز تغافل بشگفد،
بشگفم چون بلبلے کز ديدن گل بشگفد .

معنيٰ :تنهنجي لال (ڳاڙهن) چپن جي مکڙي جي بي خبري ڪري ٽڙي ٿي( ڪلڻ سان) آئون ائين ٽڙان ٿو (خوش ٿيان ٿو) جيئن بلبل گل جي ڏسڻ سان ٽڙي ٿي.

گر صبا آرد شميم پيرهن سوئی چمن،

غنچۀ را دل درون سينہ چون گل بشگفد.

معنيٰ : جي صبا پيراهڻ( يوسفي) جي مهڪ باغ ڏانهن آڻي تہ مکڙي جي دل سينہ مان اڏامي گل جيئن ٽڙي پوندي.

بر دماغم ميخورد از بيد ماغی بوئی گل،

خاطر آشفتہ ام از نشۀ مل بشگفد.

معنيٰ : منهنجي دماغ ۾ سندم بي دماغي گل جي خوشبوءِ پيدا ڪري چڪي آهي هاڻي دل پريشان اٿم ان ڪي تہ ملولائي جو نشوئي ٽڙائي سگهي ٿو.

غنچۀ و طبعم نمی خندد بشورستان ہند،

ہمتے ياران کہ او گلزار کابل بشگفد.

معنيٰ : سندم طبيعت جي مکڙي هند جي شورستان ۾ ٽڙيئي نہ ٿي دوستو همت ڪابل جي باغيچي مان ٽڙي سگهي ٿي.

پا بدامان محبت کش مخفے عاقبت ،

در بيابان لالۀ را دل از تحمل بشگفد.

معنيٰ : محبت جي دامن ۾ قدم رک اي مخفي چو تہ آخرڪار لالہ گل جي دل بہ بيابان ۾ گهڻي ڪاند بعد کلي ٿي.

# غزل48

نو ميدٔ ديدار توتا چند توان بود،

تا چند با ميد تو خر سنده توان بود.

معنيٰ : سنديءِ ديدار کان نا اميد ڪيترو ٿي سگهجي ٿو پر وري سنديءِ ديدار جي اميد کان بہ ڪيترو مسرور رهي سگهجي ٿو. (ڪڏهن ديدار جي جهلڪ تہ ڪڏهن فراق جي هلڪ عاشق لاءِ بہتي سور .( الايمان بين الخوف والرجاء. نا اميدي ني تہ اوڏي ٽئين اميد ڪي)

لب تشنہ و دل خستہ وسر گشتہ و حيران ،

304 بادرد وغم ہجر تو تا چند توان بود.

معنيٰ : اڃايل چپ دل هيڻي مٿو ڦريل ۽ حيران هاڻي سند ڏک ۽ غم کان جدا ڪيئن ٿو ٿي سگهجي.(علامات عاشق وجود عشق ان ۾ جدائي آهيئي ڪانہ)

گر گفت وشنو دغم ہر روز نبا شد ،

صد سال بزنجيربلا بند توان بود

معنيٰ : جيڪڏهن غم جي ڳالهه پولهه هر روز نہ هجي تہ پوري صدي ٻيڻين وارو قيد ٿي پوي(پوري عمر)

**پيمانۂ اميد چون بشکست دلاچند،**
**بيهوده ز انديشۂ پيوند توان بود.**

معنيٰ : اي دل تنهنجو جيڪڏهن اميد جو پيمانہ ڀڄي پئي تہ پوءِ ان کي پيوند ڪرڻ جو خيال اجائي ڳالهه هجي ٿي.

**مخفے قدح توبہ شکن بر لب دل ريز،**
**آشفتہ چنين چند ز سو گند توانبود.**

معنيٰ : اي مخفي قسم ٽوڙ پيالو پنهنجي چپن تي اوت ڪيترو انهن قسمن جي ڪري ماٺهو پريشان ٿيندو. ( نافرماني کان بيزاري جي طبع بنا ڪيترو وقت قسم کڻي نہ ڪرڻ جو وري ڪندو رهندي)

## غزل49

**دردلم تا کی خيال خام دنيا بگذرد ،**
**بر سرم تا چند اين آشوب سودا بگذرد.**

معنيٰ : دنيا جا خام خيال منهنجي دل تي ڪيترو ايندا رهندا منهنجي دل تي ڪيترا رهي پريشاني وارا ٺلا خيال هلندا رهندا.

**بگذرد ہر کہ خيال عاقبت در خاطرم،**
**شعلۂ آہ دلم از سقف مينا بگذرد.**

معنيٰ : آخر ڪار منهنجي دل ۾ جيڪي بہ خيال هوندا اهي گذري ويندا منهنجي دل ۾ جيڪا آه پيل آهي اها مينا جي ڇت کان مٿي ويندي.

**بر محبت می فزايد در سر بازار عشق ،**
**بر سر عاشق ز رسوائی چہ غوغا بگذرد.**

معنيٰ : محبت جي ڪري عشق جي بازار مٿي ۾ وڌي ٿي وڃي عاشق تي خواري جا ڪيترا آواز ڪسجن ٿا.

**شب شود دہر روز بر اميد فردا روزمن،**
**حيف زين عمری کہ براميد فرد ابگذرد.**

معنيٰ : صبحاڻي جي اميد تي منهنجو هر ڏينهن رات بينو پيو آهي ان عمر تي بہ افسوس آهي جيڪا صبحاڻي جي اميد تہ گذري ٿي.

**بعد زين مخفے من و پاس دل فارغ ز غم،**
**تابکے عمری گرامی در تمنا بگذرد.**

معنيٰ : ان بعد آئون مخفي ۽ دل جو غم کان خالي حصو ڪيستائين عمر عزيز تمنائن ۾ گذاري ڇڏبي.

## غزل50

ستم از حد گذشت آه سحر افرا ختن دارد،

زهر آلوده تیری نالۂ انداختن دارد.

معنيٰ : ستائڻ حد کان وڌي ويو آهي، اسر واري آه تہ رکجڻ جو ارادوئي نہ ٿي رکي زهر گڏيل تير تہ لڳڻ لاءِ رڙيون پيو ڪري

ستمگاران نمی دانم کہ کراغارت کند امشب،

سپاه نالۂ و آہم ہوائے تاختن دارد.

معنيٰ : ظالمو مونکي خبر نہ آهي اڄ رات ڪنهن تي راتاهو لڳندو منهنجي رڙين ۽ آهُن جو لشڪر حملي ڪرڻ جو عشق رکي ٿو.

دل افسرده ام تا کی درون سینہ ام باشد ،

چون گل پژ مرد ہ شد از دست خود اندا ختن دارد.

معنيٰ : سندم پريشان دل ڪيستائين سيني ۾ رهندي پنهنجي ئي ڪٺي سان ڪومائجي ويئي آهي ڪومايل گل جيئن هاڻي ڪرڻ چاهي ٿي.

اگر پروانہ را سوزد پروبالی عجب نہ بود،

درین آتش رابا شمع چون بگداختن دارد.

معنيٰ : جيڪڏهن پرواني پنهنجا ڪنب ۽ ڪنيڙ اٿيون ساڙي ڇڏيا آهن تہ ڪهڙو عجب انهي باهہ ۾ مڪمل شمع پنهنجي جان ساڙهي ڇڏي اٿس.

بروی داد اول اے فلک از من دعا کردی،

ز بهرامتحان یکبار دیگر باختن دارد.

معنيٰ : انصاف طور پهرين تو اي آسمان مون لاءِ دعا ڪئي هاڻي ٻئي ڀيري وري امتحان طور مونکي هارڻ جو ارادو رکين ٿو.

ترا صرف غم دنیا تمامی عمر شد مخفے،

بکار آخرت ہم بساعتے پرداختن دارد.

معنيٰ : تو کي ساري دنيا جي غم ڪمائڻ جو پوري عمر ارادو ٿيو آهي مخفي آخرت جي ڪم لاءِ بہ ٿورو وقت مشغول ٿيڻ جو خيال ۾ رک.

## غزل51

مستان شب مستی در میخانہ بہ بندند،

درابرخ محرم و بیگانہ بہ بندند .

معنيٰ مست مستي واري رات شراب خانہ جو دروازو بند ڪن ٿا، پنهنجي در وازي کي پنهنجي ۽ پرائي تي بند ڪري ڇڏين ٿا .

تا راز نہان می دما فاش نگردد،

اول دہن شیشہ وپیمانہ بہ بندند.

معنيٰ : جيستائين اسان ۾ شراب جي اندروني نينهن جو راز ظاهر نٿو ٿئي ڀهرين بوتل جي منهن سان واعدي بندي ٿئي ٿي.(شراب جي بوء بوتل مان نہ پر منهن مان ايندي آهي)

در بزم طرب شمع اگر نور نہ بخشد،

خاکستر من بر پر پروانہ بہ بندند.

معنيٰ : جيڪڏهن ڪچهري ۾ شمع جي تازگي روشني نہ ٿي پکيڙي تہ منهنجو ڦلهيار بہ پروانہ کي قيد ڪري ڇڏيندو.(منهنجو ڦلهيار شمع جو ڪم ڏيندو)

ارباب سخن عمر گرامی بہ تعب رفت،

تاکی سخن پوچ با فسانہ بہ بندند.

معنيٰ : ڳالهہ ڏٺين جي پوري عمر تہ تڪليف ۾ گذري ويئي ڪيستائين ڳالهہ افساني جي هڙ ۾ ٻڌندا رهندا.

تا عہد وفا صورت نقصان نہ پذیرد،

مخفی بتو غم عہد بزر گانہ بہ بندند.

معنيٰ : جيستائين وفا جو وعدو نقصان جي صورت نہ ٿو قبول ڪري اوستائين اي مخفي توسان وڏا پنهنجي واعدي تي قائم آهن. (تون نہ ٽوڙ اڳيان ٽوڙڻ نہ آهي)

## غزل 52

دل زدستم رفت یاران فکر حال دل کنند،

مرغ مارا پیش با زآرند تا بسمل کنند.

معنيٰ :منهنجي دل هٿ مان نڪري ويئي آهي فڪر جا سائين دل جو حال پيا بيان ڪن، منهنجي پکي کي باز اڳيان ڏيئي کهائين پيا.

پیش للیعقل زدانش دم زدن دیوانگیست،

گفتگوی عقل را بامردم عاقل کنند.

معنيٰ : بي عقل اڳيان عقلمندي جيون ڳالهيون چريائي آهي عقل واري گفتگو عقل مندن سان ڪرڻ گهرجي.

دل درون سینہ ام از دل نمی یا بم نشان،

نکتہ سنجان معانی حل این مشکل کنند.

معنيٰ : سيني واري دل جو سيني ۾ تہ نشان ئي نہ ٿو لهيم حقيقت شناس نڪتہ سنج دوست انهي مشڪل جو حل ڳولين.

زند گانی غافلان خواب وخیال وبیش نیست،

حیف اوقاتی کہ صرف صحبت جاہل کنند.

معنيٰ : اي بي خبرو زندگي خواب ۽ خيال کان وڌيڪ ڪجهه به نه آهي انهن وقتن تي افسوس اٿم جيڪي جاهل جي صحبت ۾ وقت صرف ٿين.

**بس که دردل داغ دارم لالۂ روید بر زمین،**
**بعد مردن گر مرا مدفون بزیر گل کنند.**

معنيٰ : منهنجي دل جو تمام وڏو داغ زمين تي لاله گل ڦٽي اپاڙي ٿو۽ مري وڃڻ بعد مونکي ان گل جي هيٺان دفن ڪن.

**می کشان ساغر بد ستمم جملہ پی در پی کنند،**
**ناز جام آرزویم مست ولیعقل کنند.**

معنيٰ :پيئندڙ سندم هٿ ۾ مسلسل جام ڏيندا رهن ٿا(انهي ڪري ڏين ٿا) ته سندم مقصدي جام کان اڻ ڄاڻ بنائي ڇڏين.

**شد بنائی کشتی عمرم بطوفان بلا ،**
**330 دیدۂ و دل تا کے اندیشۂ ساحل کنند.**

معنيٰ : منهنجي عمر جي ٻيڙي جي شروعات مصيبتن جي طوفان سان ٿي ويئي آهي هاڻي دل جيون اکيون ڪيستائين ڪناري تي پهچڻ جوفڪر ڪن.

**من وعشقے کزان آتش بشمع جان من گیرد،**
**من و دشتی که خار محبتش دامان من گیرد.**

معنيٰ : آئون ۽ ان باهه جو عشق جنهن منهنجي زندگي جي شمع تي قبضو ڪري ڇڏيو آهي آئون۽ صحرا جنهن جي محبت جي ڪنڊي منهنجي دامن کي پڪڙي ورتو آهي.

**ز بس اشک ندامت ریختم از دیدۂ می ترسم،**
**که عالم رامیان موجۂ طوفان من گیرد.**

معنيٰ : ڳڪائي جا لڙڪ تمام گهڻا وهائي چڪو آهيان هاڻي اکين مان خوف اٿم ته متان ساري دنيا کي طوفان جي لهرن سان وڪوڙي وٺن.

**چنان شد روشنی در دہر نا پیدا که در دیده،**
**چراغم روشنی او ظلمت زندان من گیرد.**

معنيٰ : دنيا ۾ روشني ايتري گهٽ ٿي ويئي آهي جو منهنجي اکين جي شمع به پنهنجي روشني منهنجي قيد خاني جي انڌيري مان حاصل ڪندي آهي.

**غریق ہجر واز وہم باین امید خر سندم،**
**که شا ید دست من با رد گر جا نان من گیرد.**

دل من بلبل عشقت وداغ دل گلستانش،
فنا ديوار آن باغ وبقاحد خيا بانش .

معنيٰ : منهنجي دل تنهنجي عشق جي بلبل آهي ۽ ان جي محبت جو ڏنل ڏنبُ منهنجي دل جو باغ آهي، ان باغ جي چو ديواري تہ فنا آهي باقي سندس ميدان جي حد باقي آهي.

دلی کز درد تنهائی وچشم صبر خون گريد،
بيابان را کند رشک گلستان چشم گردانش.

معنيٰ : اهڙي دل جيڪا اڪيلائي جي ڏک ڪري سندس صبر جيون اکيون رت ٽي پيئون آهن، جيڪو رڻ پٽ کي اهڙي نظر عطا ڪري ٿو جنهن تي زماني جو باغ رشڪ ڪري ٿو.

اگر ديوانہ عشقے مگردان روئی زين وادی ،
کہ اين وادی رہ عشقست نا پيدا است پايانش.

معنيٰ : جيڪڏهن تون عشق جو چريو نہ آهين وادي کان منهن ڦيرنہ ڪر، چو تہ هي عشق جي واٽ واري وادي آهي جنهن جو ڪنارو انتهاءِ وارو نہ آهي.

بيابانی کہ درو حشت جگر از سير بستاند ،
نہ آن وادی کہ گل باشد خس وخار مغيلانش.

معنيٰ : اهڙو رڻ پٽ جنهن جي سير ڪرڻ کان جگر چير جي وڃي ٿو هي اها وادي ڪانهي جنهن ۾ گل هجن ٿا ٻيرن جا ٻيلا ۽ سندن ڪنڊا .

اگر ديوانہ عشقت کشد باری درين وادی ،
کہ دم سر کشتگی هم درد باشد ماه کنعانش.

معنيٰ : جيڪڏهن عشق جي چريائي ڪڏهن ان وادي ۾ توکي آڻي ڪيڏي، تہ مٿي جي ڦيري پوري ٻلڻ جي ڏکن سان گڏ ان جو چنڊ ڪنعاني آهي.

نهال باغ عاشق پيشگان يا رب چہ بار آرد،
کہ بوئے خون دل می آيد از ديوار بستانش.

معنيٰ : اڳين عاشقن جي پوکيل وڻ اي مالڪ ڪهڙو ڦر ڏنو آهي، جن جي دل جي رت جي خوشبو پئي اچي سندن باغ جي ديوار مان.

بدل پوشيده ام گر جامۂ عشق بتان اما ،
ز چاک دامن غم کرده ام طوق گريبانش.

معنيٰ : دل اندر معشوق جي عشق جو جامر لڪائي رکيو اٿم پر غم جي دامن کي چيري لڪائيندڙ مان نروار ٿي پيو.

کلاه قيصر نازم کہ دست جم نشان او،

نهد از روئی استغنا بفرق تاج خاقانش.

معني : قيصر جي تاج جهڙو فخر اٿم ڇو تہ سندس هٿ جو جام نشان هر غم جو آهي، اهو اهڙي استغنا ٿو ڪري جو خاقان جو تاج بہ هن ڪان مقابلي ۾ گهٽ آهي.

دل ز غم پروری مخفی هوائے گلشن دارد،

کہ خط استویٰ باشد مقابل با خیابانش.

معني : مخفي جي دل سندس غم جي سانڍڻ ڪري گلن جي باغ جي سڳند رکي ٿي، ڇو تہ اها خط استوا آهي سندس رفتار جي ميدان جي مقابلي ۾.( ڏکڻ وڃي يا اتر سج خط استوا تي ايندو.)

من وعشق گرفتاری دل واندیشہ حسنی ،

کہ زنجیر جنون باشد سر زلف پریشانش.

معني : آئون ۽ عشق جي پڪڙ دل ۽ سندس سونهن جو فڪر، ڇو تہ چريائي جي زنجير آهي سندس پکڙيل وارن جيون ڇوٽيون.

با فسون برنمی آید مرا سودائے عشق او،

ببد را ہی نمی گردد ز راہ دین مسلمانش.

معني : ٽوٽڻ ۽ ڦيٽڻ سان سندس عشق جي چريائي مون مان نٿي نڪري سگهي، ڦريل واٽ تي ڪٿي ٿو هلي سگهي جيڪو سندس دين جي واٽ قبولي مسلمان ٿيو آهي.

مؤدب می کشد بیہودہ از رنج سبق دادن،

فلانہ او زبان خود بود طفل وبستانش.

معني : استاد بي فائدي ڪوشش ڪري پيو جو پڙهائڻ جي تڪليف پيو ڏي . اي فلانا تون تہ پنهنجي بيان ڪرڻ سان ان جي مدرسہ جو ٻار پيو لڳين.

دو طاق است در عالم چہ درصورت چہ در معنی،

یکی طاق خم ابرزو دیگر طاق ایوانش.

معني : ٻہ پڙ آهن دنيا ۾ ظاهري ۽ معنوي اعتبار سان، هڪ پڙ سندس ڏنگن ڀروئن جو ٻيو سندس ڪليل روشن منهن جو.

تعجب نیست گر روشن شود زان چشم نا بینا،

کہ مرہم می نہد بر زخم از گرد نمکدانش.

معني : ان ۾ ڪا بہ عجب جهڙي حقيقت نہ آهي جو انڌي جيون اکيون انڪري روشن ٿين، جو سندس لوڻ واري شيشي مان ان جي اکين جي ڦٽ تي لوڻ جو ملم ٻرڪيو ويو آهي.

عبث باشد بہ بزم عشق گر مجمر بر افروزی ،

**ڪه فيض گلستانست پنهان زير دامانش.**

معنيٰ : اهو اجايو آهي جو عشق جي مجلس ۾ تون ٽانڊڻ کي ٻارين، هن باغ جو فيض ته سندس پلوءَ جي هيٺان لڪل آهي.

**شود عاصی کسی کو جامۂ ماتم سیه دارد،**

**حیات جاودان دارد شهید تیغ برانش.**

معنيٰ : اهو نافرمان آهي جو ڪارا ڪپڙا پائي ماتم ٿو ڪري، جيڪو تيز تلوار جو شهيد آهي اهو هميشه لاءِ حيات آهي.

**کشودن چشمه معنی میسر نیست بی فکری ،**

**بجائی در بود آتش نهان در قعرعمانش.**

معنيٰ : بي فڪري شخص کي حقيقت جو چشمون کلڻ ممڪن ئي ڪونهي، ان کي عمان جي موتي عيوض اونهي ڪاهي جي تر مان باهه حاصل ٿيندي.

**ازان در پرده ظلمت نهان شد چشمۂ حیوان ،**

**ڪه آب از چشمۂ کوثر خورد خضر بیابانش.**

معنيٰ : انهي ڪري اونداهي جي پردي ۾ حياتي جو چشمون لڪل آهي، ڇو ته ڪوثر جي آب حيات جي ميدان مان خضر پاڻي پئي ٿو. (ڪوثر جو ڏٺي خضر نه آهي بلڪ پيو آهي)

**نبود آثار کفر ودین ڪه هفت اقلیم عالم را،**

**بزور قوت بازو گرفت از کفر ایمانش.**

معنيٰ : ڪفر ۽ دين جي تميز هئي ئي ڪانه جڏهن پوري زمين جي ستن ئي ولايتن تي قبضو ڪري ورتائين، پنهنجي ايمان جي طاقتور هٿ سان( ڪفر تي قبضو ڪري ورتائين.)

**عبث این طرز ایمانت برسم کفر می خندد ،**

**رواج دین اسلام است کفر کافرستانش.**

معنيٰ : تنهنجي ايمان جو موجوده طريقو اجايو آهي جنهن تي ڪفر به کلي پيو، اهو ڪو دين اسلام وارو طريقو ڪافرستان جو ڪفر آهي.

**محبت بر دل غمدیدۂ هر کس که غالب شد،**

**گهی بینند خندانش گهی یا بنند گریانش.**

معنيٰ : جنهن به غم واري دل تي محبت جو غلبو ٿئي ٿو، ته ڪڏهن کيس کلندي ۽ ڪڏهن کيس رئيندي ڏسيو.

**مدرس درس ازان گوید ڪه فیض صحبتش یابد،**

**ندارد احتیاج گریه زاری ذوق وجدانش.**

معنيٰ : مدرس انهي ڪري سبق پيو پڙهائي جو وٽانئس فيض حاصل ڪيو اٿس ، انکي نہ رئڻ نہ زاري ڪرڻ نہ ذوق ۽ نہ وجدان جي ضرورت آهي.

**شرافت نیست گر لوح مزارم فرش مسجد شد ،**

**زیارت خانۀ قدس است بر قبر شهیدانش.**

معنيٰ : اها شرافت ڪانهي جو منهنجي مزار جي نالي واري سر ڏسي انکي سجده گاه بنايو وڃي، شهيدن جي قبرن جي زيارتگاه بہ پاڪ لاڳاپن جي ڪري آهي.

**نبا شد گر چراغی بعد مردن بر سر قبرم،**

**بود قبر مرا کافی چراغ لوح ایمانش.**

معنيٰ : منهنجي قبر تي سندم مرڻ بعد ڪوبہ ڏيوروشن نہ هجڻ کپي . اسان لاءِ اها قبر ڪافي آهي جنهن جي مهاڳ تي ايمان جو چراغ هجي.

**ز درد ناتوانیها چو شد کار دلت از دست ،**

**تو خواهی درد افشان کن تو خواهی راحت افشانش.**

معنيٰ : ضعيفي ۽ اندر جي سور ڪري تنهنجي دل هٿ مان نڪري ويئي آهي ، هاڻي تون پنهنجا سور وکير يا ان جي طرفان ڏنل راحت وکير.(تنهنجي سورن ۾ ان طرفان راحت ملندي)

**محبت درس می گوید خود سرگرم استاداست ،**

**چو مجنون است سر گردان کہ تا گیرد گریبانش.**

معنيٰ : محبت محنتي استاد بنجي سبق پڙهائي ٿي ، مجني وانگر پريشان ٿي ان جي گلي ۾ پڪڙي ٿي.

**ملامت ز آسمان بارد ندامت از زمین روید ،**

**گرفتار محبت راز افغان درد حر مانش.**

معنيٰ : آسمان مان ملامت وسي ٿي ۽ زمين مان ندامت اڀري ٿي ، محبت ۾ ورتل کي سورن جي رڙين ڪري محرومي عطا ٿئي ٿي.

**چہ شد آن پر تو خور شید عالم تاب رایا رب،**

**کہ پیدا نیست آثاری ز نام لعل در کانش.**

معنيٰ : دنيا کي روشن ڪندڙ سج جي روشني کي اي رب ڇا ٿيو جو ان جي کاڻ مان ڪنهن بہ لال جو نشان نٿو ملي.

**بزعم شادمانی غم وطن در سینۂ من کن ،**

**کہ دارد رونق آبادی دلهائے پریشانش.**

معنيٰ : غم جو منهنجي سيني کي وطن بنائڻ جي خيال واري خوشي مونکي عطا ڪر، جو تہ ان سان ئي منهنجي پريشان دل کي آٿت عطا ٿئي ٿي.

کسی را میرسد لاف محبت باغم جانان ،
کہ گوئی سر کند اول بجائی گوئی چو کانش.

معني : محبوبن جي غم جي ڏاڍ اهو لڳائي سگهي ٿو جو سر قربان ڪري، جي ڊوڙ ۾ گهوڙا ڊوڙ کان اڳيرو هجي.

نهانی گریہ ودارم ز دل دز دیدہ دز دیدہ ،
ازمام صبر را تابی ندارد تاب افغانش.

معني : دل ۾ لڪي چوري چوري رئان ٿو صبر جي واڳن کي سندس رڙن جي تاب جو مقابلو نہ ٿو ٿئي.

پریشان نافہ دارد دل غمدیدہ در سینہ ،
زمامہ صبر را دادہ بدست موج طوفانش.

معني : غم واري دل پريشاني جو ہيڙو سيني ۾ سانڍيو ويٺي آهي، صبر جيون واڳون طوفاني لهرن جي حوالي ڪري ڇڏيائين آهي.

باوج مسند ہمت روان شد نالۂ زارم ،
تو صبر آہستہ میرو کہ برہم میخورد شانش.

معني : منهنجيون عاجزي واريون رڙيون نهايت اچائي ۾ همٿ سان مسند نشين آهن، تون نهايت ئي آهستگي سان پيووڃ جو متان سندس شان جي ڪري ڪاوڙ جي پئي.

سمند ہمت اندیشہ زین کرد است می خواہم ،
بر غبت جانفشا نیہا کنم در پیش جولانش.

معني : فڪر جي همت واري گهوڙي کي تيار ڪري هاڻي چاهيان ٿو تہ، پوري شوق ۾ تڪليفن سان سندس اڳيان پنهنجو جوش ظاهر ڪريان.

## مطلع ثاني

دلم مرغ سحر خیز است وداغ پنبہ بستانش ،
شرار شعلۂ آہ جگر سرو گلستانش.

معني : منهنجي دل سحري وارو جا ڳنڌڙ پکي آهي ان جي ڏنڀ تي رکيل سندس پٽي باغ آهي، ۽ جگر جي آه مان نڪرندڙ شعلن جا اُلا ان باغ جا سرو وڻ آهن.

بنازم عند لیبی را کہ در راہ وفاداری ،
قفس شد آشیان آنرا وصبر آمد گلستانش.

معني : ان بلبل تي ناز اٿم جيڪا وفاداري جي واٽ ۾، جنهن جو پڃرو قيد بنجي ويو صبر ڦري باغ بنيو.

وجود بے وجود من بمن ہموارہ در جنگ است ،

**که مشت استخوانش را برم سوئی حرامانش.**

معنيٰ : منهنجو وجود جيڪو آهي ئي ڪونه مون سان ويڙه لاءِ تيار آهي ، رڳي هڏن جي مٺ محرومي جي طرف وٺي وڃانس ٿو.

**دل غمديدهٔ مخفي چون بلبل زار مے نالد ،**

**ز درد داغ تنهائی کجا افتد رفيقانش.**

معنيٰ : مخفي جي دل غمن ڳڏيل ضعف بلبل وانگر پئي رڙي . اڪيلائي جي ڏنين جا ڏک آهن سندس ساٿي الهجي ڪٿي رهجي ويا.

**چو ناياب ست در عالم بهر جا دامن شوقی،**

**ترا آيد بدست ايدل مده از دست آستانش.**

معنيٰ : پوري دنيا جي هر حصہ مان شوق جو دامن اڻ لڀ ٿي چڪو آهي ، پر توکي جڏهن اهو دل حاصل ٿي ويو آهي تہ ڪڏهن بہ پنهنجي هٿ سان انجو آستان نہ ڏجان.

**دل من سخت مي نالد ز بس سوز جگر دارد،**

**ندانم چون کند آخر بمن اين سوز افغانش.**

معنيٰ : منهنجي دل تمام گھڻو رڙي پئي ڇو جو جگر جي ساڙي ڪري گھڻو سور اٿس، مونکي سمجھ ئي نہ اچي تہ سندس رڙين ۽ دانهن جو آخر ڪهڙو نتيجو نڪرندو.

**غم تنهائی و درد جدائی برد آرامم ،**

**بر آورد از نهادم دود کلفت وداغ هجرانش.**

معنيٰ : اڪيلائي جي غم جدائي جي سور منهنجو آرام ختم ڪري ڇڏيو آهي ، هاڻي منهنجي سلي مان ڪلفت جو دونهن ۽ جدائي جو ڏنپ ظاهر ٿي چڪا آهن.

**بتهمت کرد در زندان مرا دشمن بحمد الله،**

**بزور صبر بشسکتم کليد قفل زندانش.**

معنيٰ : الله تعالا لاءِ واڪاڻ جو دشمن تهمت هڻي مونکي قيد ڪرائي ڇڏيو آهي ، صبر جي ڪنجي جي زور سان قيد جي تالي کي ٽوڙي ڇڏيم.

**سر مداحی دارم دل انديشه من رفتم،**

**که تا صيقل کند آئينه خورشيد تابانش.**

معنيٰ : ثناءِ جو خيال رکان ٿو پر فڪر واري دل ڪٽي ويس ، اهو تڏهن ٿيندو جو سندس سج چمڪندڙ جو آئينہ سراڻ ڪندو.

**بود انديشهٔ دل را اگر در آستين دستے،**

**برون آرم من ازکان سخن لعل بد خشانش.**

معنيٰ : جيڪڏهن دل جي سوچ جو سندس آستين تي قبضو هجي ها، ته ڪر آئون سندس ڪلام جي کاڻ مان بدخشاني لعل ڪيڍي اچان ها.

**شدم مالک نصاب واز بلائی آسمان رستم،**

**زدم از جان ودل دست توکل تا بد امانش.**

معنيٰ : نصاب جي مالڪ ٿيڻ ڪري آسماني مصيبتن کان آزاد ٿي ويو آهيان، دل ۽ ساه جو هٿ پروسو ڪري سندس ئي دامان ۾ لڳائي ڇڏيو اٿم.(نصاب تصوف ستر هزار ڪلمي جو ورد آهي)

**حیات جاودان بخشد خدنگ ناز استغنا ،**

**که باشد چشمۂ حیوان درون زخم پیکانش.**

معنيٰ : سندس بي پرواهي ۽ ناز جي تير ڪري مونکي هميشگي واري زندگي عطا ٿي آهي، ڇو ته سندس ٻٽي مان نڪتل تير جو زخم منهنجي لاءِ حياتي واري چشمي جو پاڻي آهي.

**قبول افتد اگر ازمن دل غم پرو ر خودرا،**

**نهم بر سفرۂ همت بسان مرغ بریانش.**

معنيٰ : جي منهنجي غم ڀريل دل سندن دروازي تي قبوليت حاصل ڪري سگهي ٿي ، ته آئون سندن همٿ جي دستر خوان ڀڳيل تي پکي وانگر پيش ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

**بگو نوح نبي الله که کشتی تابکے پشتی،**

**درین دریائے بی پایان که پیدا نیست پایانش.**

معنيٰ : حضرت نوح الله جي نبي کان پڇو ته ڪيستائين ٻيڙي جي پٺي تي هوندين هن سمنڊ ۾ هي ته اهو سمنڊ آهي جنهن جو ڪنارو ظاهر ئي ڪونهي.

**مکن آشفتگی کن یاد ایام گرفتارے،**

**که از زندان دلگیری برون آرد رفیقانش.**

معنيٰ : پريشاني نه ڪر قيد وارو زمانو ياد ڪر ، ڇو ته دل وٺڻ واري قيد مان سندس ئي رفيق آزاد ڪن.

**متاع قیمتی وعمر قیمت رانمی دانی ،**

**نمی دانی چو قیمت را مده از دست ارزانش.**

معنيٰ : پنهنجي قيمتي وٿ ۽ قيمتي عمر کي ڄاڻي ئي ڪونه ٿو ، جڏهن توکي قيمت جي خبر نه هئي ته سستي اگه سان نه وڪڻ.

**درین دریائے بی پایان پئی عفو گناه گاران،**

**حباب آسا برآرد سرزدریادست احسانش.**

معنيٰ : سندس بخشش جو بي ڪناري وارو درياهه جنهن مان گناهه گارن لاءِ ٽي سگهي ٿو ان درياهه مان سمنڊ جي لهرن وانگر معاونت جو هٿ نروار ٿئي ٿو.

**شهنشاه سرير ملک هستي احمد مرسل ﷺ،**

**که دردنيا ومافيها روانست حکم وفرمانش.**

معنيٰ : موجو دات جي ملڪ جي تخت جو شهنشاهه احمد مرسل آهي ، جنهن جو دنيا ۽ جيڪي ان ۾ آهي ان تي حڪم ۽ حڪمراني جاري آهي.

**شهنشاهي که در لوح وقلم از غايت شفقت،**

**غم دنيا فراموشش غم عقبیٰ فرا وانش.**

معنيٰ : اهو شهنشاهه جنهن لاءِ لوح ۽ قلم ۾ نهايت شفقت آهي .دنيا جو غم وٽس ختم ۽ آخرت جو غم گهڻو آهي.

**شهنشاهي که دربانان در گهش بصد منت ،**

**ملائک را نشستن مي دهد بر خاک ايوانش.**

معنيٰ : اهڙو شهنشاهه جنهن جي تخت گاهه جا نوڪر ، سوين منٿن ڪان پوءِ سندس دربار ۾ ملائڪن کي مٽي تي وهارڻ جي اجازت ڏين ٿا.

**شهنشاهي که بنويسد برات عاصيان را عفو،**

**دران ساعت که نبويد برات عفو ديوانش.**

معنيٰ : اهڙو شهنشاهه جيڪو گنهگارن جا گناهن جي معافي لکي ٿو ان وقت جڏهن انهن جي اعمال نامن ۾ معافي جي اجازت جي بوءِ به نه ٿي هجي.

**شهنشاهي که پيش از ممکنات عالم وآدم،**

**فلک دز ديده قرص آفتاب از سفرهٔ نانش.**

معنيٰ : اهو شهنشاهه جنهن جي امڪاني دنيا ۽ آدم عليه السلام جي پيدائش کان اڳ ، فلڪ چوري سج جي ٽڪي جي روشني سندس دستر خواني کان پئي حاصل ڪئي.

**شهنشاهي که از دست قضا مهر نبوت را ،**

**بوقت آفرينش بر سر صغرائے فرمانش.**

معنيٰ : اهو شهنشاهه جنهن جي نبوت جي مهر کي تقدير جي هٿ، تخليق ڪائنات جي صغرا تي حڪم طور لڳائي ڇڏيو( اشارو آهي منطقي قضيه جي صغريٰ ۽ ڪبريٰ جن جي حد اوسط ڪٽجڻ بعد حڪم يا نتيجوا يندو مقصد ڪائنات جي صغريٰ ۽ ڪبريٰ جو نتيجو حضور صلي الله عليه وسلم جو هجڻ آهي.)

**دل قرب اين باشد که در معراج جسماني،**

**فروماند چوجبريل امين در پيش جو لانش.**

معنيٰ : سندس قربت جو ڪمال آهي جو جسماني معراج وقت جبريل امين جهڙي شخصيت سندس ڪاهڻ جي همت کان عاجز ٿي پوئتي رهي.

**بهارستان عالم را بود از فیض اورونق ،**

**ز جنت باج میگرد نسیم بوئی ریحانش.**

معنيٰ : دنيا جي بهاري باغ کي سندس ئي فيض مان سونهن عطا ٿئي ٿي، سندس ئي ريحان گل جي خوشبوءِ جنت کان ڍل وصول ڪري ٿي.

**کسی کاندر ره آتش بریزد قطرهٔ اشکی ،**

**شود خورشید صحرائی قیامت ابر بارانش.**

معنيٰ : جيڪو به سندس عشق جي باهه واري رستي ۾ چند لڙڪن جا ڦڙا وهائي ٿو، ته اهي قيامت جي بيابان ۾ سج روشن بنجي وسندڙ مينهن جا ڪڪر بنجن ٿا.

**عتاب اوبود بادی زهر جانب که بر خیزد ،**

**بقا مثل فنا باشد روان در بیش جولانش.**

معنيٰ : سندس عتاب اهڙو طوفان آهي جو چو طرف کان اٿي ٿو جنهن جي تيزي جي حملي ڪري هر موجودات فنايت کي قبولي ٿي.

**بود احسان او ابری که در صحرائی ناکامی ،**

**برون آرد گل مقصود را از خار بارانش.**

معنيٰ : سندس مهرباني اهڙو ڪڪر آهي جو ناڪامي جي بيابان ۾ ڪاميابي جي گل کي پيدا ڪري ٿو ان جي وسڪاري جو ڪنڊو.

**بسان آفتاب آرد برون از مشرق گر دون ،**

**فتد گر بر عطارد سایهٔ خور شید تابانش.**

معنيٰ : ڪئي سج اڀرندي کان آسمان مان اڀاري سگهي ٿو جي عطارد تي سندس سج روشن جو جلوو ظاهر ٿئي ته اهو به سج بنجي سگهي ٿو.

**شهنشاهی که از بهر شفاعت روز رستا خیز،**

**بود خیل ملائک را نظر بر خوان احسانش.**

معنيٰ : اهو شهنشاه جنهن جي شفاعت تي ٽڪڻ واري ڏينهن ۾ ملائڪن جي جماعت جي به نظر هوندي ان جي مهرباني واري دستر خواني تي.

**ازان ظاهر نشد اعجاز او بر فرقهٔ اول،**

**که در زیر نقاب لطف ایزد داشت پنهانش.**

معنيٰ : انهي ڪري سندس اعجاز پهرين جماعت تي ظاهر ڪونه ٿيو، ڇو ته الله تعالا کيس پنهنجي پيار جي پردي ۾ لڪائي رکيو هو.(خاتم النبين بنيو)

**غمت در ملک تن دارد بمنطرز سلیمانی ،**

شد اقليم بدن ملکش دلم تخت سليمانش.

معنيٰ : سنڌ غم آئون پنهنجي بدن جي بادشاهي ۾ سليمان عليہ السلام جي ڍنگ وانگر رکان ٿو منهنجو بدن سندس حکم راني جي مملڪت آهي ۽ منهنجي دل سليمان عليہ السلام وارو تخت.

شها بر مخفى بيچاره رحمى کن که مے خواهد ،
زبستان عطائى خود بده يکره گل افسانش.

معنيٰ : اي باد شاه ويچاري مخفي تي رحم ڪر جنهن جي هي خواهش آهي تہ ، سنڌ گلن واري باغ مان ٿوري وات ڏيکار تہ مٿئي گل پاشي ڪريان.

## مطلع ثالث.

دلم ديوانۂ عشقست وحيرانى بيابانش،
معلم جذبۂ عشق است وخاموشى زبان دانش.

معنيٰ : منهنجي دل تنهنجي عشق جو ديوان آهي حيراني سندس ميدان ۾ چريائي آهي ، عشق جو جذبو معلم آهي ۽زبان جي خاموشي عقلمندي.

من آن دريائے خونخوارم که پائى اندران دريا،
بود زنجير در گردن بروئى موج طوفانش.

معنيٰ : آئون اهو رت چوسيندڙ سمنڊ آهيان جنهن جي پيرن ۾، ۽ ڪنڌ ۾ زنجيرون پيل ان جي طوفاني لهرن جو مقابلو پيو ڪريان.

شهيد عشقم ودارم ز تيغ ناز او زخمے ،
که در محشر بود شاهد مرا زخم نمايانش.

معنيٰ : عشق جو شهيد آهيان سندس ناز جي تلوار جو گهايل ، تہ جيئن قيامت جي ڏينهن سندس ڏنل زخم منهنجي لاءِ پڌرو شاهد بنجي.

اساس گردش گردون باين شوکت گه مى بينے ،
بغير از مفلسى نبود متاع خاص دکانش.

معنيٰ : آسمان جي گردش جو بنياد جنهن کي هن نظر سان ڏسين پيو سندس خاص دڪان مان مليل سامان ان کان سواءِ آسمان کي سچائي حاصل رهندي.

عنان خامه را رفتم بگردانم ازين وادى ،
که جائى دانه آتش مى خورد کبک بيابانش.

معنيٰ : قلم جي واڳ وار ي سواري ڪٿي اهڙي وادي جي سير تي نڪتو آهيان، جنهن جي بيابان جي ڍيل باهہ جي داڻي جي هيراڪ آهي.

به برزان در نمى آيد نهال تخم اميدم ،
که در وادى نو ميدى زراعت کرد دهقانش.

معنيٰ : ان مان منهنجي اميد جي وڻ جو ٻج ظاهر نہ ٿو ٿئي ، ڇو تہ بيوقوف هاري نا اميدي جي وادي ۾ ٻج پوکيو آهي.

**دل آشفتہ مخفی بفن خودارسطو یست ،**

**بهند افتاده است اما خراسانست یونانش.**

معنيٰ : مخفي جي پريشان دل جيڪا پنهنجي فن جي ارسطو آهي ، ڪٿي هندوستان ۾ پئي آهي پر سندس خراسان يونان آهي.

**درین کشور زبو نیهائی طالع ناقصم دارد،**

**وگرنہ درہنرمندی نباشد هیچ نقصانش.**

معنيٰ : هن ملڪ ۾ خراب حالي منهنجي ناقص بخت ڪري آهي، جي نہ تہ منهنجي هنر مندي ۾ ڪابہ گهٽتائي ڪانهي.

**تعالی الله چہ بستانی ز خون دیده پر دردم ،**

**کہ بیحرکت فرو ریزد گل اشکم بد امانش.**

معنيٰ : الله تعالا لاءِ ئي بلندي آهي ڪهڙو نہ باغ پنهنجي رت سان آباد ڪيو اٿم جيڪو حرڪت ڪانسواءِ سندم لڙڪن جا گل پيو هاري يار جو پلاند جهليو.

**ر بود از دیده خوابم را ببرد آرام وصبر دل،**

**مسلمانان مسلمانان فغان از درد هجرانش.**

معنيٰ : سندم اکين مان ننڊ کسي ڇڏي اٿس آرام ۽ صبر دل جو ڦري ڇڏيو اٿس، اي مسلمانو اي مسلمانو سندس جدائي جي ڏک جي رڳي رڙ آهي.

**بیا ای دیده صبری کن کہ از تحسین نادانان ،**

**متاع قیمتی داری مده از دست ارزانش.**

معنيٰ : اي اک هليا صبر ڪر بي وقوفن جي تحسين تو سان آهي، تو وٽ وڏي قيمتي وٿ آهي متان سستي اگهہ ۾ متان وڪڻين ؟

**سخن دریست بی قیمت کہ از معنیٰ آن دانا ،**

**شکستہ قیمتش باشد ببازار پشیمانش.**

معنيٰ : ڪلام اهڙو قيمتي سون آهي جنهن جي حقيقت ان عاقل جي چوڻ موجب پشيماني جي بازار ۾ قيمت نہ آهي. (ڇو تہ عاشق جي سوڀ سندس شڪست ۾ آهي ۽ معشوق جي فاتح هجڻ ۾ قيد تہ تڏهن ٿيندو)

**زبان خامہ بشکستم لب از گفت وشنوبستم ،**

**کہ این رہ بس خطرناک است وپیدا نیست پایانش.**

معنيٰ : قلم جي چوٽي چيري اٿم ۽ چپ چوڻ ۽ ٻڌڻ کان بڌي ڇڏيا اٿم ڇو تہ هي واٽ وڏي خطري واري آهي جنهن جو دنگ ظاهر ئي ڪونہ آهي.

## قصيده در بيان تصوف وحال عشق انگيز.

ز مستی گر برون آئی مرادر جسم وجان بینی ،
همان کز درویش صد داغ دل داری همان بینی.

معنيٰ : جي هوش ۾ ايندين تہ مونکي جسم ۾ ساهہ ۾ ڏسندي، ان کان جدائي جا سوين داغ جي دل ۾ رکين ٿو اهي ڏسندين.

مراز موشگا فیهات ای دل حیف می آید ،
کہ مس را کیمیادانی سخن را ارمغان بینی.

معنيٰ : مونکي کهاٽين جي کهڻ کري دل ۾ افسوس ٿو ٿئي ، جو ٽامي کي سون ٿو سمجهين حقيقت کي اجايون رڙيون.

زر ناقص عیارت را درین بازار نفروشی،
کہ زر را بامحک در دست بروی امتحان بینی.

معنيٰ : تنهنجي هٽرادو ڪمزور سڪي کي هن بازار ۾ متان وڪڻي ، ڇو تہ سڪي جو ناهہ هٽرادو وڏو انجان آهي.

چو مردان بر سر مردان ناکامی تحمل کن ،
کہ تقدیر الٰهی را چو جو رآسمان بینے.

معنيٰ : جي مردن جي مقابلي ۾ ناڪامي حاصل ٿئي تہ مردن وانگر ان کي برداشت ڪر، ڪٿي تو تي الله تعالا جي تقدير ڪري آسمان ظلم ڪري.

چو کام دل شود حاصل مشو غافل زناکامی ،
زرو ز غم بیاد آور چو خود را شادمان بینی.

معنيٰ : جيڪڏهن تو کي دل جيون مرادون حاصل ٿين تہ بہ ناڪامي کان بي خبر ٿي نہ ويہ. جڏهن پاڻ کي خوش ڏسين تہ بہ غم وارو ڏينهن ياد رک.

زبان در کام همت کش وپائی صبر در دامن ،
کہ فتح ملک دل در جوهر تیغ زبان بینی.

معنيٰ : همت ان جي اميد واري زبان ۾ صبر جي وڪر وارا پير تيار رک ، ڇو تہ دل جي رياست جي فتح زبان جي جوهر دار تلوار ۾ آهي.

خجالت روشنی در دیدهٔ بینائی دل گردد،
سر موئی ز خود بینی خود گر دربتان بینی.

معنيٰ : پريشان حالي دل جي ڏسندڙ اکين جي روشني آهي ، وارن جي چوٽي ڏسندين جي پاڻ ئي پاڻ معشوق کي ڏٺئي تہ.

ترا گر صد جگر باشد زخود بندجگر خوارت ،
محال است این کہ میخواهی ازان کافر امان بینی.

معنيٰ : تو وٽ جي سوين جگر هوندا تہ بہ اهي جگر ڪائيندڙ جا قيدي ٿيندا , اها ڳالهہ محال آهي جو انهي ڪافر کان تون امان حاصل ڪري سگهين ٿو.

**برائے خاطر این نفس کافر همچو پروانہ،**

**بر آتش میزنی خود را در آتش گرامان بینی.**

معنيٰ : هن نافرمان نفس جي ڪري پاڻ کي پرواني وانگر باهہ ۾ پيو اڇلين ٿا باهہ ۾ پاڻ کي امن وارو سمجهين ٿو.

**چنان مشتاق عصیانی کہ تا سرحد نو میدے ،**

**گریزی از سعادت گر سعادت راز یان بینی.**

معنيٰ : نا فرماني جو ايترو عاشق ٿيو آهين جو نا اميدي جي حد تائين چڱائي کان پڇين ٿو ۽ ان ۾ پنهنجو نقصان تو سمجهين.

**تو گردون همتی در اوج محنت بال نکشائی ،**

**همای اوج راحت را کجا در آشیان بینی.**

معنيٰ : جي تون بي همٿ آهين ۽ بلندي ۾ پنهنجا کنڀ نہ ٿو کولي سگهين, تہ پوءِ آرام جي هما کي پنهنجي آکيري ۾ ڪيئن ڏسندين.

**بخون آلودۂ دامان عصمت را ومی خواهی ،**

**باین آلودگی از آتش دوزخ امان بینی.**

معنيٰ : عصمت جي قتل جي خون سان رڱيو پيو آهين ۽ چاهين ٿو تہ ان رڱيل گناهن سان دوزخ کان امان حاصل ڪرين.

**زغفلت روبگردانی وپای لذت طاقت ،**

**سر اخلاص خود رازیر دست آشیان بینی.**

معنيٰ : غفلت کان منهن موڙ تہ طاقت جي لذت ۽ سچائي جو راز پنهنجي قبضي ۾ پيرن هيٺان سنڌ آشيان ۾ ڏسندين.

**بدا روی پشیمانی علاج چشم کج بین کن ،**

**کہ شاید بیحجاب دست روئی راستان بینی.**

معنيٰ : پشيماني جي دوا سان پنهنجين ٽيڏين اکين جو علاج ڪر, تہ يقيني طور سچن جي منهن کي ڏسندين.

**ز حال خود مشو غافل کہ مردان سر میدان ،**

**بقا را در بدن یابی فنا را ترک جان بینی.**

معنيٰ : پنهنجي حال کان بي خبر نہ رهہ چو تہ ميدان جو مٿير ٿي , تہ پنهنجي بدن ۾ بقا ترڪ جان کي فنا ڏسندين

**ز دانش گر نشان داری مکن افشائی راز دل،**

**ڪ چون منصور سر را بر سر دار زبان بيني.**

معني: عقلمنديءَ جو ذرو به نشان اٿئي ته راز دل جو ظاهر نه ڪر، نه ته منصور وانگر صوري تي سر کي پنهنجي زبان سبب ڏسندين.

**بزندان خوانمت ني بهر صحبت بهر آن کانجا،**

**فضائي کلبه محنت به از باغ جنان بيني.**

معني: تو کي قيد لاءِ گهرايو اٿم نه ڪه رفاقت لاءِ ڇو ته اني، اهڙي فضا ۾ تڪليف جو قيد جنت جي باغ کان وڌيڪ ڏسندين.

**بعزم نيستي يکدم اگر زهستي برون آئي ،**

**دلت رادر طواف کعبهٔ روحانيان بيني.**

معني: نيستي جي پڪي ارادي سان جي هستي مان هڪ ساعت ٻاهر اچي وڃين ته پوءِ پنهنجي دل کي هزارين روحانين جو ڪعبه ڏسندين.

**برون آئي اگر از خود چو نور چشم نابينا،**

**برائي تخته هستي مکان در لا مکان بيني.**

معني: جي پاڻ مان ٻاهر اچي وڃين جيئن انڌي جي اکين مان روشني ويئي، ته هستي جي تختي جي مڪان ۾ لامڪان ڏسندين.

**خرابي جهان بيوفا از آتش نفس است،**

**ازين آتش جهان اندر جهان بيخانمان بيني.**

معني: هن بي وفا زماني جي خرابي نفس جي باهه ڪري آهي، انهي ئي باهه واري جهان ۾ اهو جهان ڏسندين جنهن ۾ گهر جي ضرورت نه آهي.

**وجودم را عدم داني ز ناداني خطا کردي،**

**وجود پشهٔ راکمتر از فيل دمان بيني.**

معني: سندم وجود کي عدم سمجهي تو بيوقوفي سان غلطي ڪئي اٿئي، هيٺي مڇر جي وجود کي ڏاڙيندڙ هاٿي کان گهٽ پيو سمجهين.

**برون کن پنبه از گوش بگوش دل سخن بشنو،**

**بهر مجلس ز واعظ انتعاش درميان بيني.**

معني: ڪنن مان ڪپه ڪڍي دل جي گهرائڻ سان سمجهه، هر مجلس ۾ واعظ جا ترورا پنهنجي اندر ۾ ڏس.

**غزل گفتي و در سفتي ولے بامن بگو تا کے ،**

**طلوع عمر رابر فرقدان فرقدان بيني.**

معني: تو ته پنهنجي غزل چيل ۾ موتي پوئي ڇڏيا آهن پر مونکي ته ٻڌاءِ، پر عمر جي واڌ کي جدائي ٿي جدائي ڪري سمجهه.

**هوائی وصل تو دارند د ائیم دوستان تو،**
**تو روئی دشمنانت را بر غم دوستان بینی.**

معنيٰ : تنهنجا دوست تنهنجي وصل جي حرص ۾ هميشہ اميد وار آهن ، تون دشمنن جي سامهون پنهنجي دوستن کي غم ۾ پريل ڏسڻ چاهين ٿو.

**دلم ديوانہ می گردد چو مے بینم ترا غمگین ،**
**چہ خواہد شد ترا گر جانب نا مهربان بینی.**

معنيٰ : ۾ منهنجي دل غم ۾ ٻڏيو وڃي جڏهن تو کي رنجيده ڏسان ٿو تو کي ڇا ٿيو آهي جو نا شڪر ن جي طرف نهارين ٿو.

**تو ئی سلطان بیداد ومنم مظلوم سر گردان ،**
**تو خورشید وجهان باشی مرا خفاش جان بینی.**

معنيٰ : تون ئي بادشاه آهين بي انصاف وارو آئون تہ پريشان حال مظلوم آهيان، تون ئي دنيا جو درخشان سج آهين مونکي سندم زندگي جو چمڙو ڪري سمجہ.

**عرض این است چشمم راز خونناب جگر خوردن ،**
**کہ در ہر قطرۂ اشکے بہار ارغوان بینے.**

معنيٰ : منهنجو عرض اهو آهي جو سندم رتول جگر مان هر ويل منهنجن اکين مان، عشق جي بهار جي ڪري ڳاڙها ڳوڙها وهندڙ پيو ڏسندين.

**درین شیون مزن ہر گز تو از خونریزی گردون،**
**بچشم امتحان ہر سوئی گلزار جہان بینی.**

معنيٰ : هن حال ۾ ڪڏهن بہ نہ هڻ ظالم زماني جي ڪري ، امتحان جي اک سان جي ڏسندين تہ هر طرف تو کي دنيا باغ نظر ايندي

**خرد را خاک بر سر کن کہ رسوائی جہان گردد ،**
**جنون را تاج بر سر نہ کہ کام دل ازان بینی.**

معنيٰ : عقل جي مٿي تي مٽي وجهي ڇڏ جيڪو دنيا ۾ خوار ئي آهي، چريائي کي مٿي جو تاج بناءِ تہ دل جي سڀ ڪا مراد حاصل ڪندين.

**بدردمفلسی خوکن مشو شرمندۂ ہمت ،**
**ملائک را اگر بر خوان حاتم مہمان بینی.**

معنيٰ : سخائي جي ڏک واري عادت ڏار همٿ جي هڙ کان شرمندو نہ ٿي، جي حاتم بنجي پنهنجي دستر خواني تي ملائڪن کي مهمان ٿيڻ چاهين ٿو.

**ہوائی راحت ارداری برون از دور عالم شو ،**
**محال است آنکہ در عالم تو راحت گہ چنان بینی.**

معنيٰ : جي آرام جي خواهش اٿئي تہ دنيا جي گردش کان نڪري وڃ ، اها ڳالهہ محال آهي جو اهڙي راحت واري جڳهہ ڪا ڏسين.

**بز عم دوست يا دشمن شگفتہ همچو گل بنشين،**

**غبار خاطر هر گز زانبائے زمان بينی.**

معنيٰ : دوست يا دشمن جي خيال سان هميشہ گل وانگر ٽڙيل رهہ. تہ زماني جي وزن کان هميشہ دل جو غبارئي نہ ڏسندين.

**عبث سر گشتۂ وادی شد آن مجنون بيچاره،**

**طلب گار محبت را مکان در لامکان بينی.**

معنيٰ : ويچارو مجنو تہ خواه مخواه وادي ۾ پريشان ٿي پئي هليو محبت جو طالب لامڪان ۾ بہ مڪان ڏسندين.

**من از دل داغ می خواهم تو دل از داغ ميخواهی ،**

**من آتش دردخان بينم تو در آتش دخان بينی.**

معنيٰ : آئون دل کان ڏنڀ جي گهر ڪريان ٿو ۽ تون ڏنڀ کان دل گهرين ٿو. آئون دوهين ۾باه ڏسان ٿو تون باهہ ۾دونهن ڏسي ٿو.

**نۂ واقف تو از راز نهان عالم بالا ،**

**ازان اين پر تو خورشيد را در آسمان بينی.**

معنيٰ : تون عالم بالا جي پوشيده رازن کان واقف ٿي نہ آهين ، انهي ڪري سج جي چڪاڻ کي آسمان ۾ ڏسين ٿو.

**درو گوهر بزعم خويشتن بريکد گرباشد ،**

**بچشم تربيت روزی اگر در بحر و کان بينی.**

معنيٰ : موتي ۽ هيرا پنهنجي پر ۾ هڪ ٻئي کان وڌ گهٽ هجن ٿا، پر تربيت جي نگاه کان جيڪڏهن انهن کي سمنڊ ۽ کاڻ ۾ ڏسين ٿو.

**تو از ملک خراسانی با صطرخ از وطن داری ،**

**بخواب شب اگر درد وغم هندوستان بينی.**

معنيٰ : تون خراسان جي ملڪ جي اصطرخ شهر جو باشندو آهين، ڪٿي خواب ۾ رات جو هندوستان جو ڏک ۽ غم ڏسين پيو.

**هوای عافيت داری قدم در راه محنت نہ ،**

**کہ هر خار کف پارا در غش کاويان بينی.**

معنيٰ : جي عافيت جو شوق اٿئي تہ محنت جي واٽ ۾ قدم رک، جيئن پير جي تري جي هر ڪنڊي کي ڪم ڪندڙ جي سوغات ڏسندين.

**زنور ديده ای چشم طلب بگذر اگر خواهی ،**

رخ آئینۂ مقصود اسرار نهان بینی.

معنيٰ : اي طلب واري اک جي چاهين ٿي تہ اندروني راز مقصود جي آرسي ۾ ڏسان تہ ظاهري اکين جو نور وڃائي ڇڏ.

مرو در کشور ظلمت کہ بس امر محال است این ،

کہ حسن رومیان را در نقاب زنگیان بینی.

معنيٰ : اونداهي واري ملڪ ۾ نہ وڃ تمام ڏکيو ڪم آهي، ڇو تہ اتي رومين جي سونهن زنگين جي نقاب ۾ ڏسندين.

نهان در موجۂ دریا ترا جویند غواصان ،

تو میخواہی کہ بی ملاح خود را بر کران بینی.

معنيٰ : تو کي ٽوٻو سمنڊ جي موجن جي تري ۾ پيا ڳولين ، تون سمجهين ٿو ملاح کان بنا پاڻ کي سمنڊ جي ڪناري تي ڏسين.

پر ید از آشیان زندگانی طائر عمرت ،

تو چون صیاد نابینا بزیر آشیان بینی.

معنيٰ : تنهنجي عمر جو پکي حياتي جي آکيري مان اڏامي چڪو آهي، تون انڌي شڪاري وانگر آکيري جي هيٺان پيو ڳولين.

ندارد طاقت دیدار حسن یار ہردیده ،

ہمان بهتر کہ این آئینہ را در عکس آن بینی.

معنيٰ : يار جي سونهن ڏسڻ جي طاقت هر اک نٿي رکي سگهي ، انهي ڪري اهو بهتر آهي تہ هن آئيني کي ان عڪس ۾ ڏسين.

زہمت گر پر وبالی کشائی در چمن بلبل،

بہار صد گلستان را نهان در یک فغان بینی.

معنيٰ : همت جي ڪري جي پنهنجي کنڀ ۽ کنيڙائيون کي بلبل جي باغيچي ۾ کولين ،تہ گلستان جيون سوين بهارون هڪ رڙ جي هيٺان لڪيل ڏسندين.

برو آئینہ دل را بآب دیده صیقل کن ،

کہ احوال دوعالم را دران یک یک عیان بینی.

معنيٰ : وڃ دل جي آرسي کي اکين جي پاڻي سان سراڻ چاڙهہ ، ڇو تہ ٻنهي جهانن جي حالن کي هڪ هڪ ڪري ظاهر ظهور ڏسندين.

زیتر غمزۂ جادو بگردان گو شۂ ابرو،

کہ عمر جاودانی در خدنگ این کمان بینی.

معنيٰ : جادوئي اکين جي اشارن واري تير سان ڀروئن جي ڪنار ي کي ڦيرائي ڇڏ ، ڇو تہ هميشگي واري حياتي جو تير انهي ڪمان مان ڏسندين.

**مکیدن چند چون طفلان سر پستان کلفت را،**
**تو شیر عافیت در سینۂ دو شیز گان بینی.**

معنيٰ : ٻارن وانگر ڪيترو پستانن جي چوٽين چوسڻ جي تڪليف ڪٽندو رهندس، عافيت جو کير تون ڪنوارين جي سيني ۾ ڏسندين.

## مطلع ثاني•

**چہ دیدی نفع در شادی کہ داغش بوستان بینی ،**
**چہ نقصان دیدۂ از غم کہ بستانش خزان بینی؟**

معنيٰ : تون خوشي ۾ ڇا ڏٺو آهي جوان جي داغ کي بہ باغ پائيين ٿو تو غم ۾ ڪهڙو نقصان ڏٺو آهي جوان جي باغيچي کي سرء سمجهين پيو.

**چراغ دیده روشن کن درین بستان سرائے دل،**
**کہ خون چشم بلبل را بهار مهرگان بینی.**

معنيٰ : هن دل جي محل جي باغيچي مان پنهنجي اکين جي فانوس کي روشن ڪر ،جيئن بلبل جي اکين کي بهار جي محبتين جو مجموعہ ڏسين.

**جرس را بهر او گردان چو از نالہ اثر یابی ،**
**شتر آہستہ تر میران کہ چون محمل گران بینی.**

معنيٰ : گهنڊ کي انهي لاء ڦيرائي ڇڏ جڏهن رڙين جو اثر پهچئي , ان کي آهستي هلاء جڏهن مٿس بار ڳرو ڏسين.

**بنفرت آشنا گردی بعیب خودشوی بینا،**
**بچشم دل اگر در روزگار مرد مان بینی.**

معنيٰ : جڏهن نفرت ڪرڻ جي سمجهہ ايندي تہ پهرئين پاڻ کان نفرت ڪندي، اهو تڏهن ٿيندو جڏهن زماني جي ماڻهن کي دل جي محبت واري اک سان ڏسندي،

**کشی در دیدۂ ہمت اگر دا روئی بینائی ،**
**درون پردۂ وحدت ہمہ نقش جهان بینی.**

معنيٰ :جي همٿ جي اکين ۾ ڏسڻ واري دوا اوتيدين , تہ وحدت جي پردي ۾ سموري جهان جو نقشو ڏسندين.

**نہ بینی غیر رسوائی نہ یابی حرف دانائی ،**
**اگر در صفحۂ جزوی کتاب عالمان بینی.**

معنيٰ : خواري کانسواء ڪجهہ بہ ڪونہ ڏسندينءِ دانائي جو حرف بہ لهندين، جي عالمن جي ڪتابن جو ٿورو مطالع ڪري ڏسندين.

**چو مجنون رو بوادی کن نو درد ہجر ای مخفی ،**
**کہ بادلبر درین وادی عنایت ہمعنان بینی.**

معنيٰ : اي مخفي مجني وانگر وادي ۾ روچي هجر جي درد کي تازو ڪر، ڇو ته ان وادي ۾ دلبر جي عنايت پنهنجو پاڻ سان معاون ڏسندين.

برو از پردهٔ دانش در آور صورت بينش ،

که در هر گوشهٔ خلوت صدا سراز نهان بينی.

معنيٰ : سمجهه جي پردي مان نڪري ڏيک جي صورت کي اندر اوت ته هيڪلائي جي هر ڪنڊ ۾ سوين لڪل راز ڏسندين.

اگر چشمی تماشا را نقاب از چهره بر داری ،

متاع دينی ودنيا مهيا پيش ازان بينی.

معنيٰ : جيڪڏهن تماش بين اکين جي منهن تان پردو ڪڻندين ته دين ۽ دنيا جي اصل وٿ پنهنجي اڳيان موجود ڏسندين.

اگر دانی چه ميگويد بتودروقت گفتارش،

زبانش را سرا سر دل دل اورا زبان بينی.

معنيٰ : جي ڄاڻڻ چاهين ٿو ته تو کي پنهنجي گفتگو وقت ڇا ٿو چوي؟ ته انجي زبان کي مڪمل دل ۽ دل کي زبان سمجھ.

لباس فقر پوشيدن ترا وقتی سزا وارست ،

که دلق کهنه پوشان را نقاب راستان بينی.

معنيٰ : فقيري جو لباس پائڻ جو حق تنهنجي لاءِ تڏهن مناسب آهي ، جو پراڻي گودڙي جي ڌڻين کي سچائي جي پردي ۾ ڏسين .

برويت گردش گردون در اندوه نکشايد،

اگر دانشوری بايد که بهبوداند ران بينی.

معنيٰ : تنهنجي اڳيان آسمان جي گردش فڪر مندي ظاهر نه ڪري ، جي عقلمندي کپئي ٿي ته ان ۾ پنهنجي ترقي سمجهه .

سر صرافی داری ببازار جهان بايد ،

رواج اين دکان را مختصر در نقد جان بينی.

معنيٰ : تنهنجو مٿو اهڙو سون آهي جنهن جي لاءِ سموري دنيا بازار ٿي سگهي ٿي ,هن دڪان جي مختصر رواج موجب روڪڙي ساهه قربان ڪرڻ سمجھ.

بساط مفلسی بر چين وپر کن ساغر عشرت ،

اگر خواهی که پيران را درين عيش جوان بينی.

معنيٰ : مفلسي جو دستر خوانو ڪڻ ۽ عشرت جي ساغر کي ڀر، جي پوڙهن کي هن حياتي ۾ جوان ڏسڻ گهرين ٿو.

بزور سعی پيدا کن درين ره کام ناکامی ،

که چون دشمن شوی با خود عدو را مهربان بینی.

معنيٰ : هن ڪاميابي واري واٽ ۾ زبر دستي طور پاڻ لاءِ ناڪامي پيدا ڪر. جڏهن پنهنجو پاڻ لاءِ دشمن بڻئين تہ دشمن کي پنهنجي مٿان مهربان ڏسندين.

ندیده موجهٔ طوفان نخورده لطمهٔ دریا ،

اگر کشتی نشین باشی تو شان باد بان بینی.

معنيٰ : طوفان جي لهرن کي تو ڏٺوئي ڪونہ آهي دريا جي ڇولين کي تو برداشت ئي ڪونہ ڪيو آهي، جي ٻيڙي ۾ سوار ٿيندين تہ پوءِ تو ناکي جي تڪليف سمجهندين.

بیا از دیدهٔ عبرت تماشائی گلستان کن ،

که دست هر بهاری را در آغوش خزان بینی.

معنيٰ : هليا عبرت جيون اکيون کولي دنيا جي باغ جو سير ڪر، پوءِ بهار جي هٿ کي خزان جي بغل ۾ ڏسندين.

شب تاریک وبیم موج وپائے شوق بیقوت،

باین رفتار میخواهی که از مقصد نشان بینی.

معنيٰ : رات انڌيري واري لهرن جي ڇولين جو خوف شوق جو پير بي طاقتور، انهي پنڌ سان مقصد جي نشان کي ڏسڻ گهرين ٿو.

گذشت هنگام شبگیرد بر آمد آفتاب آهنگ ،

درین وادی بی پایان تو راه کاروان بینی.

معنيٰ : رات جو سخت قبضو لنگهي ويو ارادي جو سج اڀري چڪو، انهي بي ڇيڙي وادي ۾ قافلي جي واٽ ڏسندين.

بهم برزن تعلق را وچون مجنون بیکسو شو ،

ز شورو شرا گر خواهی که خود را در امان بینی.

معنيٰ : تعلقات ٽوڙي ڇڏ مجني وانگر بي رفيقوئي وڃ جي هن گوڙ گند کان پاڻ کان پاڻ کي محفوظ ڏسڻ چاهين ٿو تہ.

چه خواهی دید زان ابرو چه خواهی یافت زان چشمان ،

که نازحسن اوراحسن ناز ترجمان بینی.

معنيٰ : انهن ڀروئن مان ڇا تو ڏسڻ چاهين ۽ انهن اکين مان ڇا تو ڏسڻ چاهين، ڇو تہ ان جي حسن جي ناز جو انهن کي ناز وارو ترجمان ڏسندين.

جوانی رفت وپیری رفت وخودهم میروی آخر،

هنوز ای دیدهٔ حسرت بسوئی این وآن بینی.

معنيٰ : جواني ويئي پوڙهپڻ بہ ويئي هلي آخر پاڻ بہ ويندين، هاڻي اي حسرت واري نظر هيڏانهن هوڏانهن ڏسين ٿي.

هوائی دودمان تاکی درین منزل سرا سیمه ،

**در آئی چون درین منزل چراغ دود مان بینی.**

معنيٰ : هن بظاهر ويران جاءِ ۾ ڪيستائين تمنا جي عشق سان رهندين، هن گهر ۾ گهڙي تہ ڏس عشق جو فانوس ڏسندين.

**سرت گردم چہ خواہد شد اگر در طرز استغنا ،**

**ز ابر وگوشۂ چشمی بسوی مخلصان بینی.**

معنيٰ : جي آئون راز ٿي پوان تنهجو ڇا ٿيندو پر بي پرواهي واري ڍنگ سان پنهنجي قاتل ڀرونئن ۽ ٽيڏي اک واري نظر سان عاشقن کي تہ ڏس.

**جوئی دانش اگر داری زبان در کام غیرت کش ،**

**زدست این زبان تاکی زیان مال وجان بینی.**

معنيٰ : جي هڪ جو جيتري سمجهہ هجئي تہ غيرت جي حصول واري زبان ڪول هن زبان مان ڪيستائين زندگي ۽ دولت جو زيان ڏسندين.

**بخلوت خانۂ جانان تو بی منت شوی محرم ،**

**دران مجلس اگر خود را تو ازنامحرمان بینی.**

معنيٰ : معشوقن جي اڪيلي مجلس احسان واري مان محروم ٿي ويندين، جي ان مجلس مان پاڻ کي نا محرومن مان سمجهئي تہ.

**اگر از پردۂ غفلت برائی ہم چو مغز از پوست ،**

**گلستان حقیقت را جهان اندر جهان بینی.**

معنيٰ : جي بي خبري جي پرده کي اهڙو ڳنڍيين جيئن مغز ۽ ڇلڪي جو واسطو آهي ، تہ حقيقت جي جهان ۾ ڪئي جهان ڏسندين.

**بیاد رفتگان یکرہ بگورستان نگاہی کن ،**

**کہ تا از چشم ایشان آب حسرت را روان بینی.**

معنيٰ : ويلن جي ياد گيري ۾ هڪ نظر قبرستان ڏي تہ ڪر، تہ ڪيئن سندن اکين مان حسرت جا لڙڪ لڙندا ڏسين پيو.

**ہوائی نفس سگ راخود حیات بیخبر دارد ،**

**کہ خط مغز را در عکس روئے استخوان بینی.**

معنيٰ : ڪني نفس جي خواهش پنهنجي زندگي جي خبر ئي نہ ٿي رکي ، جو مغز جي نقشي کي هڏي جي مشڪل ۾ ڏسي ٿي.

**مشو دل شادای مخفی زمرگ دشمنان خود ،**

**بیاد آور ازان روزی کہ خود را درمیان بینی.**

معنيٰ : اي مخفي پنهنجي دشمنن جي مرڻ ڪري مغرور نہ ٿي، اهو ڏينهن ياد ڪر جنهن ۾ تون بہ پاڻ کي ھين سان گڏ ڏسندين.

# ايضا قصيده

نهاد خانهٔ عمرم چو روبہ ويرانے ،
دگرچہ سود دلا نالۂ پشيمانے.

معنيٰ : جڏهن سندم عمر ويراني جي طرف منهن ڪيو آهي تہ اي دلڙي هاڻي پشيماني واري رڙ ڪهڙو فائدو ڏيندي؟

دريغ و درد کہ نقد حيات را کردم ،
تمام صرف جهالت ز روئی نادانے .

معنيٰ : افسوس ۽ ڏک ۾ پنهنجي روڪڙي حياتي وڃائي ڇڏيم ، ناداني ڪري پوري زندگي جهالت ۾ وڃائي ڇڏيم.

تباه کردهٔ عمرم مرا بجائے کفن ،
بس است جامۂ حيرانی وپريشانے.

معنيٰ : ڪفن عيوض منهنجي مڪمل عمر برباد ڪري ڇڏي اٿئي ، هاڻي مون لاءِ حيرانيءِ پريشاني جو لباس ڪافي آهي.

فغان کہ دست مرا قدرت تحرک نيست،
کہ جيب عمر کنم پاره از پشيمانے.

معنيٰ : رڳي رڙ آهي هٿ ۾ تہ چر پر جي طاقت ئي نہ اٿم، جو عمر جي کيسي کي پشيماني ڪري ڦاڙي ڇڏيان.

کنون کہ چهرهٔ مقصود ديده ام شايد ،
کشم بچشم حيا سرمۂ اصفها هانی۔

معنيٰ : هينئر شايد مقصد جو منهن ڏٺو اٿم، انهي ڪري حيا جي اکين ۾ اصفهاني سرمہ ڪيان ٿو.

تبارک الله ازين ديدهٔ خون دل ريزد ،
کہ کرد گوہر اشک مرا بدخشانے.

معنيٰ : الله تعالا لاءِ برڪت آهي جو اکين جي رت ۾ دل جا ٽڪرا ڪرن ٿا. ڇو تہ اکين جي چوگرد بدخشاني هيرا پکڙيا پيا آهن.

غبار ظلم چنانم گرفت در آغوش ،
کہ نيست در نظرم آفتاب نورانے.

معنيٰ : ظلم جي لٽ ايترو مونکي بغل ۾ وڪوڙي ڇڏيو آهي، جو منهنجي نظر ۾ سج روشن نٿو ڏسجي.

رسيد کار بجائی کہ سر زند بے خود ،
بسان ناله زدل راز ہائی پنهانی.

معنيٰ : ڪم وڃي اتي پهتو آهي جو بياختيار ظاهر ٿيو پون ڳجها راز دل جي ڳوٺين داهن ڪري.

**بروئی آتش دل میکنم کباب جگر ،**
**ز بهر گریہ کنم ساز وبرگ پنهانے.**

معنيٰ : دل جي باهہ تي جگر جا ڪباب پيو ٺاهيان ، روئڻ وسيلي اندر جا ساز پيو وڄايان.

**زبس فردۂ وپژمرده ام فرو ریزم ،**
**بسان برگ خزان گر مرا نجبنبانی.**

معنيٰ : تمام گهڻو غمگين ۽ پريشان آهيان تمام گهڻا پن ڇاڻيندس خزان جي وڻ جيئن جي مونکي ڌوڻيندين.

**دلم ز گردش چرخ آنچنان جراحت شد ،**
**کہ حرف بند کند با دلم نمکدانی.**

معنيٰ : زماني جي تبديلي ڪري منهنجي دل کي ايترا تہ داغ رسيا آهن ، جو نصيحت جو هڪ حرف بہ منهنجي دل جي ڦٽ تي لوڻ ٻرڪڻ برابر ٿئي ٿو.

**گرفت ز آتش دل درد سر مرا خواہم ،**
**ز خون دیده نهم صندلی بہ پیشانی.**

معنيٰ : مونکي دل جي باهہ جي ڪري مٿي ۾ سور ٿي پيو آهي، هاڻي چاهيان ٿو تہ اکين جي رت واري لڙڪن سان پيشاني تي پٽيون رکان.

**گرفت لرزه وافسردگی مراچہ کنم ،**
**کہ نیست در برمن جامۂ زمستانی.**

معنيٰ : مونکي ڏکڻ ۽ پريشاني گهيري ورتو آهي هاڻي ڇا ڪريان، هن ڪان وڏيڪ سياري جا ڪپڙا مون وٽ نہ آهن.

**تمام محنت ودردم چو نالۂ بیمار،**
**تمام شعلۂ آہم چو زار زندانے.**

معنيٰ : منهنجي سموري تڪليف ۽ ڏک بيمار جي رڙ وانگر آهن سندم سمورين آهن جا شعلا ظاهر ظهور قيد خانو آهن.

**رسید کار بجائی مرا ز گردش چرخ ،**
**کہ چاک دامن ماهم کند گریبانی.**

معنيٰ : زماني جي گردش ڪري ڪم وڃي اتي پهتو آهي جو هاڻي پنهنجي گريبان کي ڦاڙي وجهون.

**نماند نالہ زار دل مرا ورنہ ،**

زتیر نالہ کنم ز خمہائے پیکانی.

معنيٰ : منهنجي دل جيون آهون رهيون ئي نہ آهن، جي نہ تہ ٻٽي جي تيرن جي زخمن سان رڙ پيدا ڪري وجهان ها.

گرفت موجۂ طوفان غم مرا دریاب ،

وگرنہ کشتی امید گشت طوفانے.

معنيٰ : سمجهي وچ تہ مونکي غم جي طوفان جي لهرن وڪوڙي ورتو آهي ، ائين نہ هجي ها تہ اميد جي ٻيڙي طوفان نہ ٻنجي ها.

چو نالۂ دلت از روئی درد بر خیزد ،

خراش نالہ کند بادل تو سوہانے.

معنيٰ : جڏهن ڏکن جي ڪري تنهنجي دل مان رڙ نڪري ٿي ، تہ رڙ جي رهڙ تنهنجي دل جو آرام ٻنجي ٿي.

ز مہر وشفقت اسلامیان نماند نشان،

کجا است ترس خدا وچہ شد مسلمانی.

معنيٰ : مسلمانن ۾ محبت ۽ شفقت جو نشان بہ نہ ٿو لڀي ، خدا جو خوف ڪٿي آهي مسلمان کي ڇا ٿيو آهي؟

حذر زناوک آہم ستمگری تاکے ،

عنان من زرہ آرزو مگردانے.

معنيٰ : اي ظالم منهنجي آهن واري تيڏي نظر کان بچ ، منهنجي واڳن کي اميد جي واٽ کان نہ ڦيراءِ

بشوق آنکہ شوم جبہ سائی رگہ تو،

بر آستانۂ صبرم نہادہ پیشانی.

معنيٰ : منهنجو تہ اهو شوق آهي جو تنهنجي درگاه اڳيان پنهنجي پيشاني رڳڙيان، جو سندم صبر جي جاءِ تي پيشاني رکيل آهي.

تو شہسوار جہانی ترازیانی نیست ،

سبوئی غمزدگان گر عنان بگردانے.

معنيٰ : تون اهو شهسوار آهين جو وري دنيا تو کي نقصان نہ ٿي ڏيئي سگهي، اسان غمن جي مارين تي جي پنهنجي مهر جي واڳ وارين تہ ڪهڙو نہ سٺو.

بہ بین بسوئی غریبان وبیکس ومظلوم ،

زروئی عدل وبشکرانۂ جہان بانے.

معنيٰ : غريبن بي ليکن مظلومن ڏانهن ٿوري تہ نظر ڪر ، پنهنجي عادل ۽ شڪور حڪمران هجڻ ڪري.

**مگر بظالم بیرحم این قدر تاکے،**

**بدست دیو بود خاتم سلیمانے.**

معنيٰ : پر ظالم ۽ بي رحم کي هيتري طاقت ڪيستائين حاصل رهنديں. سليمان عليہ السلام جي منڊي شيطان وٽ؟

**شکستن دل آزر دگان بقائی نیست ،**

**کہ مور بادل انسان کند سلیمانی.**

معنيٰ : ڏکويل دلن جي ٽٽڻ جن ۾ ذري بہ طاقت نہ رهي آهي، جو ماکوڙي انسان واري دل رکي حڪمراني ڪري.

**سپرمنزلتان صاحبان داد آورد ،**

**شکوه دولت فیروزهٔ خان دورانی.**

معنيٰ : هئي دنيائون مالڪن حوالي ڪرڻ سان انصاف عطا ٿيندو سندءِ ڪامياب حڪمراني ۾ اها شڪايت پيش ڇو تہ زماني جو خان تون ئي آهين.

**زروئی لطف بتقصیر من قلم در کش،**

**کہ باتو ہست مرا نسبت خراسانی.**

معنيٰ : پنهنجي مهرباني سان منهنجي ڪميٽائي تي قلم ڪڍ ، ڇو تہ توسان منهنجي خراسان واري نسبت آهي.

**نوید وعدهٔ عدل تو داردم زنده ،**

**وگرنہ نیست مرا قدرت سخندانی.**

معنيٰ : تنهنجي عدل واري مبارڪ مونکي جيرو رکيو ويئي آهي ، جي نہ تہ مون ۾ ڪو بہ ڳالهائڻ جو سليقو نہ آهي.

**کجا است مژدهٔ عیدی کہ ہمچو بیک خیال ،**

**بہ پیش جلوهٔ آن جان دہم بقربانی.**

معنيٰ : اها عيد واري مبارڪ ڪٿي جو هڪ خيال سان، سندس ذات جي اڳيان پاڻ قربان ڪريان.

**دلم بزور توکل بت ہوس بشکست،**

**مقیم کعبہ کجا وطریق رہبانے.**

معنيٰ : منهنجي دل توڪل جي طاقت سان هوس جي بت کي پوري ڇڏيو ، ڪعبہ جو رهاڪو ڪٿي ؟ ۽ رهباني جي راه ڪٿي؟

**کشید ہمت من سرمۂ خیا در چشم،**

**کہ بنگرم سبوئی دیگران بہ حیرانی.**

معني : منهنجي همٿ اکين ۾ حيا جو سرمو وجهي ڇڏيو آهي ، انهي ڪري ٻين جي صراحي کي حيراني جي نظر سان پئي ڏسان.

**زرفتن سروسامان ارزان ملالم نيست،**

**ڪه کار دست چپ وراست مير ساماني.**

معني : جي منهنجي مڏي سهانگي ٿي وڃي ته مونکي پريشاني نه آهي، ڇو ته ڪم سڄي يا کٻي هٿ سان ٿئي اهو سامان جي ڏٽي جو آهي.

**مشو مرده دل از مشکلے که پيش آيد،**

**که مشکلات جهان بگذرد بآساني.**

معني : پريشان دل نه ٿي ڪنهن به مشڪل کان جيڪو تو کي اڳيان اچي ٿو انهي اصول موجب دنيا جيون تڪليفون آسان ٿي پونديون.

**مشو ملول که افلاس بر تو غالب شد ،**

**که هست از پي هر قحط سال ارزاني.**

معني : تون سچائي جي غلبي ڪري پريشان نه ٿي ، ڇو ته ڏڪاريل سال جي پليان سڪار آهي.

**چوکامراني ايام را بقائے نيست،**

**که روز کامراني بدشمن ار زاني.**

معني : جڏهن ڪاميابي جي ڏينهن کي بقا حاصل نه آهي ، ته پوءِ اهڙي ڪاميابي دشمن کي مباح هجي. (دنيا جي ڪاميابي بي بقا آهي.)

**به پيش همت دانا گدائي محض است ،**

**شکايت سروسامان از پريشاني.**

معني : باهمٿ عاملن وٽ اهو ماڻهو ته رڳو پينو آهي ، جو دنيا جي مڏي لاءِ شا ڪي هجي.

**محال عقل بود بردنش بجانب شهر ،**

**کسيکه از غم ايام شد بياباني.**

معني : ان ماڻهو کي آبادي ڏي وٺي وڃڻ عقلي طور محال آهي ، جيڪو زماني جي غمن ڪري بيابان جهاڳڻ جو عادي ٿنجي چڪو آهي.

**بمصر دهر نماند است مشتري ورنه،**

**منم بحسن معاني چو يوسف ثانے.**

معني : مصر ۾ زماني جي ڪري خريدار رهيوئي ڪونهي، جي نه ته حقيقت پروڙڻ جي حسن ڪري آئون يوسف ثاني آهيان.

**ببلغ فکر آيم سبک مرا ننگ است،**

**ڪہ عند ليب ڪند بر سرم گل افشانے.**

معنيٰ : جي فڪر جي باغ ۾ ويندس تہ اها مون لاءِ شرم جي حالت ٿيندي جو مون تي بلبل گلن جيون گهوريون ڪندي.

**گرفت ملک سخن را ز مدعے آخر ،**

**بعون تيغ زبان ہمتم بآسانی.**

معنيٰ : منهنجي همٿ نيٺ مقابل کان زبان داني جي حڪمراني ڪسي ورتائين، زبان جي تلوار جي مدد سان سولي نموني.

**خراب اسم وعمل گشتہ ام ولی چہ کنم ،**

**کہ ہیچ چارہ ندارم ز حکم سلطانی.**

معنيٰ : سندم نالو ۽ عمل ٻئي خراب ٿي ويا آهن پر ڇا ڪريان، ڇو تہ سلطاني حڪم جي نہ مڃڻ جو ونم ڪو بہ حيلو نہ آهي.

**برید دست قضاؤ بدوخت طالع من،**

**بر غم جوہر ذاتم لباس دیوانے .**

معنيٰ : تقدير جي هٿ نيصلو ڪري ڇڏيو ۽ منهنجي ڀاڳ ۾ سيجي ويو چريائي جي لباس جو غم منهنجي اصل ذات ٿي.

**قلم شکستم ومضمون مختصر کردم ،**

**کہ نیست طرز ادب گفتگوی طولانی.**

معنيٰ : قلم ٽوڙي مضمون کي مختصر ٿي ڪريان، ڇو تہ ڊيگہ ڪلام جي ادب جي طريقي جي مخالف آهي.

**بساط خویش تو مخفی ازین دکان بر خیز،**

**کہ رفت رونق بازار گوہر افشانے.**

معنيٰ : هاڻي مخفي پنهنجي دستر خواني تي هن دڪان تان ڪڻ، ڇو تہ هيرن جي گهور جي بازار ختم ٿي ويئي.

## قصيده.

**از شیوۂ نا صواب تو بہ، از خوردن این شراب توبہ.**

معنيٰ : ڏنگين عادتن کان توبہ، هن شراب جي پيئڻ کان توبہ.

**بر عکس فروزد قوت دل ، از بوئے گل وگلاب تو بہ.**

معنيٰ : دل جي طاقت ابتا نيصلا پئي ڪري، گل ۽ گلاب جي خوشبوءِ کان توبہ.

**چون چہرۂ زرد میکند سرخ ، این خشک لبے زآب توبہ.**

معنيٰ : جيڪو هيڊي منهن کي ڳاڙهو ٿو ڪري، هن سڪل چپ کي پاڻي کان توبہ.

**ہر چند کہ غم بردل رباید، از بوئے بد شراب توبہ.**

معنيٰ : ڪيترو به ڪٽي غم دل تي وڌي، پر شراب جي ڪني بوئي کان توبه.
**پايم برڪاب فڪر بنداست ، از تنگي اين رڪاب توبه.**

معنيٰ : سندم پير فڪر جي رڪيب ۾ بند آهن، هن رڪيب جي سوڙه کان توبه.
**چون خواب برابر ست باموت ، از ڪثرت خورد وخواب توبه.**

معنيٰ : جڏهن ننڊ موت برابر آهي، ته پوءِ گهڻي کائڻ ۽ گهڻي ننڊ کان توبه.
**در حالت نزع توبه ڪردم، زين توبهٔ بي حساب توبه.**

معنيٰ : سڪرات جي حالت ۾ توبه ڪئي اٿم ان نه ڳڻجندڙ ليکي کان به توبه.
**چون رشته ز غصه تاب خوردم، از شدت پيچ وتاب توبه.**

معنيٰ : جڏهن ڪاوڙ جي تپش سان لڳايو رکيو اٿم اهڙي وٽ وڪڙ کان به توبه.
**چون باعث قوت گناه است، از خوردن اين ڪباب توبه.**

معنيٰ : جڏهن ڪاڏو گناه جو سبب بنجي، ته اهڙي ڪباب کان به توبه.
**صد گونه خطا ڪشد در آغوش، از رخ چو ڪشد نقاب توبه.**

معنيٰ : سوين قسمن جيون خطائون جڏهن بغلگير ٿين ۽ پنهنجي منهن کي بي نقاب ڪري ته توبه.
**بر درد فراق مي فزايد ، ز آواز ني ورباب توبه.**

معنيٰ : ڏک کي جدائي جيڪا وڌائي ٿي ، نڙ ۽ چنگ جي سُر سان توبه.
**در سينهٔ ڪوه خون ڪند دل ، از گرمي آفتاب توبه.**

معنيٰ : جبل جي سيني کي جيڪا رت ۾ بدلائئي دل، ان سج جي گرمي کان توبه.
**خون خود وخلق را بريزد ، از مردم بي حساب توبه.**

معنيٰ : پنهنجو رت ۽ مخلوق جو جيڪو هاري، اهڙي بي حسابي ماڻهو توبه.
**نا خورده بڪيف مي در آيد، از خوردن خون ناب توبه.**

معنيٰ : نه پيئتل ۾ جيڪا حالت پيدا ٿئي ٿي، پر رتول رنگ کي پيئڻ سان توبه.
**از خوردن مي ڪند فراموش، باهر ڪه ڪند خطاب توبه.**

معنيٰ : شراب پي جيڪو وساري ٿو جنهن سان به ڪري خطاب توبه.
**گر خانهٔ فسق سنگ خاراست، در لحظه ڪند خراب توبه.**

معنيٰ : جيڪڏهن گناه جو گهر ڏکيو آهي، هڪ ئي دم خراب ڪري ٿو ته توبه.
**زين پس من وگوشهٔ قناعت ، از همت شيخ وشاب توبه.**

معنيٰ : هن کان پوءِ آئون ۽ قناعت جي ڪنڊ، پوڙهي ۽ جوان جي همٿ کان توبه.
**ديوانهٔ صحبت ڪتابم ، از صحبت اين ڪتاب توبه.**

معنيٰ : ڪتاب جي رفاقت لاءِ ته چريو آهيان، پر هن ڪتاب جي رفاقت کان توبه.
**در صحبت غير نيست فيض ، از صحبت نا صواب توبه.**

معنيٰ : نيض واري نسبت کان سواءِ رفاقت، اهڙي اڻ سڌي رفاقت کان توبہ.

**از بیم عتاب جان زتن رفت ، از سلطنت عتاب توبہ**

معنيٰ : حساب ڪتاب جي خوف کان ساهہ بدن کان جدا ٿي ويئي ، حڪومت جي پڪڙ کان توبہ.

**زنہا ر مشو بتوبہ مغرور ، شاید کہ شود وخراب توبہ.**

معنيٰ : ڪڏهن بہ توبہ کان مغرور نہ ٿي، متان توبہ مقبول نہ ٿئي.

**از کشمکش سوال آسود ، نا گرد دل از جواب توبہ.**

معنيٰ : سوال وجواب جي ڇڪ ۾ آرام دل کي، نہ عطا ٿيندو ان کان توبہ.

**گر توبۂ تو نبا شد از دل ، بے مزہ تو از حساب توبہ.**

معنيٰ : جي تنهنجي توبہ دل مان نہ هوندي، تہ اها توبہ حساب وقت مزو نہ ڏيندي

**ہر کس کہ زتوبہ باز گردد ، ہم توبہ شود عذاب توبہ.**

معنيٰ : جيڪو بہ توبہ کان منهن موڙي ٿو، تہ اهڙي توبہ پڻ عذاب آهي.

**شرمندگی گناہ باقی است، گیرم کہ شود ثواب توبہ.**

تشريح : گناهن جي پشيماني جي اڃا باقي آهي، تہ مڃيندس تہ توبہ جو ثواب حاصل ٿي ويو.(توبہ بعد پاڻ کي پاڪ نہ سمجهي)

**ہرکس کہ بتوبہ سست عہد است، آخر کند اجتناب توبہ.**

معنيٰ : جيڪو بہ توبہ سان سست لڳاءُ رکي ٿو، نيٺ ان کان پري رهندو الله بچائي.

**شد موئی سیاہ سفیدت ابلق، از کردن این خضاب توبہ.**

معنيٰ : تنهنجا ڪارا وار اڃا ٿي ڇنڪبرو بنجي ويو آهين، انهي خضاب ڪرڻ کان بہ توبہ.

**بر عمر چو نیست اعتمادے، باید کہ کنی شتاب توبہ.**

معنيٰ : عمر تي ڀروسو ڪونهي توکي گهرجي تہ توبہ ۾ تڪڙ ڪر.

**مغرور طبیعتے تو مخفی ، کردیم ازین جواب توبہ.**

معنيٰ : اي مخفي تنهنجي طبيعت مغرور آهي، ان جواب کان اسان توبہ ڪئي.

## ترجیع بند

**بستان نگہ یار قسم ،بسر طرۂ دلدار قسم، بکمان خانہ آبرو سوگند،**

**بسر نرگس جادو سوگند، کہ شدم کشتۂ چشم نگہت،**

**خاک رہ گشتۂ طرز ستمت.**

معنيٰ : يار جي نيڻن جي باغ جو قسم سهڻي جي سر ۾ سندس دلبر جو قسم سهڻن ڀروئن جي ڪمان جي گهر جو قسم مٿي تي نرگسي نيڻن جو قسم تہ سندءِ نيڻن جي نگاهن جو ڪٺل آهيان، تنهنجي ظلم جي انداز جي واٽ جي مٽي آهيان.

**بصفائے گل روی تو قسم، بسواد شب موئی تو قسم ، بکمر گیوی زلفت سوگند، بدل آویزی الفت سوگند، خاک رہ کرد مرا حیرانم، غیر مردن نبود درمانم.**

معنيٰ : تنهنجي مک جي گل جي صفائي جو قسم ، تنهنجي وارن جي ڪارائي واري رات جو قسم، چيلهه کي ڀاڪر ۾ وڪوڙيندڙ وارن جو قسم، دل کي محبتي ڏيڏي بنائڻ واري انداز جو قسم، مونکي واٽ جي مٽي بنائي ڇڏي حيران آهيان ، هاڻي تہ مرڻ کان سواءِ ٻيو علاج ئي نہ اٿم.

**بسر چشم سیاه تو قسم، بغضب گیر نگاه تو قسم ، بسر ہندوئے خالت سو گند، بلب لعل مثالت سوگند، سوختم سوختم از بیدادت، چند فریاد کنم از دادت.**

معنيٰ : تنهنجي اکين جي ڪاري ماڻڪي جوقسم ، سندءِ ڪاوڙ ڀريل نگاه جوقسم، ظاهر پيشاني تي ڪاري تر جو قسم، سندءِ مثالي چپن تي ڳاڙهائي جو قسم، سندءِ بي انصافي ڪري سڙي ويو آهيان، هاڻي تنهنجي جي انصاف جيون ڪيتريون ڪوڪون ڪريان.

**بصفائے در گوش تو قسم، با دل فہمی ہوش تو قسم ، بسر ناوک مژگان سوگند، بخم زلف پریشان سوگند، کہ چومن نیست دگر بندۂ تو، بندۂ لعل شکر خندۂ تو.**

معنيٰ : تنهنجي ڪنن جي پاپڙين جي صفائي جوقسم، سندءِ دل سان سمجهڻ واري فراست جوقسم، اکين جي پڏ رن جي ہنڏين جو قسم، وکريل وارن جي وڪڙن جو قسم مون جهڙو سندءِ ٻانهو ٻيو ڪونهي، جو تنهنجي مرڪ تي قربان هجي.

**بشکر ریزی گفتار قسم، بخرام قد دلدار قسم ، بعقیق لب شکرسوگند، بز لال سر کوثر سوگند، شب ہجران خبر از خویشم نیست، جز خیال تو کسے پیشم نیست.**

معنيٰ : تنهنجي مٺاس ورهائيندڙ ٻول جو قسم ، دل اٿاريندڙ سندءِ ٽلڻ جوقسم، تنهنجي عقيق جهڙن مٺن چپن جو قسم، چپن مان چڪندڙ ڪوثر جو قسم، وڇوڙي واري رات ۾ پنهنجي بہ خبر نہ اٿم، سندءِ خيال کانسواءِ وٽم ڪجهہ بہ نہ آهي.

**باز گفتم بدہان تو قسم، بسر موئے میان تو قسم ، بہ برد دوش تو زیبا سوگند، بہ بنا گوش مصفا تو سوگند، مہرومہ را نبود پیش تو قدر، پیش تو جملہ ہلال اند تو بدر.**

معنيٰ : وري بہ چوان ٿو تنهنجي وات جو قسم، تنهنجي وارن جي چوٽين جي ميڻ جي جو قسم. تنهنجي ڪلهي رکيل سهڻي چادر جو قسم. ڪنن تي تخليقي صاف سجاوٽ جو قسم. سج ۽ چنڊ جو تنهنجي مقابل ڪهڙو ملہ. تومقابل سڀ پهرين جا چنڊ ۽ تون چوڏهين جو.

**بصفائے بدن یار تو قسم، بسرچہ ذقن یار تو قسم، بلباس گل سوری سوگند، بغریق غم دوری سوگند، عاجزم عاجزم از ہجرانت، لطف فرما کہ شوم قربانت.**

معنيٰ : منهنجا يار تنهنجي بدن جي شفافيت جو قسم. تنهنجي ڪاڏين جي چوٽي جو قسم. تنهنجي سوري گل جهڙي پوشاڪ جوقسم. غم جي درياه جي ٻوڏ جي ڏورائي جوقسم. تنهنجي جدائي ڪري عاجز آهيان. تو تان قربان پنهنجي مهرباني ڪر.

**بسر عربدۂ دوست قسم، دیگرے نیست ہمہ اوست قسم، بہ نمکہائے تکلم سوگند، با ادا ہائے تبسم سوگند، نمکی بر سر داغم بفشان ، بوئے گل بر سر باغم بفشان.**

معنيٰ : ڏولي ۾ چڙهيل دوست جوقسم. ٻيو ڪوبہ نہ آهي سڀ تون آهين سندءِ قسم. تنهنجي سهڻي غمگين ٻول جوقسم. سندءِ مرڪ منهن ڪول جو قسم ڪجهہ تہ لٽ تي لوڻ ٻرڪ. اهو باغ اٿم جنهن تي گل جي خوشبو تہ هرڪ.

**بسر نرگس مخمور قسم ، بدل عاشق رنجور قسم ، ببرد گردن وغبغب سوگند، بسرو سنبل اشہب سوگند، کہ دل از دست شدہ بیمارم ، مدہ اے دوست دگر آزارم.**

معنيٰ : سندءِ خماريل نرگسي نيڻن جو قسم. ڏکويل عاشق جي هيڻن جوقسم. حسين ڪنڌ تي چادر ۽ چاهين جو قسم. مٿي سنبل اُڇي جو مالڪ آهين ان جو قسم سندءِ هٿ مان سندم دل بيمار آ. ڇڏ اي يار هاڻي تمام گهڻو آزار آ.

**بحنائے کف پائی تو قسم ، باز گفتم بادائے تو قسم، بگل عارض رعنا سوگند، بخم زلف چلیپا سوگند، عاشقم عاشق گفتار توام، عاشق قامت ورفتار تو ام.**

معنيٰ :تنهنجي مهينديائن ڪافر پيرن جو قسم ، وري چوان ٿو تہ تنهنجي قاتل ادائن جوقسم. تنهنجي موهيندڙن گل جهڙن ڳلن جو قسم ، سندءِ وڪڙيل واسينگن جي چڳن جو قسم. عاشق آهيان عاشق آهيان سندءِ چوٻول جو. سندءِ قد ۽ سهڻي وک واري ڊول جو.

**بدم تيغ سيه تاب قسم، بصفائے دل مهتاب قسم ، بصف خنجر مژگان سوگند، بدل خون شهيدان سوگند، بنده ام بندۂ ديرينۂ تو ، محو مهر وغضب وکينۂ تو.**

معنيٰ : رت سان رڱيل ڪاري ٽيل چمڪندڙ تلوار جو قسم، صفائي واري دل چنڊائتي جو قسم، سنڌءِ صاف پروئن جي پنبڻين جي خنجر جو قسم، دل ورچائي رتورت ٽيل شهيدن جو قسم، آئون ؛ سنڌءِ پراڻو گولو آهيان سنڌءِ محبت ڪاوڙ ۽ نفرت ۾ مدهوش آهيان.

**برخ وعارض گلفام قسم، به بنا گوش دلارام قسم ، بسر جعد معطر سوگند، بجفا هائے تو دلبر سوگند، نيست غير از تو مرا غمازے، تند خو سنگدلے شهبازی .**

معنيٰ : منهن تي سهڻن گلن جهڙن ڳلن جو قسم ، ڪنن جي آرام ڏيندڙ بغاوت جو قسم ، سنڌءِ چوٽي عطر دبيز جو قسم، سنڌءِ معشوقا نه ظلم ڪرڻ جو قسم، تو کان سواءِ ٻيو اڪين ٽيڏي سان ڏسڻ وارو ڪونهي، چڙاڪ پٿر دلو ۽ جهڙ پيندڙ ڪونهي.

**بسر گونۂ رخسار قسم ، با سر آن مه دلدار قسم، بشهيدان محبت سوگند، با سيران مؤدت سوگند، رنجه فرما قدم وشادم کن ، از همه رنج وغم آزادم کن.**

معنيٰ : ڳلن جي حسن ڪري حاصل ٽيل مٽي ڦيري جو قسم، ان محبوب ماه لقا جي مٽي جو قسم ، محبت جي شهيدن جو قسم، ياري جي قيد ۾ ڦاٿلن جو قسم، ٿورو تڪليف ڪري اچي مونکي خوش ڪر، سموري ڏک ۽ غم کان مونکي آزاد ته ڪر.

**14 بصفائے برد دوش تو قسم، بجهان گيرئے هوش تو قسم، بصفائے گل نسرين سوگند، بسر ساق بلورين سوگند، نگهے جانب ما باز بکن ، شاهبازی سر پرواز بکن.**

معنيٰ : سنڌءِ ڪلهي واري سهڻي لوئي جو قسم، سنڌءِ عقل فاتح دنيا جو قسم ، سهڻي منهن نسرين جي گل جهڙي جو قسم، شيشي جيئن چمڪندڙ پنڊلين جو قسم، ٿوري نظر اسان ڏانهن به واريو، شينهڻ باز وانگر مٿي تان اڏرو.

**با سير نظر يار قسم، بادائے نگه يار قسم، بادائے قد دلجو سوگند، به نسيم سر گيسو سوگند، گوئی از لطف که من يار تو ام، بخدا خسته وبيمار تو ام.**

معنيٰ : يار جي نيڻن جي قيدي جو قسم، سهڻي نئين نگهه جي ادا جو قسم ، دل جي چڪ سهڻي قد لاءِ جو قسم، چڪن جي چوٽي مان نڪرندڙ سڳند جو قسم ، فقط

ايترو چئو تہ آئون تنهنجو محبوب آهيان. خدا جو قسم تنهنجي ڪري بيحال بيمار آهيان.

**بشکنج شکن يار قسم، بسر ناقۂ تا تار قسم، بدل آويزے گيسو سوگند، بہ کج اندازے ابرو سوگند، ہر دم از شوق وصالت مردم، بہ تمنائے دولعلت مردم.**

معنيٰ : ملولائي کي ٽوڙيندڙ دوست جو قسم . تا تار جي مشڪ واري ہيڙي جو قسم دل کي اڀاريندڙ وارن جو قسم . ڏنگن اندازن جي مالڪ ڀروئن جو قسم هر گهڙي سندءِ ميلاپ لاءِ مران پيو سندءِ ٻن لعلن جي تمنا لاءِ مران پيو.

**بصفائے ملک العرش قسم، از سماتا بہ سر عرش قسم، بخداؤ بحقيقت سوگند، بسر شمع نبوت سوگند، مدعا خاک رہ جانان است، نظر لطف پئی در مان است.**

معنيٰ : سهڻي عرش جي ڌڻي جو قسم. آسمان کان عرش جي چوٽي جو قسم . مالڪ ۽ سندس حقيقت جو قسم . نبوت جي شمع جي سردار جو قسم سندم مقصد محبوبن جي رستي جي پيرن جي ڌوڙ هئڻ آهي. معشوق جي ئي نظر مهرباني واري سندم دوا آهي.

## ايضا.

**اى حسن کہ در پردۂ بخود راز نهان داشت ،**
**برداشت ز رخ پرده چو رازى بہ ازان داشت.**

معنيٰ : اي حسن جيڪو ڳجهي پرده ۾ راز سبب لڪل هو پنهنجي منهن تان پردو هٽائي ڇڏيائين ڇو تہ ان ۾ بہ راز هو.

**درى بصدف داد کہ از گريۂ ابراست ،**
**رنگى بگهر ريخت کہ در سينۂ کان داشت.**

معنيٰ : اهو موتي جيڪو سپ جي پيٽ ۾ آهي اهو تہ ڪڪر جي رئڻ وارو لڙڪ آهي. پر موتي تي جيڪو رنگ آهي اهو سيني جي سوغات هئي.

**زان پس کہ بگلزار جهان غنچہ کشايد،**
**انديشہ بها راز غم آسيب خزان داشت.**

معنيٰ : اهوئي ڪاني آهي جو دنيا جي باغ ۾ ڪڙي ڪڙي. بهار کي نڪر آهي تہ مٿان سياري جي لوس جو ہيلي آهي.

**اين آتش شوق است کہ در سينہ نگنجد،**
**وين جذبۂ عشق است کہ پنهان نتوان داشت.**

معني : هي شوق جي باھ آهي جيڪا سيني ۾ ماپي نہ ٿي، هي عشق جو جذبو آهي جيڪو ڳجهو رهي نٿو سگهي.

**بی پرده ازان برسر بازار بر آید،**
**کین فتنہ عیان در دل اسرار نهان داشت.**

معني : بي پرده ظاهر ٿي بازار ۾ اچي چڪو آهي، هي فتنو ظاهر ٿيو آهي جيڪو دل ۾ ڳجهي راز طور هو.

**مستانہ بر آورد سر از پردۂ وحدت،**
**از بسکہ سر گرمی بازار نهان داشت.**

معني : مستانہ انداز ۾ وحدت جي پرده مان پنهنجو مٿو ظاهر ڪيائين، ان سرگرمي ۾ سندس بازار تمام نرالي آهي.

**جاروب کش صحن چمن ساخت صبارا ،**
**زان پیش کہ گل را بچمن اشک فشان داشت.**

معني : صبح جي هير کي تہ پنهنجي اڱڻ جو ٻهاريدار بنائي ڇڏيو اٿس . انهي کان اڳ جو گل پنهنجي باغيچي ۾ لڙڪن جيئن لارون ڪري.

**امروز پریشان زده گل برسر دستار ،**
**آن غنچہ کہ وی برسر خود تاج خزان داشت.**

معني : اڄ ڪومائيل گل پنهنجي پٽڪي تي لڳائي ڇڏيو آهي، ان باغيچي جيئن جنهن پنهنجي مٿي تي خزان جو تاج رکي ڇڏيو آهي.

**تا هست جهان گردش دور قمری هست،**
**دل بستۂ این طرز مکرر بتوان داشت.**

معني : جيستائين دنيا آهي اوستائين چنڊ جي گردش بہ هوندي، انهي ڪري دل لڳي جو طريقو وري وري پيو ايندو.

**وقت است کہ آه از دل پر درد بر آرام ،**
**دود از دل خورشید جهان گرد بر آرم.**

معني : هي وقت آهي جو درد ڀريل ھاڪ دل مان ڪڍان . سج جي دل مان درد جي دونهن سان دنيا کي گهيريان ٿو.

**در کعبہ همین رسم طواف حرمی است،**
**نازم بخرابات کہ آنجا صنمی است.**

معني : ڪعبہ ۾ اها رسم آهي جو حرمي طواف ڪبو پر مونکي ان ۾ ناز آهي جو ويراني ۾ معشوق آهي.

**برزخم جگر مرهم بیهوده نہ بندم،**

**تا حوصلہ را طاقت درد المی است.**

معنيٰ : جگر جي لٽ تي بي فائدو ملم نہ پڌندس، جيستائين منهنجي حوصلي ۾ درد سهڻ جي طاقت آهي.

**غم نيست اگر چرخ نہ گردد بمرادم،**
**پيشانی اميد مراہم رقمی ہست.**

معنيٰ : انهي جو ڪوبہ فڪر نہ اٿم جو زمانو منهنجي مرادن موافق نہ آهي، منهنجي اميد جي پيشاني لاءِ بہ ڪجهہ ليکت آهي.

**آن نيست کہ پوشيدۂ شکايت کنم از کس ،**
**تا دست مرا نيزہ ز تار قلمے است.**

معنيٰ : اهو ڳي نہ ٿو سگهي جو ڪنهن سان لڪل شڪايت ڪريان، جيستائين منهنجي هٿ لاءِ قلم جي تار جو نيزو قائم هجي ٿو.(ڇو تہ هر قلم تقدير جي قلم جو محتاج آهي.)

**ای بے خبر اين مستی ہستی تو تاکے ،**
**ہوشيار کہ دنبال وجودی عدمی است.**

معنيٰ : اي غافل هي مستي تنهنجي هئڻ واري ڪيستائين؟ هوشيار رہ تنهنجي وجود کان پوءِ تہ عدم آهي.

**آشفتگيم باعث خوشحالی من شد،**
**بردوش دلم باد بهر جاکہ نمی ہست.**

معنيٰ : منهنجي پريشاني سندم خوشي جو سبب ٿي پئي ، سندم دل جي ڪلهي تي رکيل هوا ڪافور ٿي ويئي.

**مخمور می عشق ترا از مے وہمت ،**
**کافی ست اگر در قدح وجام نمی ہست.**

معنيٰ : تنهنجو عشق جي شراب ۾ ٻڏل هجڻ اهو همٿ ۽ شراب ڪري آهي، ڪافي آهي جيڪڏهن پيالي ۾ شراب نہ آهي.

**جز جام محبت کہ پر از نشۂ ذوق است ،**
**پيمانۂ خون ست اگر جام جمی ہست**

معنيٰ : سوائي محبت جي پيالي جيڪو ذوق جي نشي مان ڀَب آهي ، ٻيو سڀ رت جو پيمانو آهي ڀلي پيالو جم جو هجي.

**ماتشنہ لبان زمزم وکوثر نشناسيم،**
**در راہ طلب پائی خود از سر نشناسيم.**

معنيٰ :اسان ڪوثر ۽ زمزم جي کوڙين جي بيان کي سجاڻوئي ڪونہ ٿا، طلب جي واٽ ۾ پنهنجي پيرن ۽ مٽي کي سڃاڻوئي ڪونہ ٿا.

**از بی ہنر یہا ہمہ محتاج و گدائیم ،**

**پابستۂ این سلسلۂ چون وچرائیم.**

معنيٰ : بي هنري جي ڪري مڪمل محتاج ۽ پينو آهيون ، هن زنجير جا بغير ڇو ۽ ڇا جي ڪري ٻڌل آهيون.

**عمر یست کہ در پردۂ پندار خرابیم ،**

**باشد کہ ازین پردہ بیک بار برآئیم.**

معنيٰ : پوري عمر آئون جي پردي جي ويراني ۾ گذاري ڇڏي اٿئون، ٿي سگهي ٿو تہ ان پردي مان ڪڏهن نہ ڪڏهن آزاد ٿيون.

**چون سبزۂ نو خاستہ بردامن صحرا،**

**از شبنم احسان تو در نشو ونمائیم.**

معنيٰ : ميدان ۾ نئين ساوڪ جاول وانگر ، سندء احسان جي ماڪ مان وڌڻ ۽ ويجهڻ لهون پيا.

**پروانہ عشقیم کہ گرما ودل ما ،**

**در شعلہ نشینیم ندانیم کجا ائیم.**

معنيٰ : عشق جا پتنگ آهيون ڇو تہ اسان جي دل جي گرمي ڪري، باهہ جي شعلن ۾ ويٺا آهيون پتو نہ ٿو پوي تہ ڪٿي آهيون.

**آئیم کہ پردۂ ایما واشارت ،**

**قفل از در گنجینۂ مقصود کشائیم.**

معنيٰ : آيا آهيون تہ جيئن اشارن ۽ ڪناين جي پردي جي ، ڪرف کي کولي مقصد جو خزانو حاصل ڪريون.

**باآنکہ نداریم پر و بال پریدن،**

**دراوج ہما سایۂ اقبال مائیم.**

معنيٰ : ان باوجود جو اڏامڻ لاءِ کنڀ کنيڙاليون نہ اٿئون، پر هما جي اچائي واري بخت جي ڇانه هيٺان آهيون.

**تا در دل اسباب تعلق ہوسی ہست ،**

**گر باد ہوائیم کہ در قید بلائیم.**

معنيٰ : جيستائين دل ۾ اسبابن جي هوس وارو تعلق آهي، تہ حرص جي هوائن ۽ مصيبتن جي قيد ۾ آهيون.

**خون جگر نالہ اگر در دل مخفی،**

غم نیست چو در باغ طلب نغمہ سرائیم.

معني : جيستائين مخفي جي دل ۾ جگر جي خون واري رڙ پيل آهي، ڪو بہ غم نہ آهي ڇو تہ طلب جي باغ ۾ سدائين آلاپون ڪندا رهنداسون.

چون فصل خزان دست در آغوش بهار است ،

مارابہ پریشانی ایام چہ کاراست.

معني : جڏهن خزان جي موسم جو هٿ بهار سان بغل گير آهي، تہ پوءِ اسان جو روز زمان جي پريشاني سان ڪهڙو واسطو.

نشکفت بجزداغ گلی گلبن باغم ،

چون در جگر لالہ کند پنبہ داغم.

معني : سندم باغ جي گلن جي ٻوٽي مان رڳي ڏٽ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ ٽڙيو جيڪو سندم دل ۾ لالهہ گل جيئن داغ بڻيو بيٺو آهي.

این آب شرر پیشہ من تشنہ ندارد،

لبریز کن از خون دل جام ایا غم.

معني : هي پاڻي گرم تهاري طبع وارو منهنجي اڃ نہ لاهيندو ، ڇپو ڇپ ڀرينس منهنجي دل جي رت جي مدهوش ڪندڙ پيالي کي.

در خانۂ تاریک دلم نور نہ بخشد،

گر پر توخورشید شود شمع وچراغم.

معني : منهنجي دل جي اونداهين گهر کي روشني عطا نہ ڪندو ڪٽي سج بہ پنهنجو حصو منهنجي شمع جي فانوس ۾ ڪڏي ڇڏي

هنگامۂ غوغائی جنون گرم کند باز ،

آشفتگی تازۂ سودائے دماغم.

معني : چريائي جي رڙين وارو گوڙ وري بہ گرم ڪري سگهي ٿو منهنجي تازي پريشاني کي جيڪا منهنجي دماغ جي سودا آهي.

در کوچۂ مقصود زمن نام ونشان نیست ،

این بہ کہ درین کوچہ نگیرند سراغم.

معني : مقصود جي محلي ۾ تہ منهنجو نالو ۽ نشان ئي ڪونهي، اهو بہ ڀلو تہ ان محلي ۾ منهنجو ڏس بہ نہ ڏين. (ڪنهن کي خبر ۽ پتو نہ هجي)

شد پنبہ صفت عاقبت این موی سیاہم،

خاصیت بیضا ست مگر در پرزاغم.

معني : آخر ڪار سندم ڪارا وار ڪپهہ جهڙا ٿي ويا . ظاهري خاصيت تہ سفيدي واري آهي پر اڏام ۾ ڪارو ڪانگ آهيان.

آتش بہ چمن زد شررفصل تموزم ،
خورشید فرورفت ز تاریکی روزم.

معنيٰ : چمن کي منهنجي سردي واري موسم پاري جي باھ سان ساڙي ڇڏيو،منهنجي اونداهين ڏينهن کان سج پري نڪري ويو.

این درد وغم عشق تو خون در جگرم کرد،
دین آتش شوقت چو صبا دربدرم کرد.

معنيٰ : هن تنهنجي عشق جي غم منهنجي جگر کي رتورت ڪري ڇڏيو آهي، ۽ تنهنجي ديدار جي شوق مونکي هوا وانگر دربدر ڪري ڇڏيو آهي.

چون حسن ملاحت دہنم را نمکین ساخت،
چون نالۂ صاحب نفسان با اثرم کرد.

معنيٰ : تنهنجي مليح سونهن منهنجي وات کي مليح بنائي ڇڏيو (شاعر ٿيڻ) پ ساھ جي ڏٿين وانگر منهنجي رڙ۾ اثر پيدا ڪري ڇڏيو.

روز یکہ محبت بسرم دل جنون سوخت ،
سودائے غم عشق تو خاکی بسرم کرد.

معنيٰ : اهو ڏينهن جنهن ۾ تنهنجي محبت منهنجي دماغ ۾ محبت جو مچ مچايو تنهنجي عشق جي غم واري فڪر جي مٽي منهنجي دماغ ۾ پيدا ڪيائين.

بیحو صلگی باعث بیماری من شد،
وین داروی بیفائدہ بیمار سرم کرد.

معنيٰ : منهنجي بي حوصلگي سندم بيماري جو ڪارڻ بني ، ۽ هن دوا بي فائدي وري مٿوئي ڦيري ڇڏيو.

عشق تو بر آورد زخلو تکدہ عشقم ،
در کوچۂ بازار جہان جلوہ گرم کرد.

معنيٰ : تنهنجي عشق مونکي عشق جي نڪاٽي کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو هاڻي تہ گلين ۽ بازارن ۾ دنيا جي جلوه گري پيو ڪريان.

یکشب بمرادم نر سانید بآخر ،
این خواب کہ شرمندہ ز فیض سحرم کرد.

معنيٰ : توڙ تائين هڪ رات بہ پنهنجي مراد کي نہ رسيس ، انهي خواب جي ڪري جنهن مونکي اسر جي فيض کان شرمسار ڪيو.

آخر بشراری جگر تشنہ لبے رفت،
این گریہ کہ صد دجلہ نیاز نظرم کرد.

معنيٰ : نيٺ هڪ چڙنگ ڪري چپن جي سوڪ لهي ويئي ، اي منهنجا رئڻ جو سوين دجله جهڙيون نديون تنهنجي رئڻ ۾ وڃايم.

**راهی بمراد دل تدبير نرفتم،**

**زان روز که تقدير مراهم سفرم کرد.**

معنيٰ : اها واٽ دل جي مراد جي جيڪا تدبير جي ڪري ماڻي نه سگهيس ، ان ڏينهن کان سواءِ جو تقدير پنهنجي سفر جو ساٿي مونکي نه بنايو.

**افتاد مرا از دل آخر بزيا نها ،**

**تاثير مناجات چنين در بدرم کرد.**

معنيٰ : منهنجي دل ۾ آخر ڪار نقصان پهچي ويو ان مناجات جو اثر آهي جنهن مونکي دربدر ڪري ڇڏيو آهي.

**فرياد کزين پرده مرا عشق بر آورد ،**

**خونناب جگر از دل ريشم بدر آورد.**

معنيٰ : ان پرده تي دانهيان ٿي جنهن عشق ظاهر ڪيو آهي. رتهاڻو جگر ريشم جهڙي دل مان ڪڍيائين آهي.

**صد شکر که زخمم سر بهبود ندارد،**

**درمان کسی درد مرا سود ندارد.**

معنيٰ : سوين شڪر آهن سندم زخم جو منهن وڌي ڪونه ٿو (راز کلي ڪونه ٿو) اهڙو ڪٿ جنهن کي ڪنهن جو به علاج نفعو نٿو ڏي.

**عمر يست که اين پائی نحوست بزمين است،**

**اين بام فلک کوکب مسعود ندارد.**

معنيٰ : پوري عمر ٿي جو هي بدبختي وارو پير زمين تي آهي، ان کي بخت جي آسمان جي تاري جي چوٽي حاصل ٿي نه ٿي آهي.

**خواهی بحرم باشی وخواهی بخرابات،**

**بيخواهش دل بودن تو سود ندارد.**

معنيٰ : چاهي حرم ۾ هجين چاهي ويراني ۾ ، بنا خواهش واري دل جو هجڻ نفعو ڪونه ڏيندو.

**يک کس بسر ميکده منظور نه بنشست،**

**نازم بسر عشق که مرد ودندارد.**

معنيٰ : ڪوبه معشوق جي ميڪد جي دروازي تي نه ويٺو آهي ، پر مونکي ناز آهي ان عشق تي جنهن جي دنيا ۾ تڙڻ آهي ٿي ڪونه.

**در خانۂ ما بوئی کباب جگرے ہست،**
**کنجائیش بوی شکر وعود ندارد.**

معنيٰ : اسان جي گھر ۾ تہ جگر جي ڪباب جي بوءِ کانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ آهي، اسان وٽ کنڊ ۽ عود جي بوءِ جي ڪا گنجائش ئي ڪانہ آهي.

**سرتا بقدم سوختم وغير ندانست ،**
**این آتش اندیشۂ من دود ندارد.**

معنيٰ : مٿي کان پيرن تائين سڙيل آهيان ٻيو ڄاڻيئي ڪونہ ٿو مون کي لڳل باھ کي دونهين ڪڍڻ جي عادت ئي نہ آهي.

**در ذائقۂ باده کشان تلخ می بود،**
**ہر می کہ کباب نمک آلود ندارد.**

معنيٰ : شراب جي عادين وٽ شراب ڪڙو آهي ، پر جيڪو شراب ڪباب جي صورت وٺي ويو آهي، اهو لوڻ جي ملاوٽ نہ ٿو قبولي.

**گر گوش دلت طالب تاثير نباشد ،**
**حظ دلت از نغمۂ داوٗد ندارد.**

معنيٰ : جي تنهنجي دل جا طلب جا ڪن اثر قبولڻ جي عادت نہ ٿا رکن ، تہ پوءِ دائودي نغمن مان دل کي حظ حاصل نہ ٿيندو.

**امشب شب عيد است ومہ من بمحا قست،**
**مخفی نظرم سوی خراسان وعرا قست.**

معنيٰ : اڄ رات عيد جي رات آهي سندم چنڊ چانڊاڻ مان پر آهي، انهي ڪري مخفي جي نظر عراق ۽ خراسان ڏي آهي (چو تہ چنڊ اهو آهي)

**زان روز کہ دل ما تو گرفتار نياز ست ،**
**رسوائی عشق تو باد بر سر ناز ست.**

معنيٰ : جنهن ڏينهن کان اسان جي دل تنهنجي نيازمندي جي قيدي بني آهي ,ان ڏينهن کان اسان جي عشق جي خواري پورن نازن ۾ آهي.

**تا ہست درين مدرسۂ عشق کتابی ،**
**مضمون خطش قصۂ محمود واياز است.**

معنيٰ : جيستائين عشق جي مدرسہ ۾ سندس نصابي ڪتاب آهن، تہ ان جي اندر محمود ۽ اياز جي قصي جا باب اٿلندا رهيا.

**سر گوشی حسن تو ززلفت نشد آخر ،**
**در پردۂ این کارندا ند کہ چہ راز ست.**

معنيٰ : تنهنجي زلفن جي سنڌءِ حسن سان راز داري ڪڏهن به نه ٿي ، ان ڪر جي مخفي هجڻ ۾ خبر نه آهي ته ڪهڙو راز آهي.(حسن نالو نظم جو پر وار وڪريل انهن ۾ حسن)

**بر خيز بر آور بدعا دست مناجات ،**

**بر روی اجابت همه درهای تو باز ست.**

معنيٰ :اٿي حالت بياني وارا هٿ دعا لا پکيڙ. قبوليت جا سمورا دروازا کلا پيا اٿئي.

**گرفت خطائی بخجالت نه گریزم ،**

**چون عفو خداوند جهان بنده نواز است.**

معنيٰ : ڪٿي گناه ٿي ويا آهن پر پشيماني کان ڪونه ٿو ڀڄان. ڇو ته اڳيان معافي به ان طرفان آهي جيڪو ڪائنات جو مالڪ ٻانهن کي نوازيندو آهي.

**تا چند توان دید درین خانۂ تاریک ،**

**شمعے ست حیات تو که در سوز گداز است.**

معنيٰ : هن اونداري گهر کي ڪيترو ڏسندو رهندين. تنهنجي ته زندگي يار جي لاءِ ڪرڻ ۽ سڙڻ ۾ آهي.

**بر مرکب دولت نتوان رفت به تندی ،**

**این راه سراسر چونشیب ست وفراز است.**

معنيٰ : حڪومت ۽ هڙ جي سواري تي هوڏسان نه چڙهجي . هي واٽ مسلسل هيٺ ۽ مٿي آهي.

**بی رخصت بلبل نروم جانب گلشن،**

**هر چند ره گلشن مقصود دراز ست.**

معنيٰ : بلبل جي اجازت کانسواءِ گلشن ڏي ويندس ئي ڪونه . ڪٿي ڪيترو به گلشن جي واٽ ڏورانهين مقصد واري هجي.

**روز یکه غم وصل تو مارا نگران کرد ،**

**شرمندۂ بینائی صاحب نظران کرد.**

معنيٰ : جنهن ڏينهن کان سنڌءِ وصال واري ڳڻر اسان کي نگران بڻائي ڇڏيو آهي ، ان وصال جي نظر جي شرم اسان کي نظر وارن مان ڪڍي ڇڏيو آهي.

**چون داغ نهم بر سر بر هم محنت وغم را ،**

**برباد دهم محنت واحسان کرم را.**

معنيٰ : جڏهن کان پنهنجي پاڻ تي تڪليف ۽ غم جو داغ داغيو اٿم ته مهرباني ۽ ٿوري ڪٿڻ جي تڪليف کي تباه ڪري ڇڏيو اٿم.

**وقتیست که از شعلۂ آه جگر خویش ،**

**آتش زنم این خیل نعم راوحشم را.**

معنيٰ : هي وقت آهي پنهنجي جگر جي ٻاڦ مان ، هن جماعت ۽ انبوه کي باهہ ۾ ساڙي ڇڏيان.

**ابتر کنم این دفتر مجموعۂ دانش ،**

**بر آب زنم نقش سیہ کار قلم را .**

معنيٰ : هن عقلمندي جي مجموعہ کي تباه ڪري ڇڏيان ، هن ڪاري ڪم واري قلم کي پاڻي داخل ڪري ڇڏيان.

**دارم سر دیوانگی وبر سر بازار ،**

**زین باده کنم مست عرب را وعجم را.**

معنيٰ : ڀريل بازار ۾ چريائي واري مٽي جي ڦيري رکان ٿو ۽ انهي نشي سان عرب ۽ عجم کي مست ڪرڻ چاهيان ٿو.

**حسن از پی محبوبی ودل گرم محبت ،**

**تا پند توان کرد گره زلف وشرم را.**

معنيٰ : سهڻي جي سونهن سبب دل محبت سان پر آهي ، ڪيستائين نصيحت ڪري سگهندي ان جي وارن جي شرم ڪرائڻ لاءِ.

**ہمت مددی کن بمدد گاری غفلت ،**

**بر دیدۂ حاسد زنم این نشتر غم را.**

معنيٰ : همٿ ۽ مدد ڪر غفلت جي وڃائڻ لاءِ ، جيئن حاسد جي اک تي غم جي نشتر هڻي وڃان.

**روز یکہ قضا قسمت اشیائی جهان کرد،**

**بر درد دل افزود فلک با رالم را.**

معنيٰ : جنهن ڏينهن تقدير جهان جيون شيون ورهايائين پئي ، تہ فلڪ دل تي ڏکن جو بار وڏيڪ مقدر ڪري ڇڏيو.

**مخفی شو آزرده کہ از صیقل تدبیر ،**

**از خاطر آشفتہ برم داغ ستم را.**

معنيٰ : اي مخفي تدبير جي روات کان تڪليف محسوس نہ ڪر ، هن پريشان دل تي ظلم جو داغ ڪٽيو وڃان ٿو.

**اسرار مسیح است در اسرار نهانم،**

**گویا شدۂ آب حیات ست زبانم.**

معنيٰ : منهنجي اندر جا راز مسيح جا راز آهن ، گويا ڪہ تون منهنجي زبان جو آب حيات آهين.

بینائی چشم دلم از روی یقین ست،
آتشکدۂ سینۂ من کیسۂ دین ست.

معنيٰ : منهنجي دل جي اکين جي بينائي يقين (ايمان)جي ڪري آهي، منهنجي سيني جو ڪورو منهنجي دين جو ڪيسو آهي.

در راز پس پرده چو خورشید بر آمد ،
امروز اگر طالع من پرده نشین ست.

معنيٰ : ڳجهي راز جو دروازو سج جيئن اڀري نڪتو اها ڳالهه جدا آهي جو اڄ منهنجو ڀاڳ پرده نشين هجي.

در دیدۂ ایام شود نور تجلے ،
کردی کہ مرا از رہ ہمت بجبین ست.

معنيٰ : اهڙا ڏينهن جن ۾ اکين جي اندر روشني پنهنجو تجلي ڪري نڪري، اهي تو تہ ظاهر ڪري ڇڏيا جنهن ڪري منهنجي پيشاني ۾ همٿ ظاهر ٿي آهي.

بی قوت طالع نتوان دید مہ حسن ،
این بادۂ تصویر نگارندۂ چین ست.

معنيٰ : بخت جي مدد کانسواءِ سونهن جو چنڊ نہ ٿو ڏسي سگهجي، هي شراب جي تصوير آرام کي ڏيکاريندڙ آهي.

ای خاک بران مهر کہ از روئی وفا نیست ،
ای وائی بر آن کس کہ دل آلودۂ کین ست.

معنيٰ : اي ان محبت تي ڌوڙ جيڪا وفا لاءِ نہ آهي، اي ان ماڻهو لاءِ بہ افسوس جنهن جي دل ڪيني سان گڏيل آهي.

مغرور نگردی تو درین دور مسلسل ،
ہر نوش کہ بینی بدم نیش قرین است.

معنيٰ : مسلسل زماني جي گردش تي نہ پلجي ويجهان، جيڪو بہ ڏڪ پرين ٿو اهو نانگ جي ڏنگ ويجهو آهي.

ایمن نتوان بود براہی کہ بہر گام ،
دشمن پی تا راج متاعت بہ کمین ست.

معنيٰ : سفر واري رستي کان بي خوفو نہ ٿيڻ کپي هر قدم تي، دشمن ڌاڙي هڻڻ لاءِ مورچو جهلي ويٺو آهي.

گو فتنۂ ایام دلت را بہ بقا باش ،
بنشین بمرام دل و در حفظ خداباش.

معنيٰ : زماني جي فتنن کان پنهنجي دل کي مضبوط ڪر ، دلي مقصد رکي خدا جي حفاظت ۾ ره.

**ايضا در آرزوئی طواف کعبه ونعت آنحضرت صلی الله علیه وسلم.**

**روز گاریست که من جرعه کش عصیانم،**

**بردر توبه ز دل منتظر غفرانم.**

معنيٰ : پوري ڄمار آئون گناهن جا ڍڪ پيو پريان ، توبه جي دروازي تي بيهي دل سان سندءِ بخشش جي انتظار ۾ آهيان.

**گر بزمزم فکنم پاک نگردد هر گز ،**

**غیر آب گرم آلودگی دامانم.**

معنيٰ : جي زمزم جي کوه ۾ وجهان ته به پاڪ ڪڏهن نه ٿيندو، اهو گرم پاڻي جنهن سان سندم پلهه آلو ٿئي تڏهن پاڪ ٿيندو.

**روز وشب در نظر فطرت من یکسانست ،**

**بس که در کار فرو بستهٔ خود حیرانم.**

معنيٰ : منهنجي فطرتي نظر ۾ ڏينهن رات هڪ جهڙا آهن ، پنهنجي روڪيل ڪمن ۾ تمام گهڻو حيران آهيان.

**4 خانهٔ دین من از ظلم عمل تاریک ست، در خجالت زمن روشنی ایمانم.**

معنيٰ : منهنجي دين جو گهر عملن برن جي ڪري اونداهون آهي ، انهي ڪري منهنجي ايمان جي روشني لڪائي ۾ آهي.

**رگ گمراہی چشمم نتوان پاک برید،**

**تا براهت نرود خون دل از مژگانم.**

معنيٰ : منهنجي اکين جي گمراهي واري رڳ کي اوستائين نه ٿو وڍي سگهجي ، جيستائين تنهنجي شريعت واري واٽ تي دل جي اکين جي پنبڻين مان رت وارا لڙڪ نه ٿا ڳرن.

**بسته ام از دل وجان نیت طواف حرمت ،**

**گر دهد پیک اجل درخت ازین طوفانم.**

معنيٰ : مڪمل دل ۽ جان سان تنهنجي حرم جي طواف جي مضبوط نيت ڪئي اٿم. جي موت جي ڍڪ هن طوفان کان مونکي موقعو ڏنو ته.

**خود تا ثیر غم عشق تو بر سینهٔ ودل ،**

**موبمو رقص کنان در طلب پیکانم.**

معنيٰ : تنهنجي عشق جي غم جو اثر سيني ۽ دل تي يقيني طور ، سندم وار وار ۾ تنهنجي طلب لاءِ اکين جي تارن ۾ رقص پيو ڪري.

یا رسول عربی جذبۂ شوق کہ چوابر ،
سالہا شد بتمنائے درت گر یانم.

معنيٰ : اي عربي رسول صلي الله عليہ وسلم شوق جو جذبو ڪڪر وانگر. ڪيترن سالن کان سنڌءِ در جي تمنا لاءِ رئان پئي.

نیست ممکن بمقصود رسم بی کششت ،
مفلس وعاجز ودرمانده بی سامانم.

معنيٰ : اهو ممڪن ئي نہ آهي تہ مقصود ماٿي سگهان تنهنجي ڇڪ کان سواءِ چو تہ آئون سڃي هيٺي، ڏهري ۽ بي ثمري آهيان.

نیست گر زاد رہے صبر وتحمل دارم،
تکیہ بر لطف تو از فیض توکل دارم.

معنيٰ : جي مون وٽ رستي جو ثمر نہ آهي تہ صبر ۽ سهپ رکان ٿي. تنهنجي مهرباني تي ڀروسو ۽ تنهنجي ئي فيض تي توڪل ڪريان ٿي.

ہمتے کعبہ کہ زین راہ بجائی برسم ،
بینوایم بطوافی بنوائے برسم.

معنيٰ : اي همت ڪمبو انهي واٽ تي آهي من منزل ماڻيان. بي ثمري آهيان من طواف کي رڙين سان پهچان.

گر بمنزل بر سم آبلہ گردم ہمہ تن ،
تا درین راہ بزمین بوسی پائی برسم.

معنيٰ جي منزل کي پهتيس ڪٿي منهنجو سمورو بدن لوڪڻان ٿي وڃي. جيستائين ان رستي جي زمين کي پيرن چمڻ جي صورت ۾ پهتيس.

آنچنان زارو ضعیفم کہ چوکاہم نبرد ،
گر بہ پیش نظر کاہ ربائے برسم.

معنيٰ : ايسري تمام ضعيف آهيان جو سڪل تيلي وانگر بہ مونکي نہ ڪٺي ويا. ڪٺي گاه وانگر اپڙي آهيان.

طالب عشق شوم از پی دردی بروم ،
سر بسر درد شوم گر بدوائی بر سم.

معنيٰ : عشق جي طالب آهيان انهي ڪري ڏک جي پٺيان لڳندس. مٿي جو سور ٿي پوندیس جي مون دوا ورتي تہ

از غم مفلسیم رنجش خاطر نبود ،
بکشم جام فنا تابہ بقائے برسم.

معنيٰ : جي غم کان مفلس آهيون تہ دل جي رنجش ناهي ، فنا جو جام جڏهن متائيندس تہ بقا کي پهچي ويندس.

**کوشش وسعی مرا پائے شتابی بردار ،**

**شاید از تنگی رہ من بقضائے برسم.**

معنيٰ : ڪوشش ۽ محنت سان منهنجا پير هتان ڪڍ ، متان رستي جي سوڙهه ڪري موت هٿ لڳي وڃان.(محبوب جي تعلقي موت)

**دست در دامن صبرم بتو کل ہمراہ ،**

**تا درین راہ بآواز در آئی برسم.**

معنيٰ : منهنجو هٿ صبر جي پلاند ۾ آهي ۽ توڪل جي رفاقت سان ، اهو انهي لاءِ آهي تہ هن رستي جي رڙين تي اچي مون سان ملين.

**زا دراہم شدہ آخر شہ بطحا مددی ،**

**کہ از الطاف توبر خوان صلائی برسم.**

معنيٰ : رستي جو سامان ختم ٿي ويو اي بطحا جا ڌڻي مدد ڪر، تہ جيئن تنهنجي مهرباني واري دستر خوان تي پهچي وڃان.

**مدای چشمۂ زمزم کہ بسے حیرانم ،**

**در رہ شوق تو لب تشنۂ وسر گردانم.**

معنيٰ : مدد ڪر اي زمزم جا چشمہ تمام گهڻو پريشان آهيان. تنهنجي شوق واري واٽ ۾ اڃايل چپن سان حيران آهيان.

**گو حریفی کہ بانداز دل از ما ببرد ،**

**مایۂ دولت جاوید بہ یغما ببرد.**

معنيٰ : چئو تہ حريف پنهنجي اندازي دل ربائي سان اسانجي دل کسي ويو ، هميشہ واري دولت جي موڙي لٽي ويو.

**حسن را جلوہ دہد بی مددی زلف گرہ ،**

**کعبہ از پیش حرم خانہ ترسا ببرد.**

معنيٰ : حسن کي زياده ڪن ٽا ڪليل وارن جيون ڳنڍيون ، ڪعبو حرم خانہ جي اڳيان لڪائي نين ٽا.

**چند دز دیدہ زدل نالۂ محنت زدہ ام ،**

**از سر شعلۂ آہم بہ ثریا ببرد.**

معنيٰ : ڪجهہ ، لڪيل دل کان دانهون محبت واريون ڪيون اٿم منهنجي رڙين جي شعلن جي چوٽي ثريا وڪوڙي وئي

**جان دہم در عوض تحفہ بہمراہ صبا ،**

نشۂ درد مرا گربہ مسیحا ببرد.

معنيٰ : ساھہ ڏيان تو بدلي ۾ تحفہ ڪري صبا سان گڏ، منهنجي ڏک جو نشو ڪٽي مسيح ڪٽي ويو.

چند گردی بہ بیابان ندامت مخفی ،

تشنگیہائی دل از آبلۂ پا ببرد.

معنيٰ : ڪيترو رلندين بيابان ۾ پڇڪارن سان اي مخفي تنهنجي دل جي اڃ تہ پير پٽون ڪري ڇڏيا آهن.

تیر گیہائی دل بیخبران رہ عشق ،

روشنائی دل از پر تو بیضا ببرد.

معنيٰ : عشق جي مسافرن جي دلين جي ڪٽن کي روشنائي حاصل ڪئي سندس روشن دل جي صاف چمڪاٽ مان.

رنج وغم باد بہ محنت طلبان ار زانی،

من وعشقی کہ زمن دل مدا را ببرد.

معنيٰ : تڪليف ڪرڻ وارن کي ڏک ۽ غم مباح هجي، آئون ۽ اهو عشق جيڪو مونکي دل کان عطا ٿيو آهي.

ای خدا ؛ شعلۂ برق جگر آہ مرا ،

کز دل غمزدہ ام ذوق تمنا ببرد.

معنيٰ : اي خدا جگر جي آه جي وڄ جو شعلو، جنهن جي ڪري دل ۾ غمگين آهيان جنهن تنهنجي اميدن جي ذوق کي لٽي ڇڏيو آهي.

تیشۂ عشق مرا ہمت فرہاد کجا است،

کہ بانداز نگہ رنگ ز خارا ببرد.

معنيٰ : منهنجي عشق جي تيشي ۾ فرهاد واري همٿ ڪٿي آهي، جو نظر جي اندازي سان ڪنڊي کي گل جي رنگ ۾ مٽائي ڇڏي.

گر شود کشتی این نالۂ زارم سفری ،

صبروآرام وقرار از دل شیدا ببرد.

معنيٰ : جيڪڏهن هي پڌريون رڙيون منهنجي سفر جي ٻيڙي بنجي پون، تہ صبر ۽ آرام ۽ سڪون هن دل عشق واري کان لٽجي وڃي.

تا دل از رفتن این راہ بیابان زدہ ام ،

آتش شوق بجان سروسامان زدہ ام.

معنيٰ : جڏهن کان دل کي هن بيابان جي واٽ تي هلڻ لاءِ لڳايو اٿم، شوق باهہ واري کي پنهنجي حياتي جي ثمر طور قبول ڪيو اٿم.

بازم از سوی حرم راہبری مے آید ،
رہبری از بر صاحب نظری می آید.

معنيٰ : وري حرم کان رهنما اچي پيو، رهنما وڏو نظر جو ڌڻي اچي پيو.

مرغ دل در قفس سینہ ندارد آرام ،
مگر از زلف پریشان خبری می آید.

معنيٰ : دل وارو سيني جي قيد واري پکي جو آرام ويو هليو شايد ڪيس وکريل وارن جي خبر پهچي چڪي آهي.

بندۂ ہمت پروانۂ دل سوختہ ام ،
کہ بامید نگاہے شر ری مے آید.

معنيٰ : سندس همت جو غلام دل سڙيل پتنگ آهيان، انهي اميد سان تہ سندس نظر مان چڻنگون شعلن واريون ظاهر ٿينديون.

غنچہ از کار فرو بستہ دل آزردہ مباش ،
تا بگلزار نسیم سحرے مے آید.

معنيٰ : مکڙي کم ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي آزاريل دل نہ ٿي ٿي سگهي ٿو تہ باغيچي ۾ سحر واري نسيم اچي وڃي ۽ مکڙي کڙي پئي.

نامۂ صبر مراکرد بیکبار خراب ،
اینقدر آب کہ از چشم تری می آید.

معنيٰ : صبر جي پيغام مونکي رڳو ويران ڪري ڇڏيو آهي ، ايترو پاڻي وهيو آهي جو اکين مان آلاڻ پئي ڇڪجي.

گر نہان شد بہ پس پردہ مرادت چہ عجب ،
از پس پردہ برون پردہ دری می آید.

معنيٰ : جي تون جيڪو مراد آهين پردي پٺيان لڪين تہ ڪهڙي عجب جي ڳالهہ آهي ، پردي پويان بہ ظهور ٿي سگهي ٿو.(عشق اخفا ، ۽ اظهار جو نالو آهي.)

خانہ زادان حرم کعبۂ مقصود کجا است؟
کہ پئی عفو گناہ در بدری مے آید.

معنيٰ : حرم ۾ جاولن جي گهر جي ڪعبہ جو مقصود ڪٿي آهي ؟ جو گناهن جي بخشش لاءِ در بدر پيو ٿئي.

یا رسول اللہ ز اعجاز مسلمانش کن،
کز رہ دور خدا بی خبرے می آید.

معنيٰ : اي الله جا رسول صلي الله عليہ وسلم پنهنجي معجزي سان ڪيس مسلمان بناءِ جيڪو الله تعالا جي واٽ کان پري بي خبر اچي پيو.

خواجۂ يثرب وبطحا بتوجہ بکشا ،

در مفتوح کہ بی پاو سرے می آید.

معنيٰ : اي يثرب ۽ بطحا جا ڌڻي ڪجهه مهر جي نظر ڪر. هن قيدي ڏانهن جيڪو بي پيرو ۽ بي سرو اچي پيو.

ای مقیمان حرم بہر خدا یک نظرے ،

خانہ نالان شدۂ از سفری مے آید.

معنيٰ : اي حرم جا رهاڪو، خدا جي واسطي هڪ نظر ڪريو ان تي جنهن جو گهر رڙيون آهي هاڻي سفر ڪريو پيو اچي.

مفلس وعاجزم واز تو بضاعت خواہم،

عاصی ومنفعلم از تو شفاعت خواہم.

معنيٰ : سچي ۽ هيٺي آهيان توکان تنوڻ پنان ٿي ، نافرمان ۽ خالي آهيان توکان شفاعت گهران ٿي.

ایک از معجزہ انگشت تو شق گشت قمر ،

گرد نعلین تو بر تاج کیانی مغفر.

معنيٰ : اي اها ذات جو تنهنجي آڱري جي معجزي چنڊ چيري ڇڏيو تنهنجي جتين جي دز ڪياني خاندان جي تاج لاءِ فخر بني.

کشت مقصود ز باران عطایت شاداب ،

باغ امید ز ابر کرمت تازہ وتر.

معنيٰ : تنهنجي بخشش جي مينهن مان خوشي جا مقصد حاصل ٿيا.تنهنجي مهر باني جي ڪڪرن مان اميدن جا باغ سيراب ٿيا ۽ تازه ٿيا.

بیحجابانہ نہادہ بسر کرسی پائے ،

بر گذشتہ ز فلک کردہ ملک را رہبر.

معنيٰ : بغير رڪاوٽ جي ڪرسي تي پنهنجو پير رکيو. آسمان مان لنگهي ملائڪ پنهنجو رهبر بنايو.

دور اول بہ نہان خانۂ وحدت رفت ،

خوردہ از جام می ساقی وحدت ساغر.

معنيٰ : پهرئين ڦيري سان وحدت جي گهر ۾ ويو. وحدت جي ساقي جي مٽي جي جام مان پيالو پيتائين.

خواجہ کون ومکان احمد مرسل کہ بہ علم ،

بر سر چرخ زدہ در شب معراج افسر.

معني : ڪون ومڪان جو سردار احمد مرسل صلي الله عليہ وسلم، جنهن معراج رات آسمان تي پنهنجي سرداري قائم ڪري ڇڏي

**وقت جای بہ سبق خواندن دانش کانجا،**
**چند ارکان عناصر شده دربان بردر.**

معني : اهڙو وقت ۽ جاءِ جتي عقلمندي جو سبق پڙهيائين ، جتي ڪيترائي فرد ۽ شخصيتون دروازي جيون دربان هيون.

**مادر دهر شرف یافته از زادن تو ایم ،**
**زانکه مثل تو ندیدست بعالم دیگر.**

معني : اسان دنيا ۾ عزت تنهنجي ئي جمڻ ڪري ماڻي آهي، ڇو تہ تو جهڙو زماني ۾ ٻيو ڪو بہ نہ ڏٺو اٿئون.

**گر نبودی غرض از خطبۂ نامت دیگر ،**
**از زمین بر نگر فتی سر خود را منبر.**

معني : جيڪڏهن تنهنجي نالي ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جو نالو خطبي جو عنوان هجي ها، تہ زمين پنهنجي پيٽ کي ڪڏهن بہ خطبي لاءِ ممبر نہ بنائي ها.(زمين ممبر خطيب هڪ لاءِ تيار ٿي آهي ۽ بہ خطبو انجي ئي نالي جو پڙهن ٿا.)

**گر تو قسام نبودی ونہ گشتی مقسوم ،**
**حوض آتشکده می بود نبودے کوثر .**

معني : جي تون تقسيم ڪرڻ وارو نہ هجين ها ، تہ ورهاست ئي نہ ٿئي ها حوض باهہ جي جاءِ هجي ها ۽ ڪوثر جو وجود ئي نہ هجي ها.

**از حجرۂ تو تا بدر روضۂ خلد ،**
**صف زده خیل ملک بهر شفاعت نبگر.**

معني : تنهنجي حجري ڪان روضت الجنہ جي دروازي تيائين، ڏس نہ ملائڪن جي جماعت صفون ٻڌي بيٺي آهي شفاعت لاءِ.

**مخفی عاصی وعاجز بتو دارد امید،**
**نیست جز درگہ تو پشت وپناہے دیگر.**

معني : عاصي ۽ عاجز مخفي جي تو ۾ ئي اميد آهي ، تنهنجي درگاه ڪانسواءِ مددگار ٻيو ڪو بہ نہ آهي.

**این سیہ روکہ بامید عطا آمده است،**
**بامیدت ز کجا تا بکجا آمده است.**

معني : هي ڪار منهين تنهنجي ئي ذات لاءِ آئي آهي، تنهنجي ئي عطا جي اميد ڏس تہ سهي ڪٿان ڪٿان ڪان آئي آهي.

**وقت آنست سراز خواب بقا برداری ،**

**پرده از پیش نظر بهر خدا برداری.**

معنيٰ : اهائي برڪت آهي تہ پنهنجو سر مبارڪ بقا واري ننڊ مان کڻ، جيڪو نظر وارن جي اڳيان پردو آهي خدا جي واسطي اهو کڻ.

**دہر را فتنۂ آشوب فنا کرد خراب ،**

**از میان دفتر قانون فنا برداری.**

معنيٰ : زماني کي فنا جي لڙکن وهڻ واري بيماري خراب ڪري ڇڏيو آهي، مهرباني ڪري جيڪو فنا جو قانون وچ ۾ ڏچو ٿيو پيو ان کي ٻاهر اڇلاءِ .(ڇو تہ تنهنجو ديدار بقا جو ثبوت آهي)

**یادہی رونق ایام وفاداری را ،**

**یا ازین سلسلہ آئین وفا برداری .**

معنيٰ : وفا داري جي ڏينهن کي مهرباني ڪري رونق بخش . يا تہ هن آئين مان وفاداري جو سلسلوئي ڪٽي ڇڏ.

**عالم از روی ریا کہنہ رباطی شده است ،**

**از جہان قاعده روی ریا برداری.**

معنيٰ : دنيا ريا ڪاري ڪري پراڻو مسافر خانو بنجي ويئي آهي . دنيا مان اهو ظاهري ناٽ جي قانون کي ميٽي ڇڏ.

**از سمک تا بسما کرده تصرف بیجا ،**

**رسم بیداد ازین ارض وسما برداری.**

معنيٰ : مڇي کان آسمان تائين غلط تصرف ٿي چڪو آهي، ظلم جي رسم زمين ۽ آسمان تان کڻي ڇڏ.

**ظلم را عدل نہاده چو کلمہ بر سر ما،**

**این کلمہ را بہ کرم از سر ما برداری.**

معنيٰ : جنهن اقرار ظلم کي عدل بنائي اسان تي قائم ڪري ڇڏيو آهي، اهڙي اقرار ناليءَ کي پنهنجي مهرباني سان اسان کان ٽار.

**سرمۂ لطف کشی دیدۂ بینائے را،**

**نور بی سرمہ ازین چشم حیا برداری.**

معنيٰ : پنهنجي مهرباني جو سرمون ڏسڻ لائق اک ۾ لڳاءِ . بي حيائي واري سرمہ کي انهن مان ڪڍي ڇڏ.

**ہمچو یعقوب نبی بر سر راہم نگران ،**

**تاکی این سلسلہ از پائی صبا برداری.**

معنيٰ : يعقوب نبي عليہ السلام وانگر مونکي رستي جو نگران بنائي ڇڏ، ڪيستائين مونکي صبا جي هوا جي سلسلي جي نشانن محتاج بنائيندي

**مخفی بادب باش کہ این نعت رسول است،**
**صدبیم وخطردرره امید وقبول است.**

معنيٰ : اي مخفي با ادب هج هي رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي نعت آهي، سوين ڀپ ۽ خطرا اميد ۽ قبول پوڻ جي رستي ۾ آهن.

**ایضا در نعت رسول الله ﷺ واظهار حال خود.**

**چشم روحم راز نور کعبہ بینا کرده اند،**
**کعبہ را بهر منا جاتم مهیا کرده اند.**

معنيٰ : منهنجي روح جي اکين کي ڪعبہ جي نور سان بينائي عطا ڪئي اٿن، ڪعبہ کي وري سندم حالت بياني لاءِ تيار ڪيو اٿن.

**بر امید سجدهٔ کافتد قبول در کهش ،**
**قد سیان بال وپر خود را مصلا کرده اند.**

معنيٰ : انهي اميد تہ من سجدو سندس درگاه تي قبول پوي، قدسي ملائڪن پنهنجا پر ۽ کنبڙا ئيون مصلا بنائي ڇڏيون آهن.

**تا دهم آبی گل اعجاز ابراهیم را ،**
**آتش نمرود یان را بر سر ما کرده اند.**

معنيٰ : انهي ڪري ابراهيم عليہ السلام جي مٽي (سبب محمد صہ) مان معجزي طور، نمرودين جي باهہ کي اسان تي ٻاريو اٿن.(مراد سندن حڪمراني اورنگزيب جي)

**در گلوئی سبحہ دارد رشتۂ زنار را ،**
**کفر ودین را در نقاب حسن یکجا کرده اند.**

معنيٰ : اسان جي گلي جي زنار کي تسبيح سمجهو، ڪفر ۽ دين جي ميلاپ کي حسن جو گڏيل نقاب ڄاڻو.

**سائبان بارگاه بادشاه کعبہ است،**
**این سپهر لا جوردی را کہ برپا کرده اند.**

معنيٰ : اسان جي ڇانہ جي جاءِ ڪعبہ جي بادشاه جي درگاه آهي، اها لاجوري ڍال اسان کي ڇهرائي ڇڏي اٿن.

**مهو شان از طرز ناز حسن رمزی گفتہ اند،**
**عاشقان را بر سر بازار رسوا کرده اند.**

معنيٰ : سهڻا پنهنجي حسن جي ناز ڪري اشارن سان ڳالهائيندا آهن ، جيڪي عاشقن کي ڀري بازار ۾ خوار ڪندا آهن.

**عاشق ومعشوق باہم بوا لفضول انداز خدا،**
**رسم وآئين را بزعم خويش پيدا كرده اند.**

معني : عاشق ۽ معشوق پاڻ ۾ خدا جي واسطي ڪري ابو الفضل آهن . انهن جو آئين ۽ ان جو رواج پنهنجو پاڻ ٺاهيو اٿن.

**يوسف مقصود را از چاه برون آورده اند،**
**تهمت بی عصمتی را بر زليخا كرده اند.**

معني : مقصد جي يوسف کي کوه کان ٻاهر آندو اٿن، انهي ڪري بي عصمتي جي تهمت زليخا جي سر لڳائي اٿن.(يوسف جو نڪرڻ زليخا جي تهمت جو سبب بنيو.)

**خلق وعالم را بمحراب دعا آورده اند،**
**كعبه را تا قبله گاه دين ودنيا كرده اند.**

معني : مخلوق ۽ پوري دنيا کي دعا جي محراب ۾ آندائون آهي ، تہ ڪعبي کي دين ۽ دنيا جو قبلو بنائين.

**زاہد وفاسق بہ پيش رحمت ايزد يكيست،**
**بی تميزان راه حق را ريگ بر پا كرده اند.**

معني : نيڪو ڪار ۽ بدڪار ڌڻي جي رحمت اڳيان هڪ جهڙا آهن ، حق جي رستي جي پانڌيئڙن تي واري وسائي ڇڏي اٿن.

**من ز خون دل سبوئی ديده پرمی كرده ام ،**
**عقل سر گردان اين راہست ومن طی كرده ام.**

معني : آئون جيڪا دل جي رت مان اکين جا گهڙا ڀريو بيٺي آهيان ، جنهن واٽ تان هلڻ کان عقل حيران هجي اها لتاڙي بيٺي آهيان.

**من نميدانم كہ نور اين تجلی از كجا ست ،**
**اينقدر دانم كہ چشمم باغيانش آشنا است.**

معني : مونکي تہ پتوئي نہ ٿو پوي تہ هن تجلي جو نور ڪٿان کان آهي ، آئون رڳو ايترو ڄاڻان ٿي سندم اکيون ان باغي کان واقف آهن.(باغي صفت معشوق جي مناسب چو تہ ناز جي ڪري سندم اکيون باغي ڪائنس واقف آهن ، باغي صفت اکين جي عاشق نافرمان جي معني ۾ عاشق طعنہ لائق)

**شد ز عكس رويت اجزائی وجودم آفتاب ،**
**كيميا باشد وجود مس اگر باكيميا است.**

معني : سندۃ منهن مبارڪ جي جز مان منهنجو بدن ڪامل سج بنجي ويو سون بنجي ويندو وجود جي سندس تعلق سون سان ٿيندو.

**سيل اشكم آمده كشتي چشمم دار بود ،**
**روشني ديده ام بر موجۂ بحر فنا است.**

معنيٰ : لڙڪن جي سيلاب ڪري اکين جي درياه ۾ هلندڙ ٻيڙي ٻڏي ويئي، منهنجي اکين جي روشني فنا جي سمنڊ جي لهرن تي آهي.(دنيا جي علم ۽ تعلق بي شباتي جو مثال.)

**نيست گر با تيشه ام نرمي دل در آب ستون ،**
**از سر شک ديدۂ اين سنگ در نشو ونما است.**

معنيٰ : ڪٿي منهنجي ٽيڪم جي ڪري دل ۾ نرمي نہ آهي جيڪا پاڻي جو ٿنڀو ٿيو بيٺي آهي، اکين جي لڙڪن جي لهرن ڪري اهو پٿر پاڻ واڌاريل آهي.(نفي جي ضرب ٽيڪم اثبات جو پهلو پاڻي ، پنهنجي ڪمائي کي گهٽ سمجهڻ ڪمال.)

**سالها شد پير كنعان برد ربيت الحزن ،**
**سر بزانوي تفكر چشم برراه صبا است.**

معنيٰ : ڪيترا سال ٿيا آهن جو ڪنعان جو پوڙهو غم جي گهر جي دروازي تي جو فڪر جي مٿي کي گوڏن تي هٽي اکين کي صبا جي واٽ تي لڳايو ويٺو آهي.

**باز راه كعبه را گم كرده ام بى نورچشم ،**
**اى صبا گردى ازان دارى كه رشك توتيااست.**

معنيٰ : وري ڪعبہ جي واٽ گم ڪيم جو اکين جو نور ويو هليو . اي صبا ڪجھ دز تہ ايمان جي ڏي تہ اهو منهن جي نظر لاءِ توتئي کان وڌيڪ رشڪ وارو آهي،

**درس عشق است اينكه ناداني بود دانشوري ،**
**ترك گفت وگوي كن كانيجا سخن محض خطا است**

معنيٰ : عشق جو تہ اهو سبق آهي جنهن ۾ ناداني عقلمندي آهي . انهي ڪري چپ ڪر هن دنيا ۾ ڳالهائڻ گناه آهي.

**محرمي پيوسته باشد در كمين محرمے ،**
**هر كه شد بيگانه در مجلس درين بزم آشنا است.**

معنيٰ : واقفيت لڳل هجي ٿي هن گلي ۾ محرومي سان جيڪو هن ڪچهري ۾ ناواقف بنيو اهو سمجهو نڪتو.

**از سر اخلاص پا بردار ودست خود بر آر ،**
**كاندرين ره هر كه را بيني تو مقصودش دعا است.**

معنيٰ : اخلاص واري قدم سان هل ۽ رڪاوٽ وارو هٿ رک . هن واٽ ۾ جنهن کي بہ ڏسين انجو مقصد پڪار آهي.(و الله الغني والتم الفقراءِ)

**اكثرى از بهر نام وننگ حاجى مى شوند ،**

**حج گذار آنرا نظرنی بر حرم نی بر صفا است.**

معنيٰ : گهڻا نالي ۽ شرم جي ڪري حاجي ٿين ٿا ، جيڪو حج ادا ڪري ٿو انکي نہ حرم تي ۽ نہ صفا تي نظر آهي.

**پنبۂ غفلت نهادم با زداغ کعبہ را ،**

**خیر بادی گفتم این چشم وچراغ قبلہ را.**

معنيٰ : ڪعبي جي شوق واري ڦٽ تي غفلت جي پٽي ٻڌي ڇڏي اٿم ، هاڻي قبلہ جي چشمي ۽ فانوس کي سدا خوش هجڻ چئي ڇڏيم.

**باز گشتم چون درین راہم سروسامان نبود ،**

**لنگر کشتی من در موجۂ طوفان نبود.**

معنيٰ : وري آيس ان باوجود جو مون وٽ رستي جو ثمر ڪونہ هو ، سندم ٻيڙي لاءِ طوفان جي وقت جي لنگر هڻڻ جيون ڀليون نہ هنيون.

**فطرت دون ہمت من قوت رفتن نداشت ،**

**چنگ فکرم را درین رہ قوت جولان نبود.**

معنيٰ : منهنجي گهٽ همٿ واري فطرت ۾ هلڻ جي طاقت نہ هئي ، منهنجي فڪر جي چنگ ۾ ان واٽ تي هلڻ وارو جوش نہ هو.

**جنس از دکان ہر بازار پر سیدم بسی ،**

**درد دل را جز شکیبائی دگردرمان نبود.**

معنيٰ : هر ڪنهن بازار جي دڪان تان رکيل جنس جي تمام گهڻي پڇاءِ ڪيم ، پر دل جي ڏک جي دوا سواءِ صبر جي ٻي ڪابہ نہ هئي.

**مدتی سر گشتہ بودم در پی آب حیات ،**

**خضر را دیدم ولیکن چشمۂ حیوان نبود.**

معنيٰ : ڪيترو وقت حياتي جي پاڻي لاءِ پريشان هيس ، خضر تہ ملي ويو پر حياتي جي پاڻي جو چشمون نہ مليو.

**پیش ازین ہم اہل عرفان صحبتی می داشتم،**

**ہیچ بانگ انقلابی بر سر این خوان نبود.**

معنيٰ : هن کان اڳ بہ سڃاڻپ جي ڏٽين سان صحبت رکيم پئي ، پر هن خنچي تي انقلاب جو آواز ڪجھ بہ نہ هو.

**در جدا ئیہائے یوسف دیدۂ یعقوب را ،**

**غیر گریہ ہمد می در کلبۂ احزان نبود.**

معنيٰ : يوسف جي جداين جي ڪري يعقوب جي اکين ۾ ، رئڻ کان سواءِ سندس پيجري ۾ غم هئائي ڪونہ آهي.

**با وجود آنکہ دارم جان بدرد داغ عشق ،**
**داغ این در دم کہ چون این خاندان آن نبود.**

معنيٰ : ان جي باوجود جو حياتي عشق جي داغ واري رکان ٿي ، پر هي داغ هن ڏک وارو منهنجو ان نسل مان نہ آهي.

**خون مادر گردن این دیدهٔ غماز ما ،**
**راز مادر پردهٔ با دیدهٔ گریان نبود.**

معنيٰ : اسان جو خون انهن چغل خور اکين جي ڪنڌ ۾ آهي ، اسان جو راز انهن رئڻ وارين اکين جي ڪري پردي ۾ نہ رهي سگهيو.

**باعث این فتنہ طالع شد وگرنہ اینقدر ،**
**در پی نامرادان چرخ سر گردان نبود.**

معنيٰ : هن فتنہ جو سبب اسان جو بخت ٿيو آهي نہ تہ هيتري قدر ، اسان بي مرادن جي پويان زمانو ڪاهي نہ پوي ها.

**ابر احسانش جهان خشک را سر سبز ساخت ،**
**طالع ما قابل ناقابل احسان نبود.**

معنيٰ : سندس ئي مهرباني جي ڪڪرن ڏڪاريل ڏيہ کي سڪار بنائي ڇڏيو آهي ، اسان جو نالائق ڀاڳ تہ ان جو لائق ئي ڪونہ هو.

**آخر از بیطاقتی این صبر درمان خواه شد ،**
**ورنہ این درد دلم را خواهش درمان نبود.**

معنيٰ : آخري رهن بي طاقتي جي ڪري صبر علاج جو طالب ٿيو جي نہ هجي ها تہ سندم دل جي ڏک جي خواهش علاج جي نہ هئي.

**احمد مرسلﷺ کہ عالم از طفیل ذات اوست ،**
**کل موجودات عالم جزوکلیات اوست.**

معنيٰ : احمد مرسل ﷺ جنهن جي ذات جي وسيلي ڪري هي ڪائنات قائم آهي ، پوري ڪائنات جي موجودات سندس عقل جيئن ڪليات آهن.(سندس عقل ڪائنات جي ڪليات ۽ وجود ڪائنات سندس عقل جي جزيات.)

**تا کہ آید خواجۂ دینا وعقبیٰ بر زمین ،**
**صد شرف دارد زمین از رتبۂ عرش برین.**

معنيٰ : جڏهن ٻنهي جهانن جا سردار زمين تي وارد ٿيا، تہ زمين سوين شرف عرش جي رتبي کان وڌي ويئي.

**این جهان در علم اوچون کو کبی بر آسمان ،**
**وان جهان در نطق ازگردید مور انگبین.**

معنيٰ : هي جهان سندس علم ۾ ائين آهي جيئن آسمان جي تارن مان هڪ تارو، هوءِ دنيا سندس بيان ڪرڻ سان اونداهي جي ماڪوڙي آهي.

**طور موسٰی را نسوزد از اشارت دست او،**

**پر تو نور تجلی دارد اندر آستین ،**

معنيٰ : موسا عليہ السلام طور سينا تي نہ سڙيو حضور جي هٿ جي اشاري ڪري، چو تہ نور جي تجلي جي جهلڪ سندس آستين ۾ هئي.

**ہستی او باوجود نیستی در جلوہ بود ،**

**فخر آدم بود آنرو زی کہ آدم بود طین.**

معنيٰ : سندس هستي نہ هئڻ باوجود بہ قائم هئي، پاڻ تہ ان ڏينهن آدم عليہ السلام جا فخر هئا جڏهن آدم عليہ السلام مٽي هو.

**زلف را مشاطہ وحسن را آئینہ دار ،**

**کرد اندر پشت آدم بهر حق این چنین.**

معنيٰ : وارن لاءِ ڦڻي ۽ سونهن جو سينگار، ڪين پروردگار آدم جي اولاد لاءِ بنائي ڇڏيو.

**صورت اوراز معنیٰ روز اول نقش بست ،**

**آفرین بر آفرین شهائی صورت آفرین.**

معنيٰ : سندس صورت مبارڪ جي حقيقت جو نقشو ازل ۾ ئي بنايو ويو ان پيدا ڪندڙ کي آفرين آهي جنهن مهڙي صورت جوڙي.

**گر نبودی ذات پاکش پردہ پوش عاصیان ،**

**تازہ بودی تا قیامت داغ عصیان بر جبین.**

معنيٰ : جيڪڏهن سندس ذات پاڪ گناه گارن جي گناهن جي پردي دار نہ هجي ها، تہ قيامت تائين انسانن جي پيشاني تي گناهن جا نشان پيا ظاهر ٿين ها.

**پیش ازان روز یکہ گردد راز پنہان آشکار ،**

**در پس آن پردہ مجلس داشت با روح امین.**

معنيٰ : ان ڏينهن کان اڳ جڏهن لڪل راز ظاهر ٿيندا ، پردي جي پنيان هم مجلسي هئا روح امين سان.

**معجز شق القمر از بهر آن کافر نبود ،**

**خاتم بد راز شکست انگشت اعجازش نگین.**

معنيٰ : شق القمر وارو معجزو ڪافرن جي سوال جو جواب ڪونہ هو، چوڏهين جي چنڊ جي منڊي کي سندس اعجازي آڱر جي اشاري ٽوڙي ڇڏيو.

**دیدِ در خواب عدم یکبار روئی زلف او،**

**مشک می ریزد ہنوز از نافۂ آہوئی چین.**

معنيٰ : نايابي واري حالت ۾ خواب ۾ هرڻ سندس زلفن سياهن کي هڪ پيرو ڏنو هو انهي ڪري چين جو هرڻ اجا تائين پنهنجي دن مان ڪاري ڪٿوري پيو ڏي.

**گرچہ پیش خلقت آدم کسی دیگر نبود ،**

**بود در ملک رسالت پیش ازان مسند نشین.**

معنيٰ : برابر آدم عليہ السلام جي تخليق کان اڳ ڪنهن بہ انسان جي پيدائش نہ هئي، پر پاڻ رسالت جي تخت تي آدم کان اڳ فائز هئا.

**دیدۂ آنرا نبود ذات روشن کرده اند،**

**منزلش در پردۂ وحدت معین کرده اند.**

معنيٰ : سندس نظر کي وحدت ذات جي نور جي فيض مان منور ڪيو ويو آهي ، انهي ڪري سندس مقام بہ وحدت جي پردي ۾ مقرر ٿيو.

**بو علی روزگارم از خراسان آمده،**

**از پئی اغراض بر درگاه سلطان آمده.**

معنيٰ : زماني جي بو علي آهيان خراسان مان آئي آهيان ، ڪنهن مقصد خاطر بادشاه جي حضور آئي آهيان.

**بسکہ درياد وطن نا دیده ماتم داشتم،**

**تا بد امان دلم چاک گریبان آمده.**

معنيٰ : نہ ڏٺل وطن جي يادگيري لاءِ ماتم پئي ڪريان ، دل جو دامان پڪڙي گريبان پئي ڦاڙيان.

**حیرتی دارم کہ یارب چون درین ظلمات ہند ،**

**طوطی فکرم پی شکر ز رضوان آمده.**

معنيٰ : اي مالڪ مونکي حيرت آهي جو هندوستان جي ہاٺ اونڌاهين ۾، منهنجي فڪر جي چتون جي زبان مان رضوان جي شڪر جي ہولي پئي ہولجي.

**گر چه از ظلمات می آیم ہمانم ذوق نیست،**

**طبع من پر آب تراز آب حیوان آمده.**

معنيٰ : ڪٺي اونڌاهين مان لنگهان ٿي انهن جو مونکي شوق نہ آهي، منهنجي طبع ان پاڻي مان ڍاول آهي جنهن ۾ چشمون آب حيات آهي.

**درا فشانی میکند دامان من بر خاک راه ،**

**بسکہ اشک از دیده ام غلطان بر دامان آمده.**

معنيٰ : واٽ جي مٽي تي منهنجي جهولي مان هيراپيا هارجن، جو تمام گهڻا لڙڪ سنڌءِ اکين مان ڪرندي ۽ اٿندي پيا ڪرن.

**تا در ایام خراباتی مناجاتے شدم ،**
**خانۂ ما قبلۂ گبر ومسلمان آمده.**

معنيٰ : پريشان حالي جي وقت جڏهن پنهنجي يار سان حال بياني پئي ڪيم، ان وقت منهنجو گهر ڪافر ۽ مسلمان جو قبلہ ٿي پيو.

**بعد ازین دیگر نیایم برد ردیرو حرم،**
**مقصد من بر طواف کعبۂ جان آمده.**

معنيٰ : ان بعد وري دير ۽ حرم جي در تي نہ ايندس ڇو تہ منهنجو مقصد ڪعبہ جي اصل جو طواف آهي.

**وادی اندیشہ را از یک قدم طی کرده ام ،**
**باوجود آنکہ فکرم لنگ لنگان آمده.**

معنيٰ : فڪر جي وادي کي هڪ ئي وک سان پوري ڪري ڇڏيم حالانڪ منهنجي فڪر جي رفتار تيز نہ هئي بلڪ منڊ منڊان واري هئي.

**کوششم بیحاصل است وسعی من بی فائده ،**
**ساعت صبح وصالت شام ہجران آمده.**

معنيٰ : منهنجي وصال لاءِ ڪوشش بي مقصدي آهي ۽ محبت اجائي ، تنهنجي وصال جي صبح ۾ هجر جي شام گڏيل آهي.(ڇو تہ آئون امڪاني وجودوارو جدائي جو مالڪ آهيان)

**طبع من خاراست در لعبت شگفتہ ہمچو گل ،**
**نظم من داغست درشک صد گلستان آمده.**

معنيٰ : منهنجي اصليت ڪٺي ڪنڊو آهي پر توسان راند ڪري گل وانگر ٽڙيو ٽي وڃي، منهنجا شعر سوين باغن جي دلين جو ڦٽ ۽ ريس جو ڪارڻ بنجي وئي آهيان.

**گاه از گرمی بنازم گاه از سردی چو آب،**
**طالعم در سایۂ وخورشید تا بان آمده.**

معنيٰ : ڪڏهن گرمي ڪري ناز ڪريان ٿي ڪڏهن سردي ڪري پاڻي وانگر، منهنجو بخت تہ سج جي روشني ڪري اثر قبولي ٿو.

**در سر شور زمین از آسمان افتاده ام،**
**بہریک زخم دل من صد نمکدان آمد.**

معنيٰ : کلرائي زمين ۾ ڪکرن جو مينهن ٿي آئي آهيان، دل جي هڪ ڦٽ لاءِ سوين لوڻ دانيون آنديون اٿم.

**خضر واسکندر اگرچہ خورده اند آب حیات ،**

**عمر جاويدان من فهم سخندان آمده.**

معنيٰ : خضر ۽ سڪندر ڪٿي آب حيات ڪاڏو اٿن ، منهنجي عمر جيون هميشگيون منهنجي شعرن جي سمجهڻ ۾ آهي.

**نكته سنجيهائی من مخفی زبيم روزگار ،**

**همچو كنج شائيگان از خلق پنهان آمده.**

معنيٰ : منهنجي ڪلام جي نڪتن جي بيهڪ زماني جي برباد ڪرڻ ڪان مخفي آهي ، جيئن بخيلن بادشاهن جو خزانو رعيت ڪان مخفي ٿو هجي.

**بلبل عشقم نوای بيقرار آورده ام ،**

**گفتگوئی تازهٔ بر روی كار آورده ام.**

معنيٰ : عشق واري بلبل آهيان بي آرامي جا گيچ ڳايان پئي ، ڪارائتي نئين ڍنگ جي ڳالهه پيش ڪئي اٿم.

**روزگاری شد كه دامن از جهان افشانده ام،**

**آستين بر هستی كون ومكان افشانده ام.**

معنيٰ : ڪيترو وقت ٿيو آهي جو دنيا ڪان پنهنجو پلءُ پاڪ رکيو اٿم ، پنهنجي پيرهڻ جي ٻانهن جي وجودڪي پربان ڪيو اٿم.

**تا گلستان محبت را تماشا كرده ام ،**

**گل ز خون دل بفرق بلبلان افشانده ام.**

معنيٰ : محبت جي باغ ڪي تماشگاه بنائي ڇڏيو اٿم گل ڪي دل جي رت سان پري بلبلن جي سينڌ جو سندر بنايو اٿم.( ڪون ومڪان جي مالڪ تي قربان ڪيو اٿم.)

**خون دل از ديده گريان خود دز ديده ام،**

**گوهر مغز سخن بر بحر وكان افشانده ام.**

معنيٰ : دل جي رت ڪي اکين رئندڙن جي لڙڪن مان چورايو اٿم ، شعرن جي مغز جي موتين ڪي سمنڊ ۽ کاڻ ۾ پکيڙي ڇڏيو اٿم.

**اين سر بر شور عشقت را بدوش آور ده ام ،**

**اين دل بر داغ را بسی ز جان افشانده ام.**

معنيٰ : هي مٿو جيڪو تنهنجي عشق جي شور ۾ بہ ٽپيو پيو آهي انکي لاهي ڪلهي تي رکيو اٿم ، هي دل جيڪا تنهنجي داغن سان ٽٻ آهي انکي ڪئين دفعا قربان ڪيو اٿم.

**از تغافل كی كشم پائی طلب از كوئی دوست،**

**منكه نقد جان خود بر آسمان افشانده ام.**

معنيٰ : غفلت جي ڪري آئون دوست جي گلي مان پير کي ڪيئن هٽائي سگهان ٿي، جو مون پنهنجي طلب جي ساهمي کي روڪڙي سودي سان آسمان تي اڇلائي ڇڏيو آهي.

**در مذاقم داروئی بیهوده کی لذت دهد ،**

**منکه بر الماس مغز استخوان افشانده ام.**

معنيٰ : منهنجي طبيعت کي اجائي دوا ڪٿي ٿي لذت عطا ڪري، وري آئون اها جنهن پنهنجي هڏن جي مک هيري مان وتف ڪري ڇڏي آهي.

**بر سپهر لا جوردی کوکب رخشنده است ،**

**نکتۂ کز خامۂ زرین زبان افشانده ام.**

معنيٰ : لاجوردي ٻٽي تي ڳيري نچي پئي، قلم مان سونهري نڪتو نڪري ڇڪو آهي.

**من هما ساقی بد مستم که در هنگامه ها ،**

**باده از خون جگر بر مرد مان افشانده ام.**

معنيٰ : آئون اها ساقي بي ڍنگي آهيان جيڪا ڪيترن ئي هنگامن ۾، هن جگر جي رت وارو شراب ماڻهن تي هاري ڇڪي آهيان.

**تاچه گلها بشگفد آخر درین بستا نها ،**

**شبنم خونناب دل برار غوان افشانده ام.**

معنيٰ : انهي لاءِ ته ڏسان ڪهڙا گل باغن ۾ ٽڙن ٿا، رتول دل واري رت جي ماڪ دستر خواني تي پکيڙي ڇڏي اٿم.

**رنگ و بوی گلشن مقصود در پیشم چه قدر ،**

**منکه گلهائی بهاری در خزان افشانده ام.**

معنيٰ : مقصود جي باغ جي رنگ ۽ خوشبوءِ جي مون اڳيان ڪهڙي عزت، آئون آهيان جيڪا بهار جا گل سياري ۾ پٽي حاصل ڪريان.

**گرچه با مشق جنون کوته عنانی کرده ام،**

**همچو گل جان برین دست عنان افشانده ام.**

معنيٰ : ڪٿي چريائي جي مشق سان واڳ ڇوٽي ڪئي اٿم ڪٿي گل وانگر پنهنجي ساهه کي واڳ ڏٺين جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيو اٿم.

**همتی در کاروبار شعله و دل کرده ام ،**

**آتشی بر چهره پیر مغان افشانده ام.**

معنيٰ : دل جي ساڙ وارن شعلن جي ڪاروبار ۾ ڏاڍي همت ڪئي اٿم، پير مغان جي منهن تي باهه پڙڪائي ڇڏي اٿم.

14 هر کہ در راہ محبت پا جنون ہمراہ نیست،
خضر این رہ گر بود از رہبری آگاہ نیست.

معنيٰ : جنهن کي بہ محبت جي رستي ۾ چرين وارا پير عطا ٿيل نہ آهن. ڪٿي ساڻس خضر عليہ السلام شريڪ سفر هجي پر رهبري جي گُر کان واقف نہ آهي.

ايضا متضمن حال عشق انگيز ومدح الحضرتﷺ.

خواجۂ آخر سپر بیار گذاشت ، محک نظم با غیار گذاشت.

معنيٰ : اي سردار آخر ڪار ڍال يار جي سامهون ڇڏي ڏنائين. نظم جي بچاءِ کي ڌارين جي حوالي ڪري ڇڏيائين.

پایم اندیشہ از میان برداشت ، غم ومحنت بروزگار گذاشت.

معنيٰ : منهنجي پيرن فڪر ڪري هلڻ وارو طريقو ڇڏي ڏنو . غم ۽ تڪليف کي زماني حوالي ڪري ڇڏيو.

چون قلم و فکر من وصفحہ دہر ، نکتۂ چند یاد گار گذاشت.

معنيٰ : جڏهن منهنجي قلم ۽ فڪر زماني جي ورق تي ڪجهہ يادون ڇڏي ڏنيون آهن.

مئی معنے ز فکر در خم کرد ، بہر درد سر خمار گذاشت.

معنيٰ : حقيقت جي شراب فڪر واري دروازي کي ٽيڙو ڪري ڇڏيو آهي ، سڀ ڪنهن مٿي کي نشي جي ڏک سان ٿمتار ڪري ڇڏيو اٿس.

دل ز آشوب این جہان بگریخت، داغ بر روئی اعتبار گذاشت.

معنيٰ : هن دنيا جي روئڻ کان دل ٽٽي پئي آهي ، انهي ڪري سيني تي داغ هڻي هلي ويئي آهي.

چشم گریان من مراہردم ، خلف تازہ در کنار گذاشت.

معنيٰ : منهنجيون رئندڙ اکيون هر وقت مونکي ، ڪناري تي بيهاري نئون ڏک هڻن ٿيون.

درد دوری وداغ مہجورے ، بی حیا بر کفم بنگار گذاشت.

معنيٰ : پرائين وارو ڏک ۽ جدائي وارو داغ . بي حيا بنائي هٿن مان يار ڪسي ويو.

آتش یاس روزگار مرا، داغ بر سینۂ نگار گذاشت.

معنيٰ : مونکان زندگي جي نا اميدي واري باهہ ، سيني تي معشوق جو داغ ڇڏي ويئي آهي.

ای دریغا کہ دست وبرد اجل ، لوح من بر سر مزار گذاشت.

معنيٰ : اي افسوس جو موت جي هٿ مونکان کسي ورتي جان، هاڻي تہ منهنجي تبر تي فقط تختي پيل آهي.

**ابر باران بر غم باد خزان ، ترتیب کردن بهار گذاشت.**

معنيٰ : سياري جي هوا تي ڪڪر پيا وسن ، بهار جي ترتيب تہ ويئي هلي.

**یاس آخر بکام دل نشست ، شب امید را بروز شکست.**

معنيٰ : نا اميدي آخر ڪار دل تي قبضو ڪري ويئي آهي، اميد جي رات کي زماني ٽوڙي ڇڏيو آهي.

**ابر بر رونق چمن گرید ، گل برا یام زیستن گرید،**

**دیده برحال خویشتن گرید.**

معنيٰ : چمن جي حسن تي ڪڪر پيو روئي ، گل پنهنجي زنده رهڻ تي پيو روئي ، اکيون پنهنجي حالت تي پيون رئن.

**وصل شیرین نصیب حسروشد ، غم هجران کو هکن گرید.**

معنيٰ : شيرين جو وصال تہ خسرو کي نصيب ٿيو ، جبل ٽوڙ کي جدائي جو غم عطا ٿيو.

**رفت حسن گل و چمن برباد ، سرو بریاد یاسمین گرید.**

معنيٰ : گل جو حسن ويو هليو چمن ويران ٿي ويو سرو ياسمين جي ياد ۾ پيو روئي.

**سوخت پروانہ برهوائی وصال ، شمع بر صبح انجمن گرید.**

معنيٰ : پروانو وصال جي شوق ۾ سڙي ويو ، شمع صبح واري انجمر لاءِ روئي پئي.

**روز این عمر کوتہ آخر شد ، شب وتاریکی وطن گرید.**

معنيٰ : هن عمر جو ڏينهن نيٺ ننڍو ٿي ويو آهي ، رات ۽ اونداهي وطن پيون رئن.

**بسکہ غفلت بود مردم را ، چرخ برحال مرد وزن گرید.**

معنيٰ : تمام گهڻي غفلت ماڻهن کي گهلي ويئي آهي، مرد ۽ عورت جي حالت تي آسمان روئي پيو.

**بیوفائے عمر اے مخفی ، بر شکاف دل کفن گرید.**

معنيٰ : اي مخفي هن عمر جي بي وفائي تي ، ۽ سورا خيل دل تي ڪفن پيو روئي.

**آوخ آوخ کارشد از دست ، نقش ناخوب در جهان بنشست.**

معنيٰ : افسوس افسوس ڪم هٿن مان نڪري ويو ، برو نقش دنيا ۾ برپاءِ ٿي ويو.

**عشق هر جا کہ کار بکشاید ، گره از زلف یار بکشاید.**

معنيٰ : عشق جتي بہ پنهنجو ڪم شروع ڪري ٿو يار جا زلف پنهنجو ويڙهو کولي ڇڏين ٿا.

**رگ امید را بہ نشتر غم، فتنۂ روزگار بکشاید.**

معنيٰ : اميد جي رڳ ۾ غم جا گزين ٽي ويو آهي، زماني پنهنجا فتنا کولي ڇڏيا آهن.

**از جگر خون دل برون آرد، گریہ ہر جا کہ بار بکشاید.**

معنيٰ : دل مان جگر جو خون جاري آهي، انهي ڪري رئڻ هر وقت بار هلڪو پيو ڪري

**جان نثارش کنم اگر چشمم ، دیدہ بر روئے یار بکشاید.**

معنيٰ : جي سندس سرتان اکيون گهوري ڇڏيم، تہ سندس ئي مک مبارڪ مان ديدار کلي پوندو.

**حسن ہر جا کہ چہرہ بنماید، عشق دندان یار بکشاید.**

معنيٰ :سونهن جتي بہ منهن ڏيکاريندي آهي ، تہ سندس ئي مک مبارڪ مان ديدار کلي پوندو.

**قوت طالعم اگر باشد ، در برویم نگار بکشاید.**

معنيٰ : : جي ڀاڳ جو ساٿ ساٿر هوندو، تہ منهنجو اڳيان معشوق دروازو کوليندو.

**پائے ساقی گر از میان بر بود ، سرخم را خمار بکشاید.**

معنيٰ : ساقي جو پير جي وچان ويو هليو تہ جهڪيل مٽي کي سندس عشق جو خمار کوليندو.

**در بیابان چوعشق جلوہ کند، رگ اندیشہ خار بکشاید.**

معنيٰ : جڏهن پوئي ۾ عشق جي جلوي نمائي ٿيندي تہ فڪر جي رڳ مان ڪنڊا ظاهر ٿيندا .

**چند در باغ فیض بہر سحاب ، پنجۂ خود چنار بکشاید.**

معنيٰ : فيض جي باغ ۾ ڪيتري قدر هر ڪڪر ،پنهنجي چنبي کي چنار لاء کوليندو.

**بعد ازین فکر کہ چون باشد ، کہ دل روزگار چون باشد.**

معنيٰ : ان بعد نڪر ڪئين ٿيندو تہ زماني جي دل ڪئين ٿيندي

**خواجۂ چتر مراد بر سر کش، نوعروس زمانہ در برکش.**

معنيٰ : اي سائين مراد جو تاج مٿي تي پاء، زماني جي ڪنوار پائي ظاهر ڪر.

**از درون حرم برون آئی ، رخت این کندہ از برت در کش.**

معنيٰ : حرم مان ٻهر نڪر ، هي پراڻي وٽ ڪلهي تان لاهہ

**گرم کن بزم گاہ افسردہ ، بمرادت نشین ساغر کش.**

معنيٰ : پريشان مجلس کي تازي ڪري ڇڏ. پنهنجي مقصد واري جاءِ وٺي پيالو ڪڍ.

**سنگ از بام چرخ میبارد ، رخت ازین خانه جائی دیگر کش.**

معنيٰ : آسمان جي چوٽي تان ته رڳا پٿر پيا وسن ، هن جاءِ تان سامان ڪٿي ٻي جاءِ تي وڃ.

**پائے اندوه از میان بردار ، علم شادمانی بر سر کش.**

معنيٰ : غم جي پيرن کي وچان ڪڍي ڇڏ. خوشي جي جهنڊي کي ظاهر ڪر.

**بردائے نگ گمان بردار ، تیر بهر شکار للغر کش.**

معنيٰ : نيڻن جي چادر سان گمان مٽائي ڇڏ. هيٺي شڪار تي تير وساءِ.

**پائے خود در رکاب همت نه ، از سر روزگار افسرکش.**

معنيٰ : پنهنجن پيرن کي همٿ جي رڪيب ۾ رکي ، زماني جي وڏائي جي مٿي کي ڇٽ.

**عمر این زندگی چو کوتاه است ، بادهٔ جا ودانه را کش.**

معنيٰ : جڏهن هن حياتي جي ڄمار چوٽي آهي ، انهي ڪري دائمي شراب جو پيالو ظاهر ڪر.

**آتش غم گرفت عالم را ، میل در چشم این ستمگر کش.**

معنيٰ : غم جي باھ دنيا کي وڪوڙي ويئي آهي ، انهي ڪري هن ظالم جي اکين ۾ ته سرائي ڦيراءِ.

**ترتیب چند این تظلم را ، تیره سازد سپهر وانجم را.**

معنيٰ : ايترو هن ظلم جو منظر هجڻ ، اهو ته ٻنهين ۾ مجلس کي اونداهو ڪري ڪري ڇڏيندو.

# رديف الميم

## غزل1

**گہ چومجنون ز جنون دامن صحرا گیرم ،**
**گہ چو لیلے زالم طرۂ لیلے گیرم.**

معنيٰ : ڪڏهن مجني وانگر چريائي ڪري صحر اجو ڪنارو پڪڙيان ٿو ڪڏهن ليلا وانگر سور جي ڪري طريقو ليلا جو جهليان ٿو.

**گہ زنم پنجۂ امید بسر پنجۂ یاس ،**
**گہ دامان تمنا بہ تمنا گیرم.**

معنيٰ : ڪڏهن اميد جي چنبي سان نا اميدي جي چنبي کي پڪڙيان ٿو ڪڏهن تمنا جي پلاند کي تمنا ڪري قبول ڪريان ٿو.

گہ بناخن جگر حوصلہ را بشگافم،
گہ ز بیحوصلگی دست اطبا گیرم.

معنيٰ : ڪڏهن حوصلہ جي جگر کي ننهن هٽي ڦاڙيان ٿو ڪڏهن بي حوصلي جي ڪري طبيبن جي مدد وٺان ٿو.

گہ از آتش دل نور بظلمت بخشم ،
گہ ازبخت سیہ پر تو بیضا گیرم.

معنيٰ : ڪڏهن دل جي باهہ ڪري اونداهي کي روشني عطا ڪريان ٿو ڪڏهن ڪاري ڀاڳ ڪري روشني جي لاٽ وٺان ٿو.

گہ در بتکده زنار حمائل سازم ،
گہ در کعبۂ دل روئے مصلے گیرم.

معنيٰ : ڪڏهن مندر ۾ زنار گڏرڪان ٿو, ڪڏهن ڪعبہ ۾ پنهنجي دل جي رخکي جاءِ نماز بنايان ٿو.

بر خلاف اثر معجزه نا سور کند،
مرہم زخم جگر گرز مسیحا گیرم.

معنيٰ : معجزي جي اثر ابتڙ ناسور بنجي ويجي ٿوسندم جگر جو زخم ڪٽي شفايابي مسيح عليہ السلام کان وٺان ٿو.

گہ چو فرہاد دل سنگ بفریاد آرم ،
گہ چون تیشہ بغل بادل خاراگیرم.

معنيٰ : ڪڏهن فرهاد وانگر پٿر دل کان دانهيان ٿو ڪڏهن بغل ۾ واهلو رکي ڪنڊن کي قبوليان ٿو.

گہ چون شمع ز سر تا بقدم درگیرم ،
گہ از خون جگر ساغر صہبا گیرم.

معنيٰ : ڪڏهن ميڻ بتي وانگر مٿي کان پيرن تائين ٻران ٿو, ڪڏهن جگر جي رت جو پيالو صاف پڪڙيان ٿو.

گہ ازنالۂ دل کوه در آرم بہ فغان ،
گہ از گریہ قرار دل خارا گیرم.

معنيٰ : ڪڏهن دل جي دانهن سان جبل کي ڏڪايو وجهان, ڪڏهن ڏکويل دل کي رئڻ سان آرام پهچائي ڇڏيان.

چہ کنم بخت زبون چرخ جفا پیشۂ من ،
از ضعیفی نتوانم رہ عقبیٰ گیرم.

معنيٰ : ڇا ڪريان پاڳ ڪمزور ۽ آسمان ظلم جو عادي بنجي ويا مون لاءِ هاڻي عاجزيءَ آخرت جي رستي جو راهي ٿيان ٿو.

**آبرو ريخته ام بس زذلت بر خاک ،**

**خواهم آتش شوم وبرهمه اعضا گيرم.**

معنيٰ : پنهنجي عزت رزالت ڪري مٽي ۾ ملائي ڇڏي اٿم . هاڻي چاهيان ٿو ته باهه ٿي بدن جي سمورن عضون کي ڀسم ڪري ڇڏيان.

**بيش ازين نيست مرا طاقت دوری زدرت،**

**همتی ده که براهت سر سودا گيرم.**

معنيٰ : هاڻي وڌيڪ تنهنجي درڪان جدائي جي مون ۾ سهڻ جي طاقت رهي ئي ڪونه آهي، هاڻي مونکي همٿ ڏي جو تنهنجي واٽ جي چريائي پنهنجي مسئي ۾ سانڍيان.

**از گدايان تو ام شاه خراسان مددی ،**

**که چومرغان حرم درحرمت جا گيرم.**

معنيٰ : اي خراسان جا شاه تنهنجن پينوئن مان هڪ آهيان مدد ڪر ، ته جيئن حرم جي پکين وانگر پناه ۾ رهان.

**نيست مخفی چو مرا قدرت گفتار آخر ،**

**پابدامان کشم ودامن مولی گيرم.**

معنيٰ : مخفي اسان کي جڏهن هاڻي چوڻ جي طاقت ئي نه رهي آهي، پير پلو ۾ هڻي هاڻي سائين جي وات مان هڻڻ جي عادت وٺان ٿو.

## غزل2

**چنانم ميزند بر سر وطن ويرانه مے خواهم ،**

**ازين ناحق شنا سان خويش را بيگانه ميخواهم.**

معنيٰ : ظاهر ظهور اهڙي طرح مارياڻون جو وطن جي ويراني چاهيان ٿو اهڙن حق کي نا ڄاڻن کان پاڻ کي ڌاريون سمجهان ٿو.

**بخون آغشته بال وپر بخاک راه می غلطم ،**

**ادائی غمزهٔ زان نرگس مستانه ميخواهم.**

معنيٰ : سندم ڪنب ۽ ڪنيڙائيون رت ۾ هڏي ويون آهن هاڻي ڪچي رستي تي خون ۾ تر ڪان پيو . انهي ڪر يانهن نرگسي اکين مستانين جي اشارن جي ادائن جي تقويت جو خواهشمند آهيان.

**بر آتش می زنم خودراندارم بال پر وازی ،**

**به پيش شمع رويت همت پروانه ميخواهم.**

معنيٰ : پاڻ کي باھ تي پچايان ٿو پر مونکي کنپ اڏرڻ وارا نہ آھن. تنھنجي منھن جي شمع اڳيان پروانہ جي ھمٿ چاھيان ٿو.

**گرفتم آنچنان الفت بہ لذ تھائی زخم غم ،**

**کہ گوش عافیت را گرد این افسانہ میخواہم.**

معنيٰ : مونکي تنھنجي گھاءَ جي سورمان اھڙي لذت حاصل ٿي ، جو چڱ ڀلائي واري حالت انھي مقابل افسانہ ڀيو سمجھان.

**بزعم عقل یکچندے بسر آشفتگے دارم،**

**درون سینہ چون مجنون دل دیوانہ میخواہم.**

معنيٰ : عقل جي فيصلي موجب پنھنجي مٿي ۾ حيراني رکان ٿو (حقيقت ۾) پنھنجي سينہ ۾ مجني جيئن ديواني دل رکڻ چاھيان ٿو.

**سر بدمستی دارم ببد مستان این مجلس ،**

**پر از خون درصراحی ساغر وپیمانہ میخواہم.**

معنيٰ : شورش وارو مٿو رکان ٿو ھن شورش زده مجلسين جي ڪري، رت سان ڀريل صراحي مان ڀريل پيالو ۽ پيمانو چاھيان ٿو.

**زا بنای زمان مخفی چنان آزرده دل گشتم،**

**کہ پاک از مردمان دیدۂ خود خانہ میخواہم.**

معنيٰ : ابن الوقتن کان اي مخفي منھنجي دل ايتري تہ ڏکويل آھي، آئون ايتري قدر ڏکويل آھيان جو ماڻھن کان پنھنجي اکين جي گھر کي پاڪ ھئڻ چاھيان ٿي.

## غزل 3

**مادل بغمت بیش تمنا نہادیم،**

**ماسر بھوس در سر سودا نہ نہادیم.**

معنيٰ : اسان پنھنجي دل ۾ تنھنجي غم جي گھڻي تمنا رکي آھي، اسان ھوس جو خيال پنھنجي مٿي ۾ اجايو ڪونہ رکيو آھي.

**مجنون جنونیم ولے از ادب عشق ،**

**گستاخ قدم در رہ صحرا نہ نہادیم.**

معنيٰ : چريائي ۾ چريا آھيون پر عشق جي ادب سبب ، بيھودي وک بيابان جي واٽ ۾ نہ رکي اٿئون.

**ما تشنہ لبانیم درین بادیہ اما ،**

**بی چشم تری روئے بدریا نہ نہادیم.**

معنيٰ : ان ميدان جي (سفر) ۾ ڏاڍا اڃارا آھيون پر ، اکين آلين کانسواءِ دريا جو رخ ڪيوئي ڪونہ اٿئون.(اڃ سٺي اٿئون ، سختي جو اظھار روئڻ سان.)

**ما جرعہ کشان مے عشقیم کہ مخمور ،**

**مردیم ولبے برلب مینانہ نہادیم.**

معنيٰ : اسان عشق جي شراب مان ڍڪ پيئڻ ڪري اهڙا ٽيپيل آهيون جو مري وياسين پر مينا جي لب تي لب بہ نہ رکيو سين.

**ہر جا کہ نہادیم قدم خارستم بود،**

**بے آبلہ پائے بزمین پانہ نہادیم.**

معنيٰ : پيرا تي رکيوسين جتي ظلم جو ڏکوئيندڙ ڪنڊو هو (مظلوم بنياسين) پيرن ۾ لڇن هجڻ کانسواءِ زمين تي وک بہ نہ رکي سين.

**مخفی بہ فغان کوش دران مرحلہ امروز ،**

**زادے زہرائی رہ فردا نہ نہادیم.**

معنيٰ : اي مخفي هاڻي (سور ڪري) انهي حال ۾ اڄ رڙين ۾ محنت ڪر. صبحاڻي جي سفر لاءِ سامان ئي ڪونہ رکيو اٿئون.

## غزل4

**باز میخواہم کہ ترک دیرورہبانی کنم،**

**رو بسوئی کعبہ وفکر مسلمانی کنم.**

معنيٰ : وري خواهش ٿي اٿم تہ دير ۽ رهبانيت کي ترڪ ڏيان. زهد جي جاءِ ۽ زاهد پائي کي ڇڏي ڏيان. ڪعبہ ڏي منهن ڪري مسلماني فڪر رکان.

**تابکے در خانۂ دل نفس سگ باشد مقیم،**

**در حریم کعبہ پنہان چند سگبانی کنم،**

معنيٰ : ڪيستائين نفس ڪتو دل جي گهر ۾ مقيم هوندو. ڪعبہ جي حرم ۾ (ڪيترو) لڪي ڪتا پالڻ ڪندس.

**چند دست وپا بگل مانند طفل خاکباز ،**

**خانۂ آبادراویران زنا دانی کنم.**

معنيٰ : ڪيترو هٿ ۽ پير گپ ۾ گڏيل مٽي ۾ لت ٽيل ٻار وانگر رکبا . ڪيترو آباد گهر کي بيوقوفي ڪري ويران رکبو.

**بہ زصد سالہ عبادت ہست از روئی نیاز ،**

**نالہ گر صبح گاہے از پشیمانی کنم.**

معنيٰ : سو سالن جي عبادت کان وڌيڪ نيازمندي واري اها دعا آهي جيڪا صبح ٽاڻي پشيماني طور ڪريان ٿو.(عبادت ذريعو آهي وصل جو مقصود سان نيازمندي واري دعا سڌو واسطو مقصود سان. ٻنهي حالتن ۾ اصل شي مقصود هڪ ۾ ڊيگهہ ٻي ۾ جدائي.)

حیف می آید مرا مخفی کہ در راہ امید،
نقد عمر خویش را صرف پریشانی کنم.

معنيٰ : حيف آهي اسان تي مخفي! اميد جي رستي جي ڪري پنهنجي روڪڙي عمر کي پريشاني جي مقابل وڃايون پيا.

## غزل5

رنگ آمیز جنونم خانہ رنگین کردہ ام،
درد آشام غمم پیمانہ رنگین کردہ ام.

معنيٰ : چريائي جي رنگ ۾ رڱيل آهيان سڄو گهر رنگين ڪري ڇڏيو اٿم. غم جو ڏک پيئڻ وارو آهيان انهي ڪري وزن وارو گلاس به رڱيل ڪيو اٿم.

دپنجۂ شانہ نہم در پنجۂ زنجیر زلف ،
دست رنگین پنجہ رنگین شانہ رنگین کردہ ام.

معنيٰ : ڪلهي جو چنبو رکي ڇڏيو اٿم زلفن جي زنجير ۾ هانهن جي چنبي سان زلفن جي زنجير پڪڙي هٿ چنبو . ۽ هانهن رنگ سان رنگي ڇڏي اٿم هٿ به رنگين چنبو به رنگين ڪلهو به رنگين ڪيو اٿم.

بر نہد شاید کہ پابردیدہ بہر مقدمش ،
بزم رنگین، فرش رنگین خانہ رنگین کردہ ام.

معنيٰ : متان سندس پير سندم اکين تي اچڻ جي ڪري رکي . (انهي ڪري) ڪچهري رنگين اڱڻ رنگين گهر به رنگين ڪيو اٿم.

تا کند قصد شکاری گاہ گاہی در چمن ،
باغ رنگین آب رنگین دانہ رنگین کردہ ام.

معنيٰ : متان ڪڏهن ڪنهن شڪار جو ارادو چمن ۾ ڪرڻ جو رکي . انهي ڪري باغ رنگين پاڻي رنگين داڻو به رنگين ڪيو اٿم.

بہر طفل آرزو مخفی ز خوناب جگر ،
بر در ہرخانۂ افسانہ رنگین کردہ ام.

معنيٰ : ٻاراڻي هوڏ لاءِ مخفي پنهنجي جگر جي رتول رت مان. هر ڪنهن گهر جي دروازي کي رنگين افسانہ ڪري ڇڏيو اٿم.

## غزل6

باز میخواہم ز تو ماتم سرائے خوش کنم ،
بہر تسکین جنونم خاکپائے خوش کنم.

معنيٰ : وري خواهش اٿم تہ توکان پنهنجي بدن جي لاءِ سٺو ماتم ڪرايان. پنهنجي چريائي کي آرام ڏيڻ لاءِ پيرن جي مٽي سهڻي ڪرايان.

**ناخن آشفتگی بر رشتۂ جان می زنم ،**
**کز برائی مرغ دل سازو نوائی خوش کنم.**

معنيٰ : ننهن سان ڦاڙڻ وارو ڏڪ پنهنجي شھ رڳ تي ٿو لڳايان، انهي ڪري تہ دل جي پکي کان درد جي سٺي رڙ ڪرايان.

**با یزید نفس می خواہم صف آرائی کنم،**
**بهر آئین شهادت کربلائی خوش کنم.**

معنيٰ : نفس جي يزيد سان چاهيان ٿو مقابلو ڪريان، شهادت جي آئين موجب سٺي ڪربلا ٺاهيان.

**گر متاع کاروان مصر بکشاید صبا،**
**پیش من بهر فغان بانگ درائی خوش کنم.**

معنيٰ : جيڪڏهن مصر جي قافلي جو سامان کولي ڇڏيو آهي صبح جي هير، (قافلي لاءِ) هاڻي منهنجي حصہ ۾ آيو آهي تہ آواز گهنڊ جو سهڻو بنايان. (قافلي کي منزل تي پهچڻ لاءِ جاڳايان، هوتا ہے جادہ پیما پھر کاروان ھمارا، اقبال جو ورتل خيال)

**تا حنا بندم زخون دست طلب از کز لکی ،**
**چون زلیخا دلبری یوسف ادائی خوش کنم.**

معنيٰ : ڪيستائين چاقو هڻي رت سان مهينديهاٿا هٿ بنائيندڙن کي روڪيندس، انهي ڪري زليخا وانگر يوسف عليہ السلام جي محبوبيت جي سهڻي اداءِ ڪرڻ چاهيان ٿو.

**برتن من موبمو از سوز دل افگار شد،**
**بعد ازین باید مرا دار الشفائی خوش کنم.**

معنيٰ : منهنجي بدن جو وار وار دل جي ساڙي ڪري عاشق بنجي ويو آهي، هاڻ مونکي گهر جي تہ شفا خانو سهڻو بنايان.

**گاہ در بزم وگہے در وادی وگہ در حرم،**
**همچو مجنون از جنون ہر روز جائے خوش کنم.**

معنيٰ : ڪڏهن ميدان ۾ ڪڏهن دروازي تي ڪڏهن حرم ۾ مجني وانگر چريائي ڪري هر ڏينهن نئين جاءِ ٺاهيان ٿو.

**در رہ بیگانگی آئینۂ دل شد سیاہ،**
**میروم مخفی کہ طرز آشنائی خوش کنم.**

معنيٰ : ڌاريائي جي رستي تي هلڻ ڪري دل جو آئينو ڪارو ٿي ويو آهي ، آئون مخفي ٿي هلان ٿو نہ جيئن پنهنجائي جي طرز کي سٺو ڪريان.

## غزل7

**لب تشنہ بمردیم وپئی آب نگردیم،**

**چون خضر پئی آب بهر باب نہ گردیم.**

معنيٰ : سڪي چپ مري وياسين پر پاڻي پٺيان نہ ڀڄاسين، خضر عليہ السلام وانگر پاڻي جي پٺيان هر دروازي تي نہ رلياسين.

**ما بلبل عشقیم ولے لب نہ کشادیم ،**

**سوزیم چو پروانہ و بیتاب نہ گردیم.**

معنيٰ : اسان عشق جي بلبل آهيون پر چپ ڪونہ کولياسين، پرواني وانگر سڙي وياسين پر روشني کان خالي نہ ٿياسين.

**ماگرم روانیم رہ عشق چو منصور ،**

**از دار نہ ترسیم وز احباب نہ گردیم.**

معنيٰ : اسان تيز قدم آهيون عشق جي واٽ ۾ منصور جيئن، ڦاسي کان ڪونہ ٿا ڏجون ۽ يارن کان ڪونہ ٿا ڦرون.

**تا قبلۂ ما طاق دوا بروئی تو باشد ،**

**نزدیک بہ بتخانہ ومحراب نہ گردیم.**

معنيٰ : جيستائين تنهنجي ٻن ڀروئن جي وچولي اسانجو قبلو هوندي ، ڪنهن بہ مندر ۽ محراب جي قريب نہ ڦرنداسون.

**آتشکدۂ سینۂ مخفی شعلہ نشین نیست ،**

**زان آب نجوئیم کہ سیراب نہ گردیم.**

معنيٰ : مخفي جي سيني جي آڙه جا شعلا گهٽجن نٿا، انهي ڪري پاڻي ڳوليان ئي ڪونہ ٿي چو تہ ڍو ٿيندوئي ڪونہ (جيستائين سيني جي آڙاه جا شعلا نرن ئي نٿا ، اوستائين پاڻي نٿي گهران ڇو تہ اڃ اجهامندي ئي ڪونہ)

## غزل8

**زاندازہ برون بر دل اندوہ وغمی دارم ،**

**در سینہ بهر عضوی پنهان المے دارم.**

معنيٰ : حد کان وڌ ٻاهر دل تي ڏک ۽ غم رکان ٿو سيني ۾ هر عضوي لاءِ ڇپيل سور رکان ٿو.

**بس خون جگر آید از گریہ بہ چشمان غم ،**

**ازہر مژہ خاری جوئی زغمے دارم.**

معنيٰ : تمام گهڻو جگر جو خون اکين مان رئڻ جي صورت ۾ اچيم ٿو هر ڪنڊي جي ڇيڻ ڪري ندي غم جي رکان ٿو.

تا چند تو اند دوخت جراح نهان زخم ،

بر ہر سر مواز غم زخم المے دارم.

معنيٰ : جراح اندروني زخم ڪيترا ۽ ڪيستائين سيندو هر وار جي چوٽي تي غم جي زخم جو ناسور رکان ٿو.

در قید کمند عشق افتادم و آزادم،

در سایہ سروی ام گر پشت خمے دارم.

معنيٰ : عشق جي ڀيڙين جي قيد ۾ آهيان ۽ آزاد آهيان ،ڇاڪاڻ ۾ سرو جيئن سڌو آهيان ڪٽي پٺي ڏنگي اٿم.

امروز اگر کردی برما ستمے بگذشت ،

اندیشہ فرداکن من ہم حکمے دارم.

معنيٰ : اڄ جي اسان تي سختي ڪندين تہ اهو مٽي ويندي، صبحاڻي لاءِ سوچ آئون پڻ حڪم رکندس.

جان دارم ومرغ دل در پائے تو افگندم،

بر سفرہ اخلاص ست گر بیش وکمے دارم.

معنيٰ : ساهہ صدقو ڪيم دل جو پکي تنهنجي پيرن ۾ اڇلائي ڇڏيم. ٿورو يا گهڻو جيڪي وٽم هو اهو اخلاص جي دستر خواني تي اڇلائي ڇڏيو اٿم.

از دود کباب دل از اول شب تا صبح ،

افراشتہ بر گردون مخفی علمے دارم.

معنيٰ : دل جي ڪباب جو دونهن جو شروع رات کان صبح تائين، جيڪو آسمان ۾ پکڙيو پيو آهي آئون اهو مخفي نشان رکان ٿو.

## غزل9

ز بس محو نگہ گشتم فراموش از نفس کردم،

دو دست جان چو پروانہ در آغوش ہوس کردم.

معنيٰ : ايترو تہ ڏسڻ ۾ محو ٿي ويس جو پاڻ کي وساري ويٺس . ٻہ هٿ ساهہ جا پرواني وانگر عشق جي ٻک حوالي ڪري ڇڏيم.

بیابان غم ومحنت طراوت بخش بستان شد ،

ز بس خون دل از دیدہ بپائی خاروخس کردم.

معنيٰ : غم ۽ تڪليف جي بيابان (عشق جي ) باغ کي تازگي عطا ڪري ڇڏيائين، تمام گهڻو رت دل جو اکين مان وهائي ڪکن ۽ ڪنڊن جي پيرن حوالي ڪري ڇڏيم.

ندارد خواہش گلشن دلم در کنج تنہائی ،

**تو در گلزار ای بلبل کہ من خوباقفس کردم.**

معنيٰ : منهنجي دل اڪيلائي جي ڪنڊ ۾ رهڻ ڪري باغيچي جي خواهشن تي رکي، (هاڻي )تون اي بلبل باغ ۾ رهہ پاڻ تہ هاڻي پنجري ۾ رهڻ جي عادت ڪري ڇڏي آهي.

**نشد خضری درین وادی بآب زندگی رہبر ،**

**بسے لب تشنۂ وحیران فغان مثل جرس کردم.**

معنيٰ : هن وادي ۾ حياتي جي پاڻي لاءِ خضر عليہ السلام رهبر ٿيوئي ڪونهي، تمام گهڻا چپ اڃايل ۽ ويران آهن (مون) دانهون گهنڊ وانگر ڪيون.

**نبردم چون بمقصد رہ ز جست وجو اگر مخفی ،**

**نشستم باشکیبائی واز رفتار بس کردم.**

معنيٰ : تمام گهڻي ڳولا بعد بہ مقصدي واٽ نہ حاصل ڪري سگهيس مخفي؛ تہ ماٺ ڪري صبر سان ويهي رهيس ۽ هلڻ کان بس ڪيم.

## غزل10

**رندیم وعشق بازم وپروای کس ندارم،**

**مستیم لا ابالی بیم عسس ندارم.**

معنيٰ : بهادرآهيون ڇو تہ عشق سان ڪيڏيان پيو ڪنهن جي بہ پرواہ نہ اٿم بي پرواہ مست آهيان، ڪنهن جي منهن جي گهنجائڻ جو خوف نٿو رکان.

**رواز ستم نتابم از درد وغم ننالم ،**

**جز جان بغم سپر دن دردل ہوش ندارم.**

معنيٰ : ظلم سهڻ کان منهن ڪونہ ٿو موڙيان ڏکن ۽ غمن کان ڪونہ ٿو رڙان ، حياتي کي غم جي حوالي ڪرڻ سبب پيو دل ۾ هوش ئي نہ اٿم.

**لبریز شد ز نالہ قانون سینۂ ما ،**

**فریاد بی تامل مثل جرس ندارم.**

معنيٰ : اسانجي سيني جيون حدون دانهن ڪري ڇلڪي پيون آهن، هاڻي جي اختيار رڙ گهنڊ وانگر نٿو ڪري سگهان.

**بلبل صفت دل ما با نالہ خو گرفتہ،**

**باغی وبوستانی بہ از قفس ندارم.**

معنيٰ : اسان جي بلبل جي وصفن واري دل رڙين کي عادت بنائي ڇڏيو آهي، انهي ڪري باغ ۽ گلزار کي قيد خاني کان وڌيڪ ڪونہ ٿي سمجهان.

**مخفی بملک ہستی بی یارو آشنائیم،**

**جز صاحب حقیقت فریا درس ندارم.**

معنيٰ : هستي جي مخفي ملڪ جي نہ معاون ۽ نہ پاڻ واقف آهيان. (هاڻي) حقيقت جي ڏٺي ڪانسواءِ بيو ڪوبہ قاضي نہ ٿي رکان. (بهترين ترجماني آخرت جي آهي (لمن الملڪ اليوم) گهڙو پڳو مند مٿي و سيلا ويا تهان پوءِ سڻا سهڻي سڏ ميهار جا.)

## غزل11

**تام حسن ترا خورشيد تابان ديده ام،**

**درلب لعلت لب لعل بدخشان ديده ام.**

معنيٰ : تنهنجي حسن جي چنڊ پوري کي چمڪندڙ سج ڏٺو اٿم. تنهنجن ڳاڙهن چپن ۾ لعل بد خشان جي چپن کي ڏٺو اٿم.

**بر رخ آئينہ ات چشم نگہ بکشاده ام،**

**آب حيوان را درآن چاه زنخدان ديده ام.**

معنيٰ : تنهنجي منهن جي آئيني مان اکيون ڏسڻ واريون کوليون اٿم. حياتي جو پاڻي تنهنجي ڪاڏي جي کوه ۾ ڏٺو اٿم.

**آرزوهاراز دل يڪسر برون افگنده ام ،**

**يوسف مقصود را در چاه ڪنعان ديده ام.**

معنيٰ : پنهنجين دل جي سڌن کي مڪمل طور اڇلائي ڇڏيو اٿم . پنهنجي مقصد جي يوسف کي ڪنعان جي کوه ۾ ڏٺو اٿم.

**در محبت دست خود از ڪفر وايمان شستہ ام،**

**مرغ دل را صيد آن زلف پريشان ديده ام.**

معنيٰ : محبت (جي دنيا) ۾ پنهنجي هٿ کي ڪفر ۽ ايمان کان صاف ڪري ڇڏيو اٿم. دل جي پکي کي انهن پکڙيل وارن جو شڪار بنائي ڇڏيو اٿم.

**72 گر نگيرد دست مارا نا خدائے گو مگير ،**

**ڪشتي اميد خود را غرق طوفان ديده ام.**

معنيٰ : جيڪڏهن اسان جي مدد ناکئو نٿو ڪري ڇئوس تہ نہ ڪري جي هٿ ناکئو نٿو وٺي ڇئوس تہ نہ وٺي، اسان تہ پنهنجي ٻيڙي طوفاني لهرن ۾ ٻوڙي ڇڏي آهي.(اسان کي لهرن جو مقابلو ڪرڻو آهي ٻيڙي ٻڏي يا تري .مقصود لهرون لتاڙي پار ٿيڻ آهي .چوءِ مونکي مون پرين ٻڏي وڃو تار ۾ . ايا ائين چون تہ متان پاند پسائين.)

**بر جگر تا ناوڪ تار نگاهت خورده ام،**

**بر بدن هرموئی خود را نيش چڪان ديده ام.**

معنيٰ : جڏهن پنهنجي جگر تي تنهنجي ماڻڪي جي نظرن جا تير کاڌا اٿم ته پنهنجي بدن جي هر وار کي چمڪندڙ زخم محسوس ڪريان ٿو.

**مخفيا در بندزلف از مال وجان بگذشته ام،**

**محنت آباد جهان را جمله ويران ديده ام.**

معنيٰ : اي مخفي زلفن جي قيد ڪري دولت ۽ ساه صدقو ڪري ڇڏيو اٿم . دنيا جي آباد جهان سڄي کي ويران ڪري ڇڏيو اٿم.

**شب از درد جدائی تا سحر فرياد ميکردم،**

**ز روئی آرزوی خود وصالت ياد ميکردم.**

معنيٰ :(اچ) رات جدائي جي سور کان صبح تائين رڙيس پئي ، پنهنجي منهن سنده جي ڪري سندس ميلاپ کي ياد پئي ڪيم.

**هجوم غم شد امشب آنچنان بر خاطرم غالب،**

**که هر دم مرگ را بر خود مبارک باد ميکردم.**

معنيٰ : منهنجي دل تي غم جو ايترو هجوم گهڻو ٿيو جو . هر ساعت موت کي پنهنجي مقابل هئڻ ڪري مبارڪون پئي ڏنم.

**بدل نقش خيال ديدن روی تومی بستم،**

**باميد وصالت خاطر خود شاد ميکردم.**

معنيٰ : تنهنجي ئي منهن کي ڏسڻ جي خيال جو دل ۾ پڪو نقش چٽيم. تنهنجي ملڻ جي اميد سان پنهنجي دل کي خوش پئي ڪيم.

**پيش شمع من امشب بياد شمع رخسارش ،**

**ز بس مرغ تمنا از قفس آزاد ميکردم.**

معنيٰ : شمع جي اڳيان اڄ رات سندس ڳلن روشنن جي ياد ڪرڻ سان تمنا جي پکي کي بلڪل پڃري مان آزاد پئي ڪيم.

**چو مرغان قفس هر دم بياد گلشن رويت ،**

**فغانی تازه را در دل ز تو بنياد ميکردم**

معنيٰ : پڃري جي پکين وانگر سندس منهن جي باغ جي يادگيري ۾ ، تازي رڙ کي دل ۾ توکان ئي بنياد پئي رکيم.

**نگاه کشور خوبان کسی داو کسی دادی ،**

**ز بيداد پريزادان هزاران داو ميکردم.**

معنيٰ : معشوقن جي رياست جي نظر ڪنهن لاءِ هنر ۽ ڪنهن لاءِ انصاف ، پري چاون جي بي انصافي کان پڇڻ لاءِ هزارين حيلا پئي ڪيم.

**نبودی سوز گر خونناب چشم از گريه ای مخفی،**

گلستانی بہر ویرانۂ آباد میکردم.

معنيٰ : جيڪڏهن ساڙو رتول جو اکين ۾ رئڻ ڪري نہ هجي ها اي مخفي، تہ هر پيننگ ۾ پنهنجو باغ بنائي آزاد ڪري ڇڏيان ها.

# غزل13

در مرا حلۂ شوق چو بانگ جرس افتم،

در مرحلۂ عشق زراه ہوش افتم.

معنيٰ : شوق جي منزلن ۾ گهنڊ جي آواز وانگر ٿيان ٿو، عشق جي منزل ۾ هوش جي رستي کان ڪريو پوان ٿو. (شوق جيون منزلون آهن، ڇو تہ عقل جو فيصلو آهي، عشق جي منزل آهي ڇو تہ عقل کان عاري آهي. مقصد معشوق آهي، جيڪو هڪ کانسواءِ ٿي نٿو سگهي.)

از خون دل وديده بد امان تمنا ،

صد رشک چمن دارم دگر در قفس افتم.

معنيٰ : دل ۽ اکين جو رت تمنا جي پلاند سان اگهندو رهان ٿو سوين سڌون باغ جيون رکي وري بہ پڃري ۾ پوان ٿو.

بس داغ زہجر تو نهادم بہ رگ وپے ،

ترسم کہ شوم آتش ودر مشت خس افتم.

معنيٰ : تمام گهڻو تنهنجي جدائي جو داغ پنهنجي رڳن ۾ مسلسل سانڍيو ويٺو آهيان، ڊڃان ٿو تہ باهہ بنجي متان ڪکن جي مٺ ۾ ڪري پوان.

بی روئی تو گر جانب گلشن گذرافتد ،

چند انکہ قدم پیش نہم باز پس افتم.

معنيٰ : تنهنجي منهن کانسواءِ جيڪڏهن باغ مان لنگهڻ ٿئي تہ، ڪيترا بہ پير اڳتي کڻان ٿو تہ وري پوئتي پيا پون.

مخفی بہ تمنا وہوس چند درین راه ،

در پائے خس وخار چو بانگ جرس افتم.

معنيٰ : هن واٽ ۾ ڪيترو تمنا ۽ هوس مخفي رکندين، جڏهن تہ هر ڪک ۽ ڪنڊي جي پير ۾ رڙندو رهيو آهيان.

# غزل14

ما از شراب ولذت مستی گذ شتہ ایم ،

مجنون صفت ز عالم ہستی گذشتہ ایم.

معنيٰ : (اسين اهي آهيون) جيڪي پيئڻ ۽ لذت جي (منزل مان مستي جي صورت ۾) مٿي وياسين، مجني وانگر هستي جي دنيا مان لنگهي ويا آهيون.

بر ماغم ونشاط ندارد تفاوتے ،

بسيار ازين بلندی وپستی گذشتہ ايم.

معنيٰ : اسان تي غم ۽ خوشي تفاوت ئي ڪونہ ٿا رکن, ان کان بہ وڌ اسان لاهين ۽ چاڙهين مان لنگهيا آهيون.

تا برده اختيار محبت عنان ما،

من مخفياز دير پرستی گذشتہ ايم.

معنيٰ : محبت کي قبولڻ ڪري واڳون اختيار جيون ڪسجي چڪيون آهن . آئون مخفي طور دير جي پوڄا کان بہ لنگهي چڪي آهيان.(ان تعبدو الله ڪانڪ تراه : واڳون ڏٽي وس ،واري منزل: فان لم تڪن تراه فانہ يراڪ : اها منزل سندس عبادت پر پنهنجي احساس سان گڏ. اها ڪاملن وٽ ڪافر جي منزل آهي ڇو تہ جو دم غافل جي قريب آهي . دل ۾ پنهنجو احساس مخفي هوندو آهي جنهن جو ذڪر هي مصرع ۾ آهي.)

## غزل15

من آن پروانۂ عشقم کہ بر کرد شرر گردم ،

اگر بال وپرم سوزد بغير از بال پر گردم.

معنيٰ : آئون عشق جو اهو پروانو آهيان جو چڻنگن جي چوڌاري ڦران پيو جيڪڏهن ڪنيڙائيون ۽ ڪنپ سڙن ٿا تہ ڪنيڙائين ۽ ڪنين ڪانسواءِ پيو ڦران.

بگل کشت گلستانش چو بلبل گر بيابم رہ ،

نسيم آسا بگرد کوئی اوشب تا سحر گردم.

معنيٰ : سندس گلستان جي گلن ۾ جيڪڏهن آئون بلبل وانگر لنگہ لهان, تہ فرحتي هوا جيئن سندس گهٽي جي سڄي رات اسر تائين پيو طواف ڪريان.

برفتن آنچنان گرمم کہ وادی محبت را،

اگر از پا فرومانم بہ پهلو پا بسر گردم.

معنيٰ : سندس جدائي ڪري ايترو تتل آهيان جو محبت جي وادي ۾ جيڪڏهن پيرن کان عاجز ٿيان تہ پاسي ۽ مٿي سان بولائيون پائيندو رهان.

بهر جا حسن را بينم زعشقش آتش افروزم ،

شهيد آسا بهم از جاو برگرد شرر گردم.

معنيٰ : جتي بہ سونهن ڏسان ٿو تہ سندس عشق ڪري باهہ جلايان ٿو. شهيد وانگر ساڳي جاءِ تي ۽ الن جي چوگرد ڦران پيو.

بمقصد چون نبردم رہ ہمان بهتر بود مخفی ،

کزين وادی بيابان براه رفت بر گردم.

معنيٰ : جڏهن مقصد جي حصول طرف واٽ نہ پاتم تہ اهو تمام سلو ٿيو مخفي؛ تڪرار شيءِ هن وادي بي ڍنگي جي ويل واٽ تي وري وري ڦران پيو. (تڪرار ثبوت حصول ۾ لذت لاءِ هوندو آهي انهي ڪري عبادت جو تڪرار آهي.)

## غزل16

من طريق عاشقے از حسن يار آموختم،
اين پريشانی ز زلف آن نگار آموختم.

معنيٰ : مون ڪي تہ عاشقي جو طريقو سهڻي جي سونهن سيکاريو آهي، هن پريشاني کي ان معشوق جي وکريل وارن کان سکيو آهيان.

اختيار گريۂ مادر کف انديشہ نيست ،
بيخودی از گريۂ ابر بهار آموختم.

معنيٰ : اسان جي رئڻ جو اختيار سوچ جي قبضي ۾ نہ آهي ، بي اختيار رئڻ جو فن بهار جي بارش کان سکيو اٿم.

گر رسد موج غم از جائے نجنبد پائی ما ،
پائی در گل بودن از لوح مزار آموختم.

معنيٰ : جيڪڏهن غم جي لهر پهچي ٿي تہ بہ اسانجو پير پنهنجي جاءِ کان ڪونہ ٿو سري، پير جي گپ ۾ مضبوط هجڻ جو فن قبر جي سير انڌي کان لڳل تختي کان سکيو اٿم.

بال نکشايم بصيد زيردستی همچو باز ،
از همائی اوج اين طرز شکار آموختم.

معنيٰ : کنڀ ڪونہ ٿو کوليان هيٺين شڪار لاءِ باز وانگر، مٿانهين ڏانهن ويندڙ هما کان اهو طريقو شڪار جو سکيو آهيان.(ڪرڻ ۾ چڙهڻ جو ڍنگ سا ڳيو آهي)

گر خطائی رفت از مادلبرا معذور دار ،
رسم وآئين وفا از روزگار آموختم.

معنيٰ : اي دلبر جيڪڏهن اسانکان غلطي ٿي آهي تہ معذور سمجهہ ، وفاداري جي آئين جو رواج زماني کان سکيو اٿم.

کی توان مخفی زديده راز دل پوشيده داشت ،
ماکہ اول راز پنهان آشکار آموختم.

معنيٰ : مخفي راز دل جو اکين ۾ لڪائي ڪيئن ٿو سگهجي ؟ اسان تہ راز ظاهر ڪرڻ جو پهريون سبق سکيا آهيون .(عشق جي ڪٿوري لڪي نہ ٿي سگهي)( اندر جو راز لڙڪ ظاهر ڪريو ڇڏين.)

## غزل17

از عشق تو در سینہ چہ غمہا کہ ندیدیم ،
در راہ تو ازگریہ چہ گلہا کہ نچیدیم.

معنيٰ : تنهنجي عشق جي ڪري سيني ۾ ڪهڙا غم نہ سنڀاليا اٿم؟ تنهنجي واٽ تي هلڻ ڪري رئڻ جا ڪهڙا گل نہ چونڊيا اٿم؟ .

از گریہ ز دوری تو چون شیشۂ پرمی ،
سر تا بقدم چون شدہ از دیدہ چکیدیم.

معنيٰ : تنهنجي پري هجڻ واري احساس جو رئڻ ان شراب جي ڀريل بوتل وانگر آهي،جيڪا مٿان کان هيٺ تائين ائين هجي جو رهائي اکين مان پيا ٽمايون.

عمریست کہ دل را غم سینہ چو خبر نیست ،
ہر چند ازین واقعہ گفتیم وشنیدیم.

معنيٰ : پوري عمر دل کي سيني جي غم جي خبر نہ آهي ، ڪيترا ڀيرا اسان ان واقع کي ورجائي چيو ۽ ٻڌو.

ہر زہر کہ در غمکدہ کردند مہیا ،
مستانہ ومردانہ گرفتیم وکشیدیم.

معنيٰ : ڪهڙو بہ زهر غمخانہ ۾ (محبوبن) مهيا ڪيو مستانہ انداز ۾ بهادري سان ورتو سون ۽ پي ڇڏيوسين.

صد زخم زہر خار چوگل خوردم وآخر ،
چون غنچۂ بہ تن پیرہن صبر دریدیم.

معنيٰ : سوين ڏک هر ڪنڊي جا گل وانگر کائي نيٺان نيٺ, مکڙي وانگر پنهنجي بدن جي قميص ڦاڙي سين.

مخفی نہ گرفتیم عبث دامن غم را ،
جان دادہ غم دوست زایام خریدیم.

معنيٰ : اسان غم جو پلاند مخفي، اجايو ڪونہ ورتو آهي، دوست کي پنهنجي زندگي ڏيئي بدلي ۾ غم ورتو اٿئون.

## غزل18

اگر مستیم وگر ہوشیار وگر دیوانہ ایم ،
ہر کجا غوغائی عشقت بلبل و پروانہ ایم.

معنيٰ : جيڪڏهن مست آهيان يا هوشيار آهيان يا چريو آهيان, جتي بہ تنهنجي عشق جو هُل هجي تو تہ اتي بلبل ۽ پروانہ آهيون.

نیست جز محراب ابروئی تو دل را قبلۂ ،
گر امام کعبہ وگر راہب بتخانہ ایم.

معنيٰ : تنهنجي ڀروئن جي محراب کان سواءِ دل جو قبلہ ٻيو آهي ئي ڪونہ، جيڪڏهن ڪعبہ جا امام هجون يا ٻانيڻ هجون مندر جا.(تعبير جو فرق آهي جنهن ۾ ذهن مقصد ڇڏي وسيلو مقصد بنائي ٿو ۽ طريقي مستقيم کان ٿڙي ٿو.)

همره وهمدم غمت بوده بہ بطن مادرم ،

از ازل با این رفیق مهربان همخانہ ایم.

معنيٰ : ساٿي ۽ معاون تنهنجو غم آهي ماءُ جي پيٽ کان وٺي، ازل کان وٺي هن رفيق مهربان سان گڏ آهيون.

این خمار آلود کیها کی برون آید زسر ،

تاکہ دربزم طرب دردی کش پیمانہ ایم.

معنيٰ : هي نشي جيون انگڙايون جيڪي مٿي مان ظاهر پيون ٿين ڪيئن نڪري سگهن ٿيون؟ ٻاهي انهي لاءِ آهن تہ ڪچهري خوشي واري ۾ ڏک جو وزن ظاهر ڪريون.

نیست گر معمور این ویرانۂ ماگو مباش ،

مخفیا چون گنج پنهان ما درین ویرانہ ایم.

معنيٰ : جيڪڏهن هي ويراني اسانجي آبادي نہ آهي تہ ڀل نہ هجي، اسين هن ويراني ۾اي مخفي ڀوريل خزانو آهيون.

## غزل 19

میروم تارازدل از چشم پرخون بشنوم ،

حرفی از راز درون شاید زبیرون بشنوم.

معنيٰ : دل مان تند هلي پئي انهي ڪري اکيون رت سان ڀر آهن جن سان ٻڌان پيو اندر جي راز جو حرف شايد ٻاهر انکي ٻڌان پيو.

جوئی خون از دیده می آرم بجائے جوئی شیر ،

ہر کجا افسانۂ فرہاد ومجنون بشنوم.

معنيٰ : رت جي ندي اکين مان اوتجي پئي کير جي ندي عيوض، رت جي ندي اکين مان وهي پئي سفيد لڙڪن جي عيوض سڀ ڪنهن هنڌ فرهاد ۽ مجني جي ڪهاڻي ٻڌان پيو.

بس گرفتم چون ز محنت مژده آسودگی ،

نادرم ماند کہ از بخت ہمایون بشنوم.

معنيٰ : اهو ڪافي آهي جو تڪليف ڪرڻ سان آرام جي مبارڪ ملي اٿم، اهو تہ نہ ٿيڻ لائق آهي جو ڪامياب بخت کان ڪجهہ ٻڌان.

بسکہ سودائی پریشانی عشقم در ہواست ،

میروم مستانه هر جانام مجنون بشنوم.

معنيٰ : منهنجي عشق جي پريشاني واري رڳو هوس آهي ، جتي بہ مستانہ وار وڃان ٿو تہ اتي مجني جوئي نالو ٻڌان ٿو.

در درون سینهٔ من غنچهٔ دل بشگفد،

از صبا بوئی اگر زان زلف شبگون بشنوم.

معنيٰ : منهنجي اندر جي سيني ۾ دل جي مکڙي ٽڙ ي ٿي پوي ، جڏهن صبا کان خوشبوءِ انهن زلفن رات رنگن جو ٻڌان ٿو.

منکه دارم بر جگر صد داغ بربالائی داغ ،

داغ کی گردم اگر از داغ گردون بشنوم.

معنيٰ : آئون اهو آهيان جيڪو پنهنجي جگر تي سوين داغن مٿان داغ رکيو ويٺو آهيان، هاڻي داغ ڪيئن ٿيان جڏهن تہ ڪائنات کان ئي داغ ٻڌان پيو.

میکنم سر دفتر دیوان خود توحید دار،

از زبان هر که از عشق تو مضمون بشنوم.

معنيٰ : پنهنجي ديوان جي دفتر جو عنوان توحيد وارو ڪريان ٿو هر ڪنهن جي زبان مان جيڪو بہ تنهنجي عشق جو مضمون ٻڌان ٿو.(هست ورد زبان حزب الله ، ڪلمہ لا الہ الله ، پير پاڳارو حزب الله شاه راشديؒ)

دست در آغوش هردم همچو قمری در چمن ،

روز وشب مخفی که وصف قد موزون بشنوم.

معنيٰ : هر وقت هٿ بغل ۾ آهن جيئن ڳيري باغ ۾ هجي ٿي، ڏينهن ۽ رات مخفي تنهنجي سهڻي قد جي پچار کي ٻڌي ٿي. (قمري در چمن : استعارو سجدو وسجده گاه ۾، باغ مسجد آهي. دست در بغل، استعارو آهي پيش پوڻ عورت جڏهن نماز ۾ بيهندي تہ سيني تي هٿ ٻڌڻ مان سندس ٻئي هٿ بغلن ۾ لڳل هوندا آهن. قد موزون، ذڪر معشوق، ان تعبدو الله ڪانڪ تراه ڏانهن اشارو آهي.)

## غزل20

از هجوم گریه آهنگ فغان کم کرده ام،

مرغ زیر دام هجران آشیان گم کرده ام.

معنيٰ : رئڻ جي (الشڪر جي) حملي ڪري دانهون ڪهڻائڻ جو ارادو ڪيو اٿم. جدائي جي دام جي قيدي پکي جيئن پنهنجو آکيرو گم ڪري ڇڏيو اٿم.(اثر پذيري بجاءِ طبع ۾ تاثير جو پهلو اچي ڇڪوانهي وسيلي بجاءِ مقصد ڏانهن توجهہ ٿئي ٿي.)

کشته ام سر کشتهٔ وادی واز لیلٰی خویش،

**همچومجنون از جنون نام ونشان گم کرده ام.**

معنيٰ : ڪٺل آهيان پيشاني جي وادي جو پنهنجي ليلا جي ڪري (مجني وانگر چريائي ڪري پنهنجو نالوءِ نشان گم ڪري ڇڏيو اٿم . مجني وانگر چريائي جي ڪري پنهنجو نالوءِ نشان وڃائي ڇڏيو اٿم.(جنونيت ڪي بدلائي ڏاهپ ڪيو اٿم ماانت بنعمت ربک بمجنون، حڪيم جي پسنديده عطا جنونيت نہ ٿي ٿي سگهي.)

**بر تنم شد شعلۂ آہ نشان آتشین ،**

**در لباس عافیت گر پرنیان گم کرده ام.**

معنيٰ : اندر جي آه جو ساڙو سندم بدن تي باهہ سان ڏنل داغ جيئن ظاهر ٿي چڪو آهي . سڙڻ آه جي ڪري ساڙيندڙ داغ هاڻي تہ سدم بدن ۾ اُلا پيو رڪائي . ڪٿي پوشاڪ عافيت واري آهي پر مون پرنيان گم ڪري ڇڏي آهي.( عافيت جي پوشاڪ ۾ ڪٿي پرنيان گم ڪئي اٿم آه جو دڪايل . ننڍڙو ٽانڊو شعلو . ترقي . بنجو: عافيت در سوختن. مقابلو پرنيان نہ هجي بل وڃي.)

**نیستم دیوانہ مخفی بسکہ از سودائے عشق ،**

**خویش را در زیر سنگ کو دکان گم کرده ام.**

معنيٰ : اي مخفي ، آئون چري ڪونہ آهيان پر عشق جي چري فڪر جي ڪري پنهنجو پاڻ ڪي ٻارن اڳيان پٿرن جي هيٺان آئي گم ڪري ڇڏيو اٿم.

## غزل21

**تاکی باهه ونالہ زغم گفتگو کنم ،**

**تا چند ز آب دیده لبالب سبو کنم.**

معنيٰ : ڪيستائين غم جي ڪري آهُن ۽ دانهن جا ٻول ٻوليندو رهان ڪيترا اکين جي لڙڪن جا مٽ ڇپو ڇپ ڀريندو رهان.

**آلودگی ز دامن پاکم نمے رود،**

**صد راه بآب زندگی گرشست وشو کنم.**

معنيٰ : آلاڻ سندم پاڪ پلاند مان ٿي وڃي . حياتي جي پاڻي مان سوين طريقن سان ڪٿي ان ڪي ڌوتو اٿم.(معصيت جو بلڪل خاتمو نطرت جي خلاف آهي. حديث شريف جو مفهوم آهي تہ جيڪڏهن اوهان مان گناه جو پهلو نڪري ويو تہ دنيا جو خاتمو ايندو امتحان گاه دنيا آهي ئي ان ڪري)

**نآید مرا بغیر جمال تو در نظر ،**

**آئینہ را اگر بنظر روبرو کنم.**

معنيٰ : تنهنجي سونهن کانسواءِ ٻيو نظر مونکي اچي ئي ڪونہ ٿو. ڪٿي آئينہ کي جيڪڏهن پنهنجي نظر اڳيان رکان ٿو.

**گر دید شامہ ہمہ اعضائی من ز شوق ،**

**شاید گلی ز گلشن وصل تو بو کنم.**

معنيٰ : سمورا عضوا قوت شامہ جا حامل ٿي ويا آهن. سمورا منهنجا عضوا سنگهڻ وارا ٿي ويا آهن. شايد تنهنجي گلن مان گل ميلاپ ڪيو اٿم.

**روبر نیاید وزخراش فغان کس،**

**چند انکہ چاک سینہ ودل رارفوکنم.**

معنيٰ : جڏهن رڳو هڪ رهڻ جي ڪري ڪو ماڻهو رڙڪان نہ ٿو رڪجي سگهي، تہ پوءِ آئون ڪيترو سيني ۽ دل کي جيڪي ٽڪرا ٽڪرا ٿيا پيا آهن ڇڏي ڏيان.

**دستم نمی رسد چوبد امان وصل یار،**

**مخفی زروزگار بہ ہجر تو خوکنم.**

معنيٰ : منهنجو هٿ يار جي پلاند ميلاپ واري کي جڏهن نٿو پهچي ، انهي ڪري اي مخفي زماني کان اڪيلي ٿي رهڻ جي عادت ڪئي اٿم.

## غزل22

**بسی در آرزو با نفس کافر ہمرہی کردم،**

**در اقلیم تمنا عمر ہاشا ہنشہی کردم.**

معنيٰ : اميدن جي ڪري ڪافر نفس سان تمام گهڻو ساٿ ڏنم سڌن جي رياست ۾ پوري عمر حڪمراني ڪيم.

**چو جام سرننگون آخر تہی شد کاسۂ عمرم،**

**ز بس نقد حیات خویش صرف گمرہی کردم.**

معنيٰ : اونڌي گلاس وانگر آخر عمر جو پيالو خالي ٿي ويم. باقي روڪڙي حياتي پنهنجي گمراهي ۾ وڃائي ڇڏيم.

**بیاد دوستان امشب چو مینائی پی مستان،**

**نہادم برلب ساغر لب وقالب تہی کردم.**

معنيٰ : اڄ رات يارن جي ياد ۾ مينا کي مستن وانگر چنبڙيس. پيالي جي ڪناري تي چپ رکيم ۽ قالب کي خالي ڪري ڇڏيم.

**دودست خویش پروانہ بحسرت میزند برسر،**

**بیا ای شمع افتادہ کہ آخر کو تہی کردم.**

معنيٰ : پروانو پنهنجي ٻنهي هٿن کي مٿي تي رکيو پڪار پيو ڪري، (ڇ چئي ٿو) هليا اي ڪريل شمع مون ٿي غلطي ڪئي آهي. (تون جو ٻري ڪري پئين ۽ آئون سڙڻ لاءِ تيار نه ٿيس.)

**نشد گردست امیدم در آغوش طلب مخفی،**

**بحمدالله که جان را در نذر آن سرو بهی کردم.**

معنيٰ : جيتوڻيڪ منهنجي اميد جو هٿ طلب جي هنج ۾ نه رسيو اي مخفي، پر الحمد الله جو پنهنجي حياتي ان سرو قد تي فدا ڪري بهتر ڪيم. (عاشق جي تقاضا پوري ٿيڻ نالوئي معشوق لاءِ مرڻ ۽ عاشق جي پنهنجي طلب پوري ٿيندي ئي ناهي.)

# غزل23

**همتی ایدل کزین پستی قدم بالانهم ،**

**یا بکام دل رسم یاسر درین سودا نهم.**

معنيٰ : ڪا همٿ ڪر اي دل جيئن هن پستي مان ٻاهر نڪران، دل جي مرادن کي پهچان يا سر انهي فڪر ۾ قربان ڪريان.

**آتش عشق تو تادر سینۂ من بر فروخت ،**

**شعله میروید بجائی سبزه هرجا پانهم.**

معنيٰ : جڏهن کان تنهنجي عشق جو آڙاهه منهنجي دل ۾ ڏکيو آهي، مچ منهنجي دل ۾مچيو آهي، ته جتي به پير رکان ٿو اتي زمين مان مچ مچي ٿو نه ساوڪ.

**جذبۂ شوق محبت بسکه بر من غالب است ،**

**باجنون گردم رفیق وسر درین صحرا نهم.**

معنيٰ : محبت جي شوق وارو جذبو مون تي تمام گهڻو غالب آهي، چريائي جو ساٿ ورتو اٿم ويراني ڏانهن منهن ڪيو اٿم.

**گلشن اشکم ز آب دیده چون سیراب گشت،**

**بعد ازین خواهم که پائی دیده بر دریا نهم.**

معنيٰ : سندم لڙڪن جو باغ جڏهن اکين جي پاڻي مان پُر ٿي ويو، هاڻي چاهيان ٿو ته اکين جا پير سمنڊ تي رکان.(مبالغي جو اعلا معيار آهي، لڙڪن جيون ليرون سمنڊ جيون ڇوليون بنجي ويون)

**دشت پیمائی محبت چون شدم درراه عشق ،**

**بایدم مخفی درین ره سر بجائی پانهم.**

معنيٰ: عشق جي اڻ کٽ رستي جي بيابان جي جڏهن محبت سان ماپ شروع ٿي، محبت جي بيابان جي ماپ لاءِ جڏهن جو رستو ورتم هاڻي مخفي مونکي گهر جي ته پيرن بجائي مٿو رکان.(حسين تعليل جو شاهڪار سجدي ڪرڻ جو وجهه بيان)

## غزل24

ز خون ديده زندان رابه از رشک چمن دارم،

ز داغ غصه صد گلشن بزير پيرهن دارم.

معنيٰ: اکين مان وهندڙ رت جي تيدي باغ جي رشڪ کان وڌيڪ سمجهان ٿو محبوب جي ڪاوڙ جي سوين ڦٽن جا باغ پنهنجي قميص هيٺان لڪائي رکان ٿو.(جيئرن)(مقبول بندا)جي اکين جي رت کي چمن جي ريس کان وڌيڪ سمجهان ٿو(محبوب جي ڏنل) ڦٽ جي سورن جا سوين باغ پنهنجي پيراڻ هيٺيان رکان ٿو.

بسان غنچه گر بستم لب از گفت وشنود اما،

بخون ديده آغشته سرا پائی بدن دارم.

معنيٰ: ڪيتروئي ڪلي مکڙي کي بند رکيم چوڻ ۽ ٻڌڻ کان ،پر اکين جي رت گڏيل (لڙڪن ) سان پورو بدن ٻريل رکان ٿو.(اظهار قال اختياري اظهار حال بي اختياري)، عاشق اختياري حال ۾ عشق لڪائي ٿو پر بي اختيار ظاهر ٿيو پوي)

پر بلبل غم گلشن ندارم ناشگيبائی ،

غريب وناتوانم هر کجا افتم وطن دارم.

معنيٰ: بلبل جي کنهن باغيچي جي غم جي شڪايت نه اٿم ، مسافر عاجز آهيان جتي ڪرندس اهو ئي ڪاٿو رکان ٿو.

بسان ابر نيسانی ز اشک ديدۀ همت ،

کشيده در رگ جان صد جهانی در سخن دارم.

معنيٰ: همت وارين اکين جا لڙڪ جيڪي شه رڳ مان نڪتل آهن سندن سوين دنيائن جا داستان ڪلام رکان ٿو.(مخفي اَهل همت است بل صد ها اهل همت)

ز اشعارم دماغ جان معطرميشود مخفی،

چو گل چاک گريبان نهان مشک ختن دارم.

معنيٰ: سندم شعرن مان حياتي جو دماغ خوشبو دار ٿيو وڃي مخفي، ڪٿو رجيو ٿو وڃي چو ته ٽڙيل گل ختن جي مشڪ ۾ رکيو اٿم.(مبالغو بهترين انداز سندس ڪلام اهڙو لڪل گل آهي جيڪو ختن جي مشڪ ۾ ظاهر ٿئي ٿو اورنگزيب جو هندوستان اهڙا گل لڪل رکندو هو لڪل گل سندس اهل النساء هجڻ جي زمري ڏانهن اشارو آهي)

## غزل25

ز سوز سینۂ دل آہ آتشناک می خواہم ،

در آتش آشیانی از خس خاشاک میخواہم.

معنيٰ : دل جي سيني جي ساڙه ٻارينڌڙ آه جو گهورو آهيان، پنهنجو ڪکائون آکيرو
ٻہ باهہ ۾ اڏائڻ جو گهورو آهيان.

نمیگردد تسلی دلم از نامۂ وپیغام ،

گریبان صبورے ہمچو گل صد چاک میخواہم.

معنيٰ : منهنجي دل جي تسلي خط ۽ نياپي سان نٿي ٿئي ، صبر جي گريبان کي گل
وانگر سوين ٽڪرن ۾ ڦاڙڻ چاهيان ٿو.

ز درمان اطبا دفع درد من نمے گردد ،

خمار آلودۂ در دم ز آب تاک میخواہم.

معنيٰ : طبيبن جي علاج کان منهنجو درد دفع نہ ٿو ٿئي ، خمار گڏيل ڏک جو پاڻي
خالص چاهيان ٿو.

نمی روید گیاہ خرمی در باغ امیدم را ،

چو ابر نوبہاران دیدۂ نمناک میخواہم.

معنيٰ : منهنجي اميد جي باغ ۾ تازو گاه اپڙي ئي ڪونہ ٿو نئين بهار جي ڪڪر
وانگر پگهيل اکين جو خواهشمند آهيان.

نمی یا بددلم تسکین ز آہ ونالہ ای مخفی ،

چوگل جیب وگریبان فغان صد چاک میخواہم.

معنيٰ : هاڻي منهنجي دل کي آه ۽ زاري مان سڪون نہ ٿو اچي اي مخفي ، گل وانگر
جيب بہ ۽ گريبان رڙين لاءِ سوين چيرن وارو چاهيان ٿي، جيبي گل ۽ گريبان واري
جيئن سوين رڙيون چيرن جيون چاهيان ٿو.

## غزل26

برائی دیدن رویت ہوائی زندگی دارم،

وگرنہ زین حیات خویش صد شرمندگی دارم.

معنيٰ : تنهنجي منهن مبارڪ کي ڏسڻ لاءِ زندگي جي طمع رکان ٿو جيڪڏهن نہ
تہ پنهنجي هن زندگي کي سوين طرح سان شرمندگي سمجهان ٿو.

نگردد گرم گر سوزد جہان را شعلۂ آتش،

ز بس از گردش گردون بدل افسردگی دارم.

معنيٰ : جي سنڌ ۽ مهرباني نہ هجي ها تہ دنيا کي باهہ ٻاري ڇڏي ها، زماني جي ڦيري
جي ڪري پريشاني دل ۾ رکان ٿو.

چسان آزاد گشتم من ز فکر غم دم دیگر ،

بیاد غیردرگردون چوطوق بندگی دارم.

معني : جيئن آزاد ٿيو آهيان آئون فڪر (ياد) ٻئي جي غم کان ، تہ ٻئي جي يادگيري جي اندر غلامي جو طوق پنهنجي ڪنڌ ۾ وجهي ڇڏيو هجيم(.يے وہ سجدا ہے جو کرتا ہے تجہے ہزار سجدوں سے بے نیاز)

نگردد پاک دامانم بآب کوثر از شویم،

بچرک معصیت مخفی ز بس آلودگی دارم.

معني : منهنجو پلاند پاڪ ٿيندوئي ڪونہ ڪٿي ڪوثر جي پاڻي سان ڌوئانس، نافرماني جي مخفي ڪٿن سان جو پوسل رکان ٿو.

## غزل27

ما گرفتاران عشق واز جهان آسوده ایم،

پائی تا سر لذت در دیم زان آسوده ایم.

معني : اسان عشق جا ورتل آهيون ان جهان مان آزاد آهيون پيرن کان مٿي تائين ڏک جي لذت ۾ ورتل آهيون انهي ڪري آرامي آهيون.

بزم گاه مازمستان ست وباده خون دل،

مستی داریم کز کون ومکان آسوده ایم.

معني : غم جو ملڪ اسان جي ڪچهري جي جاء آهي ۽ شراب دل جو رت , انهي مستي جي رکڻ ڪري ڪون ومڪان ۾ آرامي آهيون.

گلشن ما خرم از خوننا بۂ چشم دل است،

از جفائی سوز صر باد خزان آسوده ایم.

معني : اسان جو باغيچو ترو تازو رتول اکين ۽ دلين مان وهندڙرت جي ڪري آهي، پاري جي هوا جي ساڙہ ۽ خزان جي هوائن کان آسوده آهيون.

اضطرابی در پریشانی بظاہر مےکنم ،

ورنہ د ر استغنائے ہمت در نہان آسودہ ایم.

معني : مجبور ۽ پريشان ظاهري طور آهيون، ورنہ تہ همٿ ڪري بي پرواه آهيون ۽ اندر ۾ آسودا آهيون.

گرچہ بازبخیر مخفی روید از آواز غم،

شکر للہ کز جفائی ہمگنان آسودہ ایم.

معني : ڪٿي مخفي زنجير ۾ ٻڌل هئڻ سان غم جو آواز نڪري ٿو پر الله جو شڪر آهي جو سيني جي ظلم کان آرامي آهيان.( هڪ جي غم ۾ قيد هئڻ ڪري ٻين سيني جي ظلم کان آزاد آهيون).

## غزل28

**دوش با گل صحبتی بریاد بلبل داشتم،**

**چون صراحی در گلوتا صبح قلقل داشتم.**

معنيٰ : ڪلهہ رات بلبل سان ڪچهري گل جي ياد گيري ۾ ڪيم، گگي وانگر گلي مان صبح تائين بڙبڙاهٽ پئي ڪيم.

**لخت دل میشد مرا بر آتش ہجران کباب ،**

**غم انیسم بود از خون جگر دل داشتم.**

معنيٰ : منهنجي دل جو ٽڪر باهہ جدائي جي تي پچي ڪباب ٿي ويو ، اتي منهنجي وندر غم هو جيڪو جگر جي خون گڏيل رکيو هوم.

**بسکہ خون دل افشاندم برا طراف چمن ،**

**ہر طرف کردم نگہ صد خرمن گل داشتم.**

معنيٰ : اکين جو رت ڇنڊي ڇڏيم چمن جي چوڌار .(ان بعد) جيڏانهن بہ ڏٺم سوين گلن جا کرا بنائي ڇڏيا اٿم.(رت جو هر ڦڙو گل بنجي ويو.)

**می در آید ہر نفس بر من غمے از جانبے ،**

**بہر محرومی عیش من تغافل داشتم.**

معنيٰ : هر طرف کان اندر ايندڙ دم مون لاءِ غم پيو آڻي ، آئون عيش کان محروم آهيان انجي مونکي پرواه نہ آهي.

**مخفیا ؛ رحمی بحال من کہ در اندوہ وغم،**

**پیش ازین من بیشتر صبر وتحمل داشتم.**

معنيٰ : اي مخفي، منهنجي حالت رحم جوڳي آهي ڇو تہ فڪر ۽ غم ۾ وڪوڙيل آهيان ، هن کان اڳ مون تمام گهڻو صبر ۽ تحمل ڪيو آهي.

## غزل29

**در عشق توبیقرار گشتیم، رفتیم وبہر دیار گشتیم.**

معنيٰ : تنهنجي عشق ۾ بيقرار ٿيا آهيون ، وياسون هر ملڪ مان وري آيا آهيون.

**بس داغ تو بر جگر نہادیم، داغ دل روزگار گشتیم.**

معنيٰ : رڳو تنهنجو ڦٽ جگر ۾ رکيو اٿئون ، انهي ڪري زمانہ جي دل تي داغ ٿيا آهيون.

**وادی فراق غرق خون شد ، بس دیدۂ اشکبار گشتیم.**

معنيٰ : جدائي واري وادي تہ رت ۾ ٻڏي ويئي آهي، هاڻي اکيون لڙڪن جا تلا ٿي ويون آهن. (لڙڪن سان پُر ٿي ويون آهن.)

**تا داغ تو بر جگر نہادیم، از زمرہ اعتبار گشتیم.**

معنيٰ : جڏهن کان تنهنجي عشق جو داغ پنهنجي جگر تي رکيو اٿئون، تہ معتبرن جي جماعت مان ٿي نڪري ويا آهيون.

**بر دامن وصل یار بنشست ، ہر چند کہ چون غبار گشتیم.**

معنيٰ : يار وصل جي پلاند تي ويٺو آهي، جيترو بہ ٽيو پر اسان تہ ڌوڙ ٿي وياسون.(وصل ۾ فنايت آهي، عاشق جي ۾ هجر وجود آهي عاشق جو)

**نکشاد در مراد مخفی ، عمرے پئے روزگار گشتیم.**

معنيٰ : مراد جو دروازو مخفي نہ کليو پوري عمر زماني پليان هلندا رهياسين. مخفي جي مراد جو دروازو نہ کليو.

## غزل30

**یاد ایامی کہ دل در کوئے یارے داشتم،**

**ہمچو مجنون پیش طفلان اعتبارے داشتم.**

معنيٰ : انهن ڏينهن جي يادگيري دل ۾ اچي ويئي جيڪي يار جي گلي ۾ گذاريا هئاسين، جڏهن مجنو جيئن ٻارن اڳيان معتبر هئاسون (جو پٿر هڻندا هئا) مجنو وانگر ٻارن تي اعتبار رکان ٿو.

**جیب باہم ہمچو گل زین بیشتر صد چاک بود،**

**درمیان اہل ماتم افتخارے داشتم.**

معنيٰ : جيب ڀاڻ وڙهڻ ڪري گل جي پکڙين وانگر سوين پرزاهو ماتم ڪندڙن جي دنيا ۾ فخر وارو هيس.

**آرزو را دیدۂ اعمی بود بزم امید ،**

**بر رخ آئینہ مقصد چون غباری داشتم.**

معنيٰ : سڪ جي اک انڌي هجي ٿي اميد جي ڪچهري ۾. مقصد جي آئيني تي دز وانگر ٿي ويو آهيان.

**تشنہ لب بودیم وآتش بود مارا در مذاق،**

**چون سمندر در بن ہر موشرارے داشتم.**

معنيٰ : اڃارا هئاسون ۽ باهہ اسانجو شوق آهي، سمنڊ وانگي هر وار جي پاڙ ۾ چڻنگ ٿي ويو آهي.

**نقش می بستیم مخفی گلشن امید وصل،**

**در درون دیدہ از خون لالہ زاری داشتم.**

معنيٰ : نقشو پئي ٺاهيوسين مخفي اميد جي باغيچي جي ميلاپ لاءِ. اکين جي اندر رت جي ڪري ڳاڙهائي پڌري رکان ٿو.

## غزل31

گو ہمدمی کہ نغمۂ داؤد سر کنیم،

آہ وبے بہرہ باد سحر کنیم.

معنيٰ : چئو اي رفيق اهڙو جو حضرت دائود عليہ السلام جي نغمہ کان وڌون , آہ ۽ بي حصائي کي(ڳاءِ) اسر جي هوا کر ڇڏيون.

شبنم زا بر دیده فشانیم بر چمن ،

لبهائے غنچہ سرخ چو خون جگر کنیم.

معنيٰ : شبنم اکين مان ڇٽڪاريون چمن تي , مکڙي جا ڳاڙها چپ جگر جو رت ٿاهي ڇڏيون.

از آه سرد خویش ندیدیم چون ثمر ،

آتش شویم در دل شمعے اثر کنیم.

معنيٰ : پنهنجي اکين مان ڪرندڙ لڙڪن ڪري ٿڌي آہ جو اثر نہ ڏٺوسين, تہ دل ۾ باهہ ٻاري شمع تي اثر ڪريون.

صد روز ہجر شدۂ زیک شب کہ وصل بود ،

نگذاشت روزگار کہ شامی سحر کنیم.

معنيٰ : سَوَ ڏينهن جدائي جا هئا بمقابل هڪ رات جي جيڪا وصل جي هئي , پر زماني ان کي بہ نہ ڇڏيو جو سحر جي شام ڪريون (سحر جي شام ملهايون .) ڪتاب ۾ بيت ڍلو آهي وزن ۾ فهم جي ڪري ٻي مصرعہ پوري ۾ پهرين مصر جا ڪجهہ لفظ ٺاهيا ويا آهن , حنيقت جو مالڪ الله آهي.مترجم

مخفی قطار ہفتۂ ایام بگسلد ،

در کوئی عافیت چو نسیم از گذر کنیم.

معنيٰ : مخفي ستن ڏينهن جي لڙهي لتاڙي, عافيت جي ڪنڊ ۾ نسيم وانگر گذارو پيا ڪريون.

## غزل32

ہر جفائی را بجانی زان ستمگر مے خرم،

میدہم کاسد تمامی راو گوہر مے خرم.

معنيٰ : هر ڪا زيادتي خوشي سان ظالم کان مليل وٺان پيو کوٽا سڀ ڏيان پيو سچا وٺان پيو. (حسن قبح جي توجيہ آهي.پرين جي پار کان مڙئي مٺائي , وارو خيال آهي پرادا جدا آهي, اسان جي شاعر پرين ڪري ادا ڪيو ۾ مخفي ستمگر پر بجاني چٽي پرين بنائي ڇڏيائين.)

بسکہ لذت یافتم از گریۂ شام وسحر ،

میفروشم نقد جان دیدۂ ترمے خرم.

معنيٰ : تمام گهڻي لذت لذي اثر صبح ۽ شام جي رئڻ مان، روڪڙي حياتي رڪڻان پيو مقابلي ۾ آليون اکيون وڻان پيو.

**نيست تجاری چوتن در کاروان روزگار ،**

**صد جهان اند وه دارم بار ديگرمی خرم.**

معنيٰ : زماني جي قافلي ۾ بدن جي واپار کان وڌ ٻيو ڪو به نه آهي ، پر سوين دنيائن جي فڪر باوجود ٻيو پيرو وٺڻ لاءِ تيار آهيان.(وجود وڃايان پيو ۽ پرين جو بار غم جي صورت ۾ هلڪو پيو سمجهان ، سلوڪ جي ٻي انت دنيا ڏانهن اشارو.)

**بر دل غمديدهٔ من خواه نوش وخواه نيش،**

**در محبت درد وراحت را برابر می خرم.**

معنيٰ : منهنجي غمن ماريل دل لاءِ جهڙو پيئڻ جهڙو ڏنجڻ ، محبت جي ميدان ۾ ڏکن ۽ سکن کي هڪ جهڙو ٿو سمجهان.

**می نهم از آتش غم داغ بر دل مخفيا،**

**همنشينان خوش چنين سامان محشر می خرم.**

معنيٰ : اي مخفي ; غم جي باهه جوداغ دل تي رکان پيو اي يارو آئون سيڏو محشر جو ثمر پيو خريديان.

## غزل33

**چند از خون جگر می در اياغ دل کنم،**

**سر بزانو تابکے فکر دماغ دل کنم.**

معنيٰ : ڪيترو جگر جي رت واري شراب مان دل کي مدهوش ڪريان؟ مونن ۾ مٿو هڻي ڪيترو دل جي دماغ جو فڪر ڪندو رهندس؟

**عمرشد صرف جنون ونيست از محمل نشان ،**

**چند سر گردان درين وادی سراغ دل کنم.**

معنيٰ : عمر چريائي ۾ گذري ويئي قافلي جو نشان ئي ڪونهي، ڪيترو پريشان هن وادي ۾ دل جو سراغ لڳائيندس؟

**خون دل مير بزم وترتيب گلشن می دهم،**

**بر اميد آنکه روزی سير باغ دل کنم.**

معنيٰ : دل جو رت وهائي ڇڏيان ٿو باغ کي حسين بنايان ٿو اهو سڀ انهي آسري تي ته ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن دل جي باغ جو ديدار ڪندس.

**بسکه دارد تيرگی از غم نگيرد روشنی ،**

**پرتو خورشيد را گردر چراغ دل کنم.**

معنيٰ : تمام گهڻي اونداهي ٿي ويئي آهي (هاڻي آزمايل نسخن) غم کان روشني نہ ٿو قبولي، ڪٿي سج جي جهلڪ کي دل جي فانوس ۾ داخل ڪريان.

**سوخت سر تا پا دل ودفع جنون غم نشد ،**

**بعد ازين خواهم ک مخفی ترک داغ دل کنم.**

معنيٰ : دل مٿي کان وٺي پيرن تائين سڙي پئي پر غم جي چريائي لٿي ئي ڪانهي، (ان حالت)بعد چاهيان ٿي اي مخفي تہ دل جي ڦٽ کي ڇڏي ڏيان.

## غزل34

**تاکے حدیث بادۂ وجام وسبو کنم،**

**تاکی زبزم بادہ کشان گفتگو کنم.**

معنيٰ : ڪيستائين بيان شراب ,پيالي ۽ مٽ جو ڪريان، ڪيستائين پيئندڙن جي ڪچهري جي ڳالهہ ڪريان.

**191 مستی گذشت از حد دیوانگی بیا، ای دل ز آب دیدۂ می در سبو کنم.**

معنيٰ : ڳالهہ مستي کان مٿي ويئي هاڻي چريائي تون هليا، اي دل هاڻي اکين جي لڙڪن جو شراب بدن ۾ اوتيان ٿو.

**آلودگی ز دامن عصمت نمے رود ،**

**صد رہ بآب دیدہ اگرشست وشوکنم.**

معنيٰ : آلودگي پاڪائي جي پلاند مان وڃي ئي ڪانہ ٿي، سوين ڀيرا ڪٿي اکين جي پاڻي سان ڌوڏٿان ڪريان.(انساني ڪمزوري جو ذڪر ڪامل هجي متوسط يا مبتدي ڪمزوري جو احساس عروج عطا ڪندو.)

**بکشا دہان شیشہ ومی در ایاغ کن ،**

**تا از دماغ دل گل وصل تو بوکنم.**

معنيٰ : بوتل جو منهن کول شراب مدهوشي وارو وجہ. جيئن ان مان گل جي دل جو دماغ سان تنهنجو وصل حاصل ڪريان.(وصل ۽ مدهوشي وارو جيڪو شراب جو اثر آهي ، دل جو گلاب وٽندڙ خيال ۽ ان جي حالت مدهوشي واري جيڪو دماغ آهي. هن شعر ۾ وصل جو تفصيل بيان ٿيل آهي.)

**مخفی بغیر بادہ چو دل را دماغ نیست،**

**بر خیز تا بخانۂ میخانہ روکنم.**

معنيٰ : اي مخفي جڏهن شراب کانسواءِ دل کي آرام نہ آهي، اٿي گهر مان نڪر شراب خانہ جو رخ وٺ.(خانہ : گهر ۽ ميخانہ : جاءِ نماز.)

## غزل35

گر رسد موج غمت بر سرم از جانروم ،
جز در غمکده جائے بہ تمنا نروم.

معنيٰ : جيڪڏهن تنهنجي غم (جي سمنڊ جي ) لهر مونکي ٻوڙي وڌو تڏهن بہ پنهنجي جاءِ کان ڪونہ ٽڙنديس,غم جي جاءِ کانسواءِ ڪابہ جاءِ منهنجي سوچ ۾ ئي ڪانہ آهي ڪنهن بہ جاءِ ڏانهن سندم سوچ وڃي ئي ڪونہ ٿي.

گر شودہر سر موئے بدنم نشتر غم،
عافيت جو نشوم پيش مسيحا نروم.

معنيٰ : جيڪڏهن بدن تي هر وار غم جي نشتر بنجي پوي، جيستائين ان حال مان ٺيڪ نہ ٿيندس تيستائين ڪنهن ويج ڏي نہ ويندس.(مخفي ; اويسي طريقي جي مالڪ هئي ، معشوق کانسواءِ ڪنهن کي ويج طور قبول نٿي ڪري لا الہ الا الله ڏانهن اشارو آهي.)

گوشۂ محنت وغم را بگلستان ندہم ،
ہمچو مجنون ز جنون جانب صحرا نروم.

معنيٰ : ڏک ۽ غم جو ذرو بہ باغ کي ڪونہ ڏيندس، مجني وانگر چريائي ڪري بيابان ڪونہ لتاڙيندس.(معشوق جو عشق راز آهي راز امانت هوندو آهي، راز کي عقلن يا جنونن سان ظاهر ڪرڻ خيانت آهي، آخر تہ مخفي عورت آهي عورت ۽ امانت لازم ملزوم آهن وري متخلص بہ مخفي آهي جنهن جو جاءِ اظهار جو ضد آهي.)

در قيامت اگرم جانب رضوان خوانند ،
بہ تمنائے دل از بہر تماشا نروم.

معنيٰ : قيامت ۾ جيڪڏهن مونکي رضوان ڏانهن گهرايائون دل جي خواهش تي تماشي لاءِ ڪونہ ويندس.(چو تہ دل پسند نہ آهيان حقيقت پسند آهيان.)

يوسف طالع اگر جلوه نمايد مخفے ،
بتماشا گر حسنش چوزليخا نروم.

معنيٰ : ڪٿي يوسف مهانڊي پنهنجي حسن جي جهلڪ ڏيکاري مخفي، تہ بہ سندس حسن جي ديدار لاءِ زليخا وانگر ڪونہ وينديس.(زليخا طالبہءِ حسن عطائي جي ۽ مخفي طالبہ حسن ذاتي جي فرق است ميان آنکه يا رش ددبر با آنکه در چشم انتظارش بردر .)

تا نام ز حسن يار برديم، از آئينۂ دل غبار برديم.

معنيٰ : جڏهن يار جي حسن جو نالو ورتوسين، تہ دل جي آئينہ جا ڪس لهي ويا .(الا بذكر الله تطمئن القلوب)

از بسکہ ز ديده خون فشاند ايم ، رونق ز گل وبہار برديم.

معنيٰ : جڏهن اکين مان رت هاڻا لڙڪ لاڙياسون ،تہ سونهن گل ۾ بهار جي وچائي سون.

**از آتش عشق چون سمندر ، سر تا بقدم شرار برديم.**

معنيٰ : عشق جي آگ ڪري سمنڊ وانگر سري کان وٺي تري تائين چوليون پيا هڻون.

**نا ديده رخت چون لاله مخفي ، داغ تو بهر ديار بر ديم.**

معنيٰ : نہ ڏسنجندڙ سامان لال گل جي داغ وانگر تنهنجو مخفي داغ کي هر ولايت ۾ پهچايوسين.

## غزل37

**تابکی بر در امير چوسائل باشم ،**

**کہ غبار نظر وکہ الم دل باشم.**

معنيٰ : ڪيستائين امير جي دروازي تي سوالي ٿي بيهنديس، ڪڏهن اک جو ڪتر ۽ ڪڏهہ ن دل جو درد ٿي رهندس.

**التجا بردر مخلوق زکوٰتہ نظر يست،**

**چند چون اہل صنم برره باطل باشم.**

معنيٰ : مخلوق سامهون ليلڙاٽون اها تہ گهٽتائي آهي، بت پرستن وانگر باطل واٽ تي ڪيترو هلندس.

**منکہ صد حاطم طی در نظرم مثل گداست ،**

**حيف باشد کہ گدا طبع وگدا دل باشم.**

معنيٰ : آئون تہ اهو آهيان جنهن جي سامهون سوين حاتم طائي پينو وانگر آهن، پوءِ تہ مونکي حيف هجي جو پينو طبع ۽ پينو دل وارو هجان.

**ہر نفس صد رہ گراز آتش عشقم سوزد ،**

**باز پروانہ صفت در پئی قاتل باشم.**

معنيٰ : هر ساهہ (جيڪا گهڙي پيو) جيڪڏهن سوين ڀيرا مونکي عشق جي واٽ ۾ باهہ بنجي ساڙي، تہ وري بہ پروانہ وانگر قاتل جي پٺيان (قتل ٿيڻ لاءِ تيار هجان ٿو)

**ميرود کشتی عمرم چو بموج ای مخفی ،**

**شرط انصاف نباشد کہ بساحل باشم.**

معنيٰ : منهنجي عمر جي ٻيڙي موج وانگر وڃي پئي اي مخفي اها انصاف جي تقاضا نہ آهي جو آئون ڪناري تي هجان.

## غزل38

**بسکہ در ہجر تو خون دل بد امان کرده ام،**

**پر ز گل دامان خود را تا گریبان کرده ام.**

معني : تنهنجي جدائي سبب پنهنجي دل جي رت جي هڙ هڏيو ويٺو آهيان، پنهنجي هڙ کي گل سان چوٽي تائين ڀري ڇڏيو اٿم.

**مدعی طعن پریشانی مزن بر من که من،**
**همچو ابراز گریه کار خود بسامان کرده ام.**

معني : اي مدعي پريشاني جو طعنو نه هڻ ڇو ته ڪڪر وانگر پنهنجي رئڻ کي سفر جي ڪم جو سامان ڪيو آهيم.

**بر جگر از بس نهادم ز آتش هجر تو داغ ،**
**خانۂ دل رابه از رشک گلستان کرده ام.**

معني : پنهنجي جگر تي تنهنجي جدائي ڪري ڦٽ پيدا ڪيو اٿم انهي ڪري پنهنجي دل جي گهر کي گلستان جي تمنا بنائي ڇڏيو اٿم.

**میکنم بلبل صفت فریاد ازان امشب که باز ،**
**همچو مستان بیخودانه یاد یارآن کرده ام.**

معني : بلبل وانگر دانهيان پيو اڄ رات وري به مستن بي پرواهن وانگر يارن جي يادگيري ڪئي اٿم.

**مخفیا چندین نال از ناوک بیداد غم ،**
**کین دل افسرده رامن وقف پیکان کرده ام.**

معني : اي مخفي ايتري دانهن نه ڪر ظالم اکين جي چمڪ جي سور کان ، ڇو ته هن پريشان دل کي مرن وقف تير اندازي لاءِ ڪري ڇڏيو آهي.

## غزل39

**من آن پروانۂ عشقم که در آتش وطن دارم،**
**چو فانوس آتش دل رابزیر پیرہن دارم.**

معني : آئون عشق جو اهو پروانه آهيان جنهن جو وطن باهه آهي ، آئون پيراهڻ هيٺان باهه جو فانوس دل ۾ رکان ٿو.

**دلم بلبل صفت از عشق تا گفت وشنود آرد،**
**نهان در زیر ہر حرفے گلستان فن دارم.**

معني : منهنجي دل بلبل وانگر جيستائين عشق جي ڳالهه ٻولهه کي آڻي ، هر حرف جي ته ۾ نئون باغ رکان ٿو.

**نه پنداری که در ہجرت مرا صبر است وآرامے ،**
**ز افغان داغها بر داغ مرغان چمن دارم.**

معنيٰ : ائين نہ سمجھ تہ جدائي جي ڪري مونکي صبر ۽ آرام عطا ٿيو آهي، رڙين جا داغن جا داغ وارا پکي پنهنجي چمن ۾ رکان ٿو.

**بمحشر گر پر سندم چہ آوردی ہمین گویم ،**

**شہید خنجر عشقم گواہ خود کفن دارم.**

معنيٰ : جيڪڏهن مونکان محشر روز پڇيو ويو تہ ڇا آندو اٿئي؟ تہ اهو چونديس تہ عشق جو شهيد آهيان جنهن جو گواهہ ڪفن رکيو اٿم.

**اگر در گلشن عشرت ندارم راہ ای مخفی ،**

**بحمدالله یاری گوشۂ بیت الحرم دارم.**

معنيٰ : جيڪڏهن اي مخفي مونکي عيش جي واٽ باغ ۾ نٿي ملي، آئون عيش جي واٽ باغ ۾ نٿي رکان، تہ بہ الحمد الله جو آئون بيت حرام جي مالڪ کي بہ پنهنجو معاون رکان ٿي.

## غزل40

**ز بس افسردگی دارم ہوائے سردرامانم،**

**چنان کا بیدہ ام از غم کہ کاہ زردرا مانم.**

معنيٰ : تمام گهڻو پريشان آهيان سرد هوا جيئن ، غم جي ڪري ايترو ڏکويل آهيان جيئن سڪل گاهہ.

**گہے در دام غم افتم گہے صید بلا گردم،**

**نہ بینم روئی آزادی اسیر درد را مانم.**

معنيٰ : ڪڏهن غم جي قيد ۾ پوان ۽ ڪڏهن مصيبت جو شڪار بنجان، آزادي جو تہ منهن ئي نہ ڏسان ڏک جي قيدي رهان ٿي.

**نشان پائے محمل را ندیدم تا نہم چشمے ،**

**من آن سر کشتۂ مجنون بیابان گرد را مانم.**

معنيٰ : قافلي جي ڏولي جو تہ نشانئي پيرن جو نہ ٿو ملي جو اتي اکيون رکان، هاڻي تہ آئون بيابان جو مجنو بنجي رستي جي لٽ بنجان ٿي..

**مراہر کس کہ می بیند ز سویم چشم مے پوشد ،**

**بغم مردیم از خواری غبار گرد را مانم.**

معنيٰ : جيڪو مونکي ڏسي ٿو تہ کانئس اکيون پوري ٿو ڇڏي . انهي خواري جي غم ڪري مري ويا آهيون ۽ مٽي جي دز ٿي ويا آهيون.

**گہے از درد دل سوزم گہ از درد جگر نالم،**

**نیم یک ساعت آسودہ دل پر درد در امانم.**

معنيٰ : ڪڏهن دل جي ڏک ڪري سڙان ٿي ڪڏهن جگر جي سور ڪري رڙان ٿي، هڪ گهڙي بہ آرام جي ننڊ نٿي ماڻيان ڇو تہ دل ڏکن سان ڇور رکان ٿي.

**برويم تختہ هستي در آئين پريشاني ،**

**زنم نقش پريشان مهر هائي نرد را مانم.**

معنيٰ : پنهنجي هئڻ جي تختي کي پريشاني جي حالت ۾، نرد وانگر وکريل مهرن تي حملہ آور ٿيندس.

**بہ بيرنگي وبي بوئي درين بستان سرا مخفي ،**

**گل پژ مرده گلهائي باد آورد را مانم.**

معنيٰ : هن بي رنگي ۽ بي بوءِ واري دنيا ۾ اي مخفي، ان گل وانگر پريشان آهيان جيڪو هار جي لڙهي ۾ ڪوماڻيل آهي.(بي رنگي ۽ بي بوءِ واري دنيا ، عمل جو رنگ ۽ بوءِ آخرت. گلن جي لڙهي : تخليق انسانيت)

## غزل41

**دست در دامن آن سرو خرامان زده ام،**

**چنگ در حلقۂ آن زلف پريشان زده ام.**

معنيٰ : ان سرو قد ٹللندڙ جي دامن ۾ هٿ وڌو اٿم، انهن پکڙيل وارن جي چڳ ۾ چنبو هنيو اٿم.

**تشنہ خون دل وآبلہ پائے شده ام،**

**تکيہ برنيش سر خار مغيلان زده ام.**

معنيٰ : دل جي رت جو اڃارو ۽ پير پٿون تي پيا اٿم هاڻي تہ ٻبرن جي تکن ڪنڊن جي چيڻ تي ڀروسو ڪيو اٿم.

**عزم تسخير اقاليم جنون کرده دلم،**

**خيمۂ لشکر غم را بہ بيابان زده ام.**

معنيٰ : چريائي جي دنيا کي فتح ڪرڻ جو خيال سندم دل ڪيو آهي ، انهي ڪري غم جي فوج جا تنبو ميدان ۾ کوڙي ڇڏيا اٿم.

**مے توانم کہ کشم پائي بد امان شکيب ،**

**منکہ صد چاک بيک تار گريبان زده ام.**

معنيٰ : سمجهيم ٿي تہ صبر جي دامن جو سهارو وٺي وڪ کڻان ، پر آئون بي صبري ڪري گريبان ڦاڙيو ويٺي آهيان.

**از تو آتشکدۂ عشق بر افروختہ ام،**

**آتش عشق بتان در سروسامان زده ام.**

معنيٰ : توکائِي تہ منهنجي عشق جي باهہ وارو کورو ڏکايو اٿم ، منهنجي تہ سموري مڏي محبوب جي عشق جي آگ آهي.

**زورق ديده بغرقاب فنا افگندم،**

**ديده برابر جگر موجۂ طوفان زده ام.**

معنيٰ : اکين جي ٻيڙي فنا جي ڪن ۾ ٻوڙي ڇڏيم ، هاڻي نظر جگر مان نڪرندڙ طوفاني لهرن مان ٺهندڙ ڪکر تي ڪوڙي ڇڏي اٿم.

**کرده ام دير شنو گوش مسلمانی را،**

**بسکہ ناقوس بمعبد کہ گبران زده ام.**

معنيٰ : هاڻي مسلمان جي ڪن کي دير جو سڏندڙ ڪري ڇڏيو اٿم. ڪافرن جي عبادت گاه جو گهنڊ پورو قبول ڪيو اٿم.(صلح جو سڏ ۽ ڪن رکيو اٿم. دير يهودين جي ۽ ناقوس عيسائين جي عبادت گاهن جانال دير : يهودي عبادت گاه. تصوف جي حالت ڪفري هڪ منزل آهي جو دم غافل سو دم ڪافر.)

**در سر کوچۂ گبران ز تنگ ظرفے عقل ،**

**سنگ بی حوصلگی بر سر ايمان زده ام.**

معنيٰ : عقل جي ڪم ظرفي ڪري ڪافرن جي گلي ۾ پڌرو پالو. بي حوصلائي جو پٿر ايمان جي مٿي ۾ هنيو اٿم.

**آفرين بر جگرم باد کہ در کشور ہند ،**

**سکۂ نقد سخن رائج ايران زده ام.**

معنيٰ : منهنجي جگر تي آفرين هجي جو هند جي ملڪ ۾ ، ايران جي روڪڙي زبان جو سڪو جاري ڪيو اٿم.

## غزل42

**چشم گريانم پيا می از بہار آورده ام،**

**نافہ ام بوئی خوشی از زلف يار آورده ام.**

معنيٰ : رئندڙ اکيون اٿم جو بهار جو پيغام آندو اٿم ، هرڻ جي دن جي مشڪ جي سهڻي خوشبوءِ يار جي وارن مان آندي اٿم.

**تشنۂ بوئی گل داغم پريشانی بود،**

**تخم اين گل راز باغ روزگار آورده ام.**

معنيٰ : گل جي خوشبو جي اڃ ڪري سندم پريشاني جو داغ پيدا ٿيو آهي ، هن گل جي ٻج کي دنيا جي باغ مان چونڊيو اٿم.

**ازديار عشق می آيم ديار من غم است ،**

**درد دل چندانکہ خواہی زان ديار آورده ام.**

معنيٰ : غشق جي دنيا مان آيو آهيان منهنجي تہ دنيائي غم آهي ، جيترو بہ درد دل جو چاهين ٿو مون تہ اهو دنيا مان آندو آهي.(منتها هجڻ جو ثبوت)

**داده ام دل را بدست كافر بد كيش زلف ،**

**قطرهٔ خون جگر را يادگار آورده ام.**

معنيٰ : مون تہ دل کي ڪافر ادائن وارن سخت سيکت ڏيندڙ زلفن جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي ، جگر جو خالي رت جو ڦڙو ياد گيري لاءِ کڻي پهتو آهيان.

**اعتماد عشق را نازم كه بر درگاه او،**

**برده ام بر اعتباری اعتبار آورده ام.**

معنيٰ : مونکي عشق تي اعتماد ڪرڻ جو ناز آهي جو سندس درگاه تي، بي اعتباري نيڻ جي باوجود بہ اعتبار آندو اٿم.(معشوق جي بي وفائي بہ عاشق لاءِ اعتبار لائق رهي.)

**قطرهٔ خون جگر جائی دلم در سينه بود ،**

**وآن هم از راه نظر بهر نثار آورده ام.**

معنيٰ : سندم دل جي سيني ۾ تہ فقط جگر جي خون جي هڪ ڦڙي جي جاءِ هئي ، اهو ڦڙو بہ يار جي نگاه جي راه تي نڇاور ڪرڻ لاءِ کڻي آيو آهيان.

**بعد عمری كرده قصد جان ومهمان من است ،**

**مرغ دل را صيد آن تير شكار آورده ام.**

معنيٰ : تمام گهڻي وقت کان پوءِ مهرباني سان سندم ساهہ کي ڪيڻ جو ارادو ڪيواٿن ۽ ان لاءِ مهمان ٿيا آهن، هاڻي دل جي شڪار کي سندن تير جي نشان بنجڻ لاءِ کڻي آيو آهيان.

**سالها خون خورده ام كز موجهٔ طوفان غم ،**

**كشتی بيطاقتی را بر كنار آورده ام.**

معنيٰ : غم جي طوفان جي موجن جو ڪيترائي سال رت پيتو اٿم، هاڻي ڏهري ٻيڙي کي ڪناري تي کڻي آيو آهيان.

**هر طرف هنگامهٔ گرم ست از غوغائی من ،**

**فتنهٔ مخفی عجب بر روئی كار آورده ام.**

معنيٰ : هر طرف گمسان متو پيو آهي منهنجي لاءِ هُل جو عجيب مخفي فتنو بر پاءِ ڪري ڇڏيو اٿم.

## غزل43

**من آن چشم غماز رامی شناسم ،**

**من آن محرم راز رامی شناسم.**

معنيٰ : ان نخرائي اشارن واري اک کي آئون سڃاڻان پيو ان راز آگاه يار کي بہ سڃاڻا پيو.

**غمت دوش بامن سر چنگ داشت،**
**من این ناز وانداز رامی شناسم.**

معنيٰ : سندئي غم ڪلهہ رات مون سان ڏاڍا سُر وکيريا هئا. آئون سندء نازن ۽ اندازن کي سڃاڻا ٿو.

**رہا نینده ز ہوش وفرزانگی ست،**
**من آہنگ این ساز رامی شناسم.**

معنيٰ : عقل ۽ هوشياري کي آزاد ڪندڙ آهي. آئون سندء ان وڄت جي مقصد کي ڄاڻان ٿو.

**مزن از تغافل برابرد گره را ،**
**کہ من چنگل بازرامی شناسم.**

معنيٰ : سندء پروئن سان بي خبري ۾ قيد نہ ڪر . ڇو تہ مونکي شڪاري باز جي چنبن جي خبر آهي.

**بقتلم کمر بستۂ زور بشتاب ،**
**کہ من تیغ اعجاز رامی شناسم.**

معنيٰ : تون تہ منهنجي قتل لاءِ چيلهہ ٻڌيو بيٺو آهين، جلد ڪر ۽ وڃ. سندء اعجازي تلوار کان آئون واقف آهيان.

**مده پیش چشمم فریبے بنازم،**
**کہ من شیرۂ ناز را می شناسم.**

معنيٰ : منهنجي نظرن اڳيان فريبي ناز ڇڏي ڏي. آئون تہ تنهنجي نازن جي اندازن کي سڃاڻان ٿو.

**تواضع مرا بهر اعزاز باشد ،**
**من آئین اعزاز رامی شناسم.**

معنيٰ : جهڪڻ تہ منهنجي لاءِ اعزاز آهي. آئون اعزاز جي آئين جو واقف آهيان.

**بر اوج دگرمی پرد مرغ امید ،**
**من این طرز پرواز رامی شناسم.**

معنيٰ : اميد جي پکي جي بلندي تي پرواز ئي ٻي هوندي آهي. آئون پرواز جي ڍنگ کي ڄاڻان ٿو.

**مگو پیش من از وجود وعدم ،**
**کہ انجام وآغاز رامے شناسم.**

معنيٰ : منهنجي اڳيان وجود(هئڻ) ۽ عدم (نہ هئڻ) جي ڳالهہ نہ ڪر، ڇو تہ آئون شروعات ۽ خاتمي کي سڃاڻان ٿو.

**زيکرنگی خويش مخفی ملاف ،**

**کہ نيرنگ پرواز رامے شناسم.**

معنيٰ : پنهنجي هڪ رنگ هجڻ تي مخفي هٺاڪ نہ هڻ، ڇو تہ بي رنگي واري پرواز کي بہ آئون سڃاڻان ٿو.(انداز عاشق هڪ آهي ڪسجڻ ؛ اها هڪ رنگي. انداز معشوق ؛ اداسي ڪرڻ ، تڙپائڻ . وصل سان خوش ڪرڻ. فصل سان غمگين ڪرڻ ؛ اهي ڪئي رنگ آهن.)

## غزل44

**همتی ارباب همت کز پی غم می روم،**

**گيسوئی آه پريشان بهر ماتم مے روم.**

معنيٰ : همٿ ڏياريو اهل همٿ هاڻي غم جي پٺيان ڪاهيان پيو سندم ساٿي آه ۽ محبوب جا پکڙيل وار آهن هاڻي ماتم لاءِ وڃان پيو.

**روز گارم گر زند زخمی بتار هر رگی ،**

**کافرم گريک قدم دنبال مرهم مے روم.**

معنيٰ : جيڪڏهن دنيا سندم هر هڪ رڳ ۾ زخم جي تند لڳائي ڇڏي آهي ، ڪافر ٿي وڃان جيڪڏهن هڪ پير بہ پٺي ڪرائڻ جي پٺيان وڃان.

**بر سر راه اجل بنشسته بيم ازمرگ چيست ،**

**خلق وعالم رفتہ اند اين راه من هم مے روم.**

معنيٰ : موت جي واٽ تي ويٺل آهيون پوءِ موت کان ڪهڙو خوف ، سموري مخلوق ۽ دنيا انهي واٽ تي ويئي آهي آئون پڻ ويندس.

**گرچہ دنبالم ز همرا هان درين ره باک نيست ،**

**ميروم گر چند گامی بيش يا کم مے روم.**

معنيٰ : ڪٺي رفيقن سان انهي واٽ تي ويندس ڪوبہ خوف نہ آهي، پوءِ ڪيترا بہ قدم ڪٺان گهٽو ٿورو پر هلان تہ ٿونہ؟

**در غم واندوه ومحنت چيست اين بيطاقتی ،**

**مخفيا امروز فرد اچون زعالم مے روم.**

معنيٰ : غم وفڪر ۽ تڪليف جي هي ڪهڙي ڪمزوري آهي؟ جڏهن مخفي توکي اج يا صبحاڻي هن دنيا مان وڃڻو آهي.(وڃڻ واري لاءِ هر هڪ شي وعارضي آهي)

## غزل45

**دوش بر خاک درت پهلو بہ بستر داشتم،**

**در طواف کعبہ بودم حج اکبر داشتم.**

معنيٰ: سندءِ دروازي جي مٿي تي ڪلهہ رات بستري تي پاسيرو ليٽيو پيو هوس، اهو تہ منهنجو طواف ڪعبہ جو هوءِ حج اڪبر هوم.

**شعلہ میزد آتش سودائے عشق اندر دماغ ،**

**خانہ را در آتش دل چون سمندر داشتم.**

معنيٰ: سندءِ عشق جي شوق واري باهہ دماغ ۾ شعلا پئي هنيا، گهر کي دل جي باهہ سان سمنڊ بنائي ڇڏيم.

**ساقی درد کشانم داد امشب ساغرے،**

**کز خمارش طعنہ بر خضر وسکندر داشتم.**

معنيٰ: ساقيءَ ڏک اجهائڻ جو مونکي پيالو ڏنو اڄ رات، جنهن جي مدهوشي سبب خضر ۽ سڪندر تي طعنہ زن ٿيس.

**نیست پروانہ ترا گر قدرت پرواز عشق ،**

**دل بر آتش نہ کہ من ہم پیش ازین پر داشتم.**

معنيٰ: اي پروانہ جيڪڏهن توکي عشق جي پرواز جي طاقت نہ آهي، تہ باهہ سان دل لڳاءِ تو وانگر مونکي بہ ڪڏهن پر هئا.

**مخفیا امشب دماغ جان معطر ساختم،**

**در سر زلفت سخن پیچیده عنبر ساختم.**

معنيٰ: اي مخفيءَ اڄ رات زندگي جو دماغ خوشبوءِ دار ٿي ويو آهي، تنهنجي مٿي جي زلفن لاءِ چونڊيل زبان ۾ عنبر رکيو اٿم.

## غزل46

**میروم تا بهر خود ویرانۂ پیدا کنم ،**

**واندران ویرانہ از غم خانۂ پیدا کنم.**

معنيٰ: وڃان پيو تہ پنهنجي لاءِ ويراني پيدا ڪريان . ان ويراني ۾ پنهنجي لاءِ غم جو گهر پيدا ڪريان.

**دانہ دانہ اشک میریزم کہ بهر مرغ دل ،**

**از سر شک دیده آب ودانۂ پیدا کنم.**

معنيٰ: لڙڪن جو داڻو داڻو هاريان پيو دل جي پکي لاءِ . تہ جيئن اکين جي لڙڪن جي سيلاپ جي پاڻي مان پوک پيدا ڪريان.

**در بیابان جنون از بهر صحبت داشتن،**

**نیست گر فرازانۂ دیوانہ پیدا کنم.**

معنيٰ : چريائي جي ميدان ۾ صحبت جي ڪري، جي ڪو ڏاهو پيدا نٿو ٿئي ته چريو ئي پيدا ڪريان ٿو.

**شيشہ مى گردد تهى وبزم آخر مے شود ،**
**چون من از بهر طرب ميخانۂ پيدا كنم.**

معنيٰ : بوتل خالي ٿي ويئي مجلس جي به پڇاڙي ٿي ويئي ، آئون خوشي جي حصول لاءِ شراب خانو پيدا ٿو ڪريان.

**تا زنم سر پنجۂ در زلف پريزادان عشق،**
**از سر انگشت محنت شانۂ پيدا كنم.**

معنيٰ : جيستائين پري چاولن جي عشق جي زلفن ۾ پنهنجو چنبو لڳايان، اوستائين آڱرين جي چوٽين کي چنبو هڻڻ واري تڪليف جو طريقو سيکاريان.

**شد بهارعمر وباغ آرزو خرم نشد،**
**ميروم تا گريۂ مستانۂ پيدا كنم.**

معنيٰ : عمر جي بهار پوري ٿي پر سڌن جو باغ تازو ٽيوئي ڪونه. هاڻي وڃان ٿي ته مستانه انداز ۾ روئڻ پيدا ڪريان.

**ره بيابم پيش شمعى از برائے سوختن ،**
**مخفيا بايد پر پروانہ پيدا كنم.**

معنيٰ : واٽ لهان شمع جي اڳيان سڙڻ لاءِ، اي مخفي ڪپيم ٿو ته پرواني وارا پر پيدا ڪريان.

## غزل 47

**بر غم بلبلان امشب لب ازگفتارمى بستم،**
**زخون ديده در دل نقش صد گلزارمے بستم.**

معنيٰ : بلبلن سان غم ۾ شرڪت ڪري اڄ رات پنهنجا چپ ڳالهائڻ کان بند ٿي ڪريان، اکين جي رت ڪري دل ۾ سوين باغيچن جو نقش ٻڌان ٿي.

**ز گريہ ميزدم آبى بر آتش خانۂ هجران ،**
**بسحر سامرى امشب بت طراز مى بستم.**

معنيٰ :جدائي جي باهه جي آڙاه تي روئڻ جي پاڻي کي هاريان ٿي، سامري جي جادو ڪري تازو بت اڄ رات ٻڌان ٿي.

**چو مرجان شد خس مژگان مرا از لخت دل امشب ،**
**گل از باغ هوس مى چيدم وبرخارمے بستم.**

معني : اڄ رات مرجان وانگر ٿي ويون آهن سندم پنبڙين جيون ڪائيون دل جي ٽڪرن ٽيڏ ڪري، عشق جي باغ مان گل چونڊيو اٿم ۽ ڪنڊن سان صلح ڪيو اٿم.

بياد روئی تو امشب بگرد شمع می گشتم،

نظر چون عند ليبان بر گل رخسارمی بستم.

معني : سندس منهن جي يادگيري ڪري اڄ رات شمع جي چوگرد چڪر هنيا اٿم. بلبلن جيئن نظر سندس ڳلن جي گل تي ٻڌي اٿم.

به تنهائی گرفتم خوچنان در کنج تنهائی ،

که درابروئی عکس سایۂ دیوار می بستم.

معني : اڪيلائي کي اهين طبيعت بنائي ڇڏي اٿم جو اڪيلائي جي ڪنڊ ۾ تنهنجي ڀروئن جي عڪس کي سندم ذهن جي ديوار جو سايو ڪري قبول ڪيو اٿم.

زیکد یگر جدا شد عقد دل تسبیح می کردم،

مگر یکره اگر در خدمت زنارمے بستم.

معني : جڏهن هڪ ٻئي کان جدائي اچي ٿي ته دل جي عقد سان يادگيري ڪريان ٿو پر هڪ وات ته سندس خدمت ۾ زنار ٻڌان ٿو.

رخ امید را مخفی اگر اول چنان دیدی ،

زآه آئینۂ دل را گل زنگارمی بستم.

معني : اميد جي منهن کي اي مخفي جيڪڏهن دل ۾ توان انداز ۾ ڏٺو جو آه سان دل جي آرسي ۾ يار جي ڳل جهڙي صورت ناهيم پئي.

## غزل48

سبک رو نیستم چون بو که دنبال صبا افتم ،

گرانبارم چنان از غم که گر خیزم زجا افتم.

معني : اهڙو هلڪو نه آهيان جو خوشبوءِ وانگر صبح جي هير پٺيان هلان، پر اهڙي ڳري غم جي بوجهه هيٺان آهيان جو ڪڏهن ڪران ٿو ڪڏهن ملان ٿو.

سفر کردم که بکشایم دل از سیر جهان کردن،

چه دانستم که درغربت بکام اژدہا افتم.

معني : سفر ڪيم انهي لاءِ ته دل کي دنيا جي سير ڪرڻ سان کوليان، ڇا ٿي ڄاتم ته مسافري جي حالت ۾ اژڙ جي منهن ۾ پئي ويندس.

نهادم روزناکامی درین وادی نمیدانم ،

ز ضعف قوت طالع کجا خیزم کجا افتم.

معنيٰ : اهو نہ ٿي ڄاتم تہ هن وادي ۾ پنهنجي ناڪامي جو ڏينهن ڪنيو اٿم. تہ پنهنجي بخت جي ڪمزوري ڪري ڪٿي اٽندس ۽ ڪٿي ڪرندس.

**نجات از غم چنان یا بم کہ ہرسو میروم مخفی ،**

**چو مرغ بی پروبالی بکام اژدہا افتم.**

معنيٰ : غم کان آزادي اهڙي لهان جو هر طرف مخفي پئي وڃان. بي پري ۽ بي ڪنيي پکي ۽ جيئن ارڙجي مراد ۾ بنجي وڃان.

## غزل 49

**شب بیاد تو گل اشک بد امان کردم ،**

**ہمچو مرغان چمن نالہ پریشان کردم.**

معنيٰ : رات تنهنجي ياد ۾ لڙڪن جي گل کي پلوءَ جي حوالي ڪري ڇڏيم. چمن جي پکين وانگر بي سريون دانهون پئي ڪيم.

**جیب دل چاک زدم بسکہ ز سودائے جنون ،**

**دست قدرت ہمگی صرف گریبان کردم.**

معنيٰ : لڪيل دل کي چيري ڇڏيم عشق جي گهڻي چريائي ڪري. هٿ جي پوري طاقت گريبان ڦاڙڻ ۾ خرچي ڇڏيم.

**بر گرفتم دل امید ز بیگانہ وخویش،**

**مشکلات دل خود را ہمہ آسان کردم.**

معنيٰ : دل جي اميد ڌارئين ۽ پنهنجي کان ڦيرائي ڇڏيم. هاڻي پنهنجي دل جي سمورين تڪليفن کي آسان ڪري ڇڏيم.

**خون دل بسکہ برخسار نگہ افشاندم،**

**سیر گاہ نظر از دیدۂ گلستان کردم.**

معنيٰ : سمورو دل جو رت پنهنجي ڳلن تي هڪ ڏسڻ لاءِ ڇنڊي ڇڏيم. هاڻي سير جي جاءِ کي اکين لاءِ باغ بنائي ڇڏيو اٿم.

**کاوش داغ کہن بسکہ بناخن کردم ،**

**پنجۂ دست چو سر پنجۂ مرجان کردم.**

معنيٰ : پراڻي ٽڪ کي ننهن سان نئين سر چڪائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. پنهنجي هٿ جي چنبي کي مرجان جي مٺي تي قابض ڪيو اٿم.

**جذبۂ عشق رساندی بسرم محمل دوست ،**

**من زبی صبری خود سر بیابان کردم.**

معنيٰ : عشق جي جذبي سندم متي ۾ يار جي ڏولي ويهاري ڇڏي آهي، پر مون بي صبري ڪري پنهنجو منهن بيابان ڏانهن ڪيو آهي.(نحن اقرب اليہ من حبل الوريد، ڪوڙا سامي ڪوڙو سندن پنڌ رهوت آهن هنڌ هنن جو هنگلاچ ۾)

**جان گرانمایہ متاع است ولیکن مخفی،**

**نرخ این جنس ببازارخود ارزان کردم.**

معنيٰ : حياتي تہ وڏي قيمتي شي آهي پر مخفي، اسان پنهنجي بازار ۾ ان جنس جو اگہ سهانگو ڪري ڇڏيو آهي.

## غزل50

**بازمیخواہم کہ غوغائی دگر پیدا کنم،**

**از جنون در دل تمنائی دگر پیدا کنم.**

معنيٰ : وري چاهيان ٿو تہ نئون هوڪو هڻان ، پنهنجي چريائي ڪري دل ۾ نئين تمنا جا ڳايان.

**روئے بوادی می نهم باشد کہ از اعجاز عشق ،**

**ہمچو خود مجنون ورسوائی دگر پیداکنم.**

معنيٰ : انهي وادي ڏانهن رخ رکانٿو ٿي سگهي ٿو تہ عشق جي معجزي ڪري، پاڻ لاءِ مجني وانگر نئين خواري پيدا ڪريان.

**می گداز د دیده را سوزد رونم تابکے ،**

**بهر بوئی چشم بینائی دگر پیدا کنم.**

معنيٰ : سندم اندر جو ساڙو اکين کي ڪيستائين ڳاريندو رهندو، خوشبوءِ ڪري اکيون ڏسڻ واريون نيون پيدا ڪريان.(بوءِ ڪري نئين نظر ، تلميح آهي يوسف عليہ السلام جي قميص جي بوءِ پيدا رکيم.)

**نقد دل رامیفروشم میخرم جنس جنون ،**

**تا بهر بازار سودائی دگر پیدا کنم.**

معنيٰ : روڪڙي دل وڪڻي چريائي جي جنس وٺان ٿو انهي لاءِ تہ هر بازار ۾ نئون فڪر پيدا ڪريان.

**سیل اشک دیده از بیطاقتی سرمی دہم ،**

**تا بملک ہند دریائے دگر پیدا کنم.**

معنيٰ : اکين جي لڙڪن جو سيلاپ پنهنجي ڪمزوري ڪري ظاهر ٿو ڪريان، انهي لاءِ تہ هندوستان ملڪ ۾ نئون دريا جاري ڪريان.(علم جو دريا)

**دیده ام ظلم وستم چندانکہ از ظلمات ہند ،**

**میروم گر بهر خود جائی دگر پیدا کنم.**

معنيٰ : ظلم ۽ زير دستي ايتري ڏني اٿم جو هندستان جي اونڌاهين مان. وڃان ٿو جو پنهنجي لاءِ نئون ٽڪاڻو پيدا ڪريان.

**ميتوانم چند گامی رفت مخفی بعد ازين ،**

**در ره اميد اگر پائے دگر پيداكنم.**

معنيٰ : ڪجهہ وکون مخفي هن کان پوءِ هلي سگهان ٿي، اميد جي رستي ۾ جيڪڏهن ٻيا پير پيدا ڪريان.

## غزل51

**در وفا چون شمع ماهم جان گدازی ميكنم،**

**درد بيدرمان خود را چاره سازی ميكنم.**

معنيٰ : وفا جي ميدان ۾ ميڻ بتي وانگر زندگي کي ڳاريان ٿي، پنهنجي لا علاج بيماري لاءِ حيلو هلايان پئي.

**صيد دام محنت وسيار باغ وگلشنم،**

**باوجود بی پريها شاهبازے ميكنم.**

معنيٰ : تڪليف جي قيد جو شڪار ٿي (وري)باغ ۽ گلزار جو سير ڪندڙ ٿيڻ چاهيان ٿو بنا کنين هجڻ باوجود شهباز جي اڏام ڪرڻ گهران ٿو.(حملها الانسان انہ كان ظلوما جهولا. مونکي مون پرين ہڏي وڏو تار. روز اول خود فضولي كرده، وان فضولي از جهولي كرده.)

**در حريم كعبه باشد تا نماز من درست ،**

**جامۂ خود را بخون دل نمازی ميكنم.**

معنيٰ : ڪعبہ جي حرم ۾ منهنجي نماز تڏهن صحيح ٿيندي . جڏهن پنهنجي ڪپڙن کي دل جي رت سان لال ڪري نمازي بنايان.

**ميكنم ويران بدست خود بنائی عمر خود،**

**مثل طفلان بر سر ره خاكبازی ميكنم.**

معنيٰ : پنهنجي عمر جي جڙ کي پنهنجي هٿن سان برباد پئي ڪريان، ٻارن وانگر ظاهر ظهور وات تي ويهي پنهنجي منهن ۾ ڌوڙ پئي وجهان.

**ميخرم داغ فراق و ميفروشم نقد جان ،**

**مخفيا وقت سفر شد كار سازی ميكنم.**

معنيٰ : جدائي جو داغ وٺان پئي ۽ بدلي ۾ روڪڙي حياتي وڪڻان پئي . اي مخفي سفر جو وقت اچي ويو هاڻي ڪم پورو پئي ڪريان.

## غزل52

**فصل گل رفت وحريفانه شرابی نزدم،**

بر لب تشنۂ دل قطرۂ آبے نزدم.

معنيٰ : گل جي موسم مٿي وئي پر حريفاڻي انداز سان شراب جو وزن نہ ورتم، دل جي اچايل چپ کي پاڻي جي ڦڙي سان آلو نہ ڪيم.

شد تهی شیشۂ عمراز می ہستی وہنوز ،

بزم می گرم نشد شیخ کبابے نزدم.

معنيٰ : شراب جي هئڻ کان عمر جو شيشو خالي ٿي ويو ، هاڻي شراب جي ڪچهري تازي نہ ٿي نہ ئي ڪباب جي شيخ وٺم آهي.

حیف صد حیف کہ در ضعف زبی سامانی ،

بر دماغ دل غم مشت گلابے نزدم.

معنيٰ : افسوس سدا افسوس جو هيتري ضعيفي باوجود، دماغ تي دل جي غم جي معطر گلابي مٺ وٺم آهي.

کشتی عمر تباہی شدہ در بحر وجود ،

دست دردامن خاشاک وحبابی نزدم.

معنيٰ : عمر جي ٻيڙي ٻڏي ويئي پاڻڻ جي سمنڊ ۾، هٿ پاڻي تي وهندڙ ڪکن ۽ ٻُلبُلن ۾ نہ هنيم.

عمر شد صرف می ومیکدہ مخفی ہیہات ،

بر مراد دل خود بادۂ نابے نزدم.

معنيٰ : عمر گذري ويئي (پر)شراب ۽ شراب خانو مخفي افسوس، جو دل جي مراد وارو شراب مون نہ پيدا ڪيو آهي.

## غزل53

تا کی بگرفتاری دام ہوس افتم ،

تا چند چو مرغان چمن در قفس افتم.

معنيٰ : ڪيستائين حرص جي قيد ۾ رهنديس، ڪيستائين باغ جي پکين جيئن پڃري ۾ بند رهنديس.

تنگ است زبس بر دل من عرصۂ ایام ،

خواہم کہ شوم شعلہ ودر مشت خس افتم.

معنيٰ منهنجي دل تي حيات جا ڏينهن تمام سوڙها ٿي ويا آهن، آئون چاهيان ٿو تہ ٽانڊو بنجي ڪکن جي مٺ تي ڪري پوان.

بر کندن بنیاد من ای چرخ چہ کاراست،

من کاہ ضعیفم کہ زباد نفس افتم.

معنيٰ : منهنجي پاڙيچن لاءِ اي آسمان تنهنجو ڪهڙو ڪم؟ آئون تہ ضعيف ڪک آهيان رڳو واءَ جي ڪري ڪِري پوندس.

**چون محتسب وباده کشان دشمن جان اند،**

**این طرف کہ بر عکس بقید عسسس افتم.**

معنيٰ : جڏهن محتسب ۽ پيئندڙ جان جا ويري هجن، تماشو اهو جو وري انڌيري کوٺي جي قيد ۾ هجان .(بهترين ; مبالغو انتهاءَ تي پهتل ، فريادي ۽ جج مخالف دفاع جي طاقت سلب .مخفي نياڻي آهي انڌيري ڪوٺي ۾ قيد پر ديداري ڪري هاڻي مخالفن کي ڪيئن منهن ڏي)

**مخفی اگرم خواهش سودائے جنون است،**

**در مجلس عشاق چرا چون مکس افتم.**

معنيٰ : اي مخفي جيڪڏهن مونکي عشق جنون جو آهي، تہ پوءِ عاشقن جي ڪچهري ۾ مک وانگر جو هجان.

## غزل54

**نہ تنها سوز دل دامن بشمع انجمن بردم ،**

**فغان تازهٔ من بهر مرغان چمن بردم.**

معنيٰ : آئون اڪيلي دل جي جَل کي ڪچهري جي روشني ۾ ڪٽي ڪونہ ويئي آهيان، پر نئين ڪوڪ باغ جي پکين لاءِ آندي اٿم.

**بمژگان کنده ام جوئی بکوئی بیستون غم،**

**بعاشق پیشگے نزد طلب از کوهکن بردم.**

معنيٰ : غم جي آسمان جي ندي اکين جي پنبڙين ۾ پوئي ڇڏي اٿم. هاڻي عاشقي جي هنر جي ضرورت فرهاد وٽ کٽي ويئي آهيان.(فرهاد بہ عاشقي جو هنر مونکان وٺي)

**زنا سازی بخت آخر نهادم روئی در غربت،**

**دل پرداغ هجران یادگاری در وطن بردم.**

معنيٰ : بخت جي ناموافقي جي ڪري آخري سفر لاءِ سنبري آهيان. جدائي جي ڦٽن سان ڀريل دل يادگيري طور وطن ۾ کٽي ويس.

**بزیر خاک گر بینی دل آدم پراز داغست ،**

**بدل داغ جدائی را همین تنهانہ من بردم.**

معنيٰ : مٽي هيٺان جي نهاريندي تہ آدم جي دل غم سان ٽمٽار توکي ملندي، انهي ڪري آئون اڪيلي جدائي جي داغ واري دل کٽي ڪونہ ٿي وڃان.

**غنیمت دان تو ای مخفی کہ هنگام سفر کردن ،**

**پر از اشک ندامت دیدۂ از خویشتن بردم.**

معنيٰ : انهي کي اي مخفي غنيمت ڪري سمجھ جو سفر ڪرڻ وقت ، پشيماني جي لڙڪن سان ڀريل اکيون پاڻ سان کڻي وڃان ٿي.

## غزل55

**ما امید دیاس را پیچیده باهم دیده ایم،**

**صبح شادی را طلوع از شام ماتم دیده ایم.**

معنيٰ : اسان اميد ۽ نا اميدي کي هڪ ٻئي سان ويڙهيل ڏٺو اٿئون ، خوشي جي اڀرندڙ صبح کي اسان لهندڙ شام جي ماتم جي صورت ۾ ڏٺو اٿئون.(نا اميدي نيج تہ اوڏي ٿئين اميد کي)

**نیست دل آزرده گر شد طالع ماششدرے ،**

**نقش هردو طاؤس را در چهرۂ هم دیده ایم.**

معنيٰ : اسان جي دل ڏکويل نہ آهي جيڪڏهن اسانجو بخت پريشان ٿيو آهي تہ بہ ، هر مور جي صورت منهن پر بہ ڏٺي اٿئون.

**خوبدرد وغم کن ای دل زانکہ در آئین عشق ،**

**خویش را محرم ببزم عافیت کم دیده ام.**

معنيٰ : اي دل پنهنجي عادت کي غم ۽ ڏک سهڻ واري بنائي ڇڏ ڇو تہ عشق جي قانون ۾ ، پاڻ کي آرام جي ڪچهري ۾ واقف گهٽ ڏٺو اٿئون.

**سبزۂ ماکی شود سیراب وکی گردد بلند ،**

**ماکہ در باغ هوس از اشک شبنم دیده ایم.**

معنيٰ : اسان جي پوک ڪيئن پاڻياٺي ٿيندي ۽ ڪيئن وڏي سگهندي، اسان تہ عشق جي باغ جي شوق ۾ اکين جو مينهن ڏٺو آهي.(اکين ۾ پاڻي عشق جو باغ ڪاٺي ويو اسان جي زندگي جي پوک سڪل رهي ۽ نہ وڌي)

**در بروئی خنده مثل غنچۂ گل بستہ ایم،**

**اشک حسرت تاردان برروئی آدم دیده ایم.**

معنيٰ : کل تہ پنهنجي منهن تي گل جي مکڙي جيئن بند ڪري ڇڏي اٿئون ، حسرت جا لڙڪ لڳو لڳ ماڻهن جي منهن تي ڏٺا اٿئون.

**دست وپا بیهوده ایدل بهر آسائیش مزن ،**

**کین مطالب را برون از دور عالم دیده ایم.**

معنيٰ : اجايا هٿ ۽ پير آرام لاءِ اي دل نہ لڳاءِ ، انهن مقصدن کي هن جهان کان جدا ڏٺا اٿئون.(هي دنيا تڪليف آهي ۽ دنيا آرام نہ آهي.)

**کی در آید در نظر مخفی لباس عافیت ،**

**ماکہ نقش بوریارامسند جم دیدہ ایم.**

معنيٰ : مخفي آرام جي پوشاڪ ڪيئن ڏسي سگهي ٿي، اسان تہ تڏي جي چٽ کي جم جو تخت سمجهيو آهي.

## غزل56

**ماکہ چون مجنون ز سوادئی جنون دیوانہ ایم،**
**دوست با اہل جنون ودشمن فرزانہ ایم.**

معنيٰ : اسان جيڪي مجنی جيئن عشق جا چريا آهيون، جيڪي چرين جا دوست ۽ ڏاهن جا دشمن آهيون.

**شیشۂ ما خواہ پر باشد زمی خواہی تہی،**
**ما خمار آوردۂ جام مے جانانہ ایم.**

معنيٰ : اسان جي بوتل شراب سان ٽٻ هجي يا خالي ,اسان تي تہ معشوق جي جام جو نشو چڙهيو آهي.

**بسکہ دل آزردہ ایم از صحبت اہل جہان،**
**روز وشب در فکر ترک این کہن ویرانہ ایم.**

معنيٰ : تمام گهڻو دنيا وارن جي رفاقت کان ڏکويل آهيون، انهي ڪري رات ڏينهن هن پراڻي ويراني جي ڇڏڻ جي فکر ۾ آهيون.

**ما خمار مستی شبہائی مستان دیدہ ایم،**
**از صمیم قلب بدخواہ می و میخانہ ایم.**

معنيٰ : اسان مستن جي نشي جي مدهوشي کي ڪئين راتيون ڏٺو آهي، اسان سچي دل سان شراب ۽ شراب خانہ جا بدخواہ آهيون.

**قدر گوہر نیست غواصی کہ دُر آرد برون ،**
**ورنہ ماہم اندرین دریا دُر یکدانہ ایم.**

معنيٰ : موتي جي عزت ئي ڪانهي جو ٽوٻو موتي سمنڊ مان ٻاهر آڻي . حقيقت ۾ اسان بہ هن سمنڊ ۾ موتي داڻو آهيون.

**شعلہ ہر جا بر فروزد از محبت در جہان ،**
**از برائی سوختن ہم شمع ہم پروانہ ایم.**

معنيٰ : محبت جو شعلہ دنيا ۾ جتي بہ روشن ٿئي ٿو، اتي اسان سڙڻ لاءِ شمع بہ پاڻ ۽ پروانہ بہ پاڻ آهيون.

**صرف لہو ولعب شد عمر گرا نمایہ ہنوز ،**
**روز وشب مخفی چو طفلان گوش بر افسانہ ایم.**

معنيٰ : هاڻي تہ قيمتي عمر راند روند ۾ گذري پئي ، اي مخفي رات ڏينهن ٻارن وانگر آکاڻين تي ڪن لڳايو ويٺا آهيون.

## غزل 57

**بسکہ دارم سوز دل خود را بر آذرمی زنم،**

**سینہ را بر شعلۂ دل چو سمندر مے زنم.**

معنيٰ : تمام گهڻو دل ۾ ساڙهو اٿم هاڻي پاڻ کي آڙاه ۾ اڇلايان پئي ، سينہ ۾ ساڙهي ڪري پاڻ کي سمنڊ(لڙڪن) ۾ اڇلايان پئي.

**شد بهار عمرم و دفع خمار من نشد ،**

**دوستان معذور گر مستانہ ساغر می زنم.**

معنيٰ : منهنجي عمر جي بهار (جوڀن) ويئي هلي ۽ منهنجو نشو لٿو اي دوستو مونکي معذور سمجهو جي چريائي طور پيالي ۾ هٿ وجهان پئي.

**بهر آب زندگانی کے روم دنبال خضر ،**

**بسکہ استغنا بر آب حوض کوثر می زنم.**

معنيٰ : حياتي جي پاڻي لاءِ خضر پويان ڪيئن وڃي سگهان ٿي . هاڻي مونکي حوض ڪوثر جي پاڻي ڪري بي پرواهي اچي ويئي آهي، حوض ڪوثر جي پاڻي جي اميد ۾ بي پرواهي ڏيکاريان پئي.

**آفتاب آسمان همتم زیر سحاب ،**

**بر غلط از شرق افلاس خود سرمی زنم.**

معنيٰ : منهنجي همت جي آسمان جو سج ڪڪرن هيٺان اچي ويو آهي ، پنهنجي غلطي ڪري مشرق طرف سچائي وارو سر هڻان ٿو.

**در لباس فقر دارم تاج سلطانی بسر ،**

**تا بچشم آرزوئی خویش نشترمی زنم.**

معنيٰ : فقيري جي پوشاڪ جو باشاهي تاج مٿ يتي رکان ٿي جيئن سندم سڌن جي اک تي نشتر هڻان.

**نقد صرافان معنی را رواج دیگر است ،**

**تا در اقلیم سخن من سکۂ زرمے زنم.**

معنيٰ : حقيقت جي سونارن جو روڪڙو رواج ٻيو آهي، آئون تہ ادب جي دنيا ۾ سونو سڪو لڳايان ٿي.

**نیست گر بال وپر پروانہ در کنج قفس ،**

**دست حسرت چون مگس پیوستہ بر سرمیزنم.**

معنيٰ : ڪٿي مونکي ڪنپ ۽ ڪنيڙاٽيون پرواني واريون پيڃري جي ڪنڊ ۾ هڻڻ ڪري نہ آهن . انهي ڪري پنهنجا هٿ مسلسل مک وانگر مٿي تي هڻان ٿي.(مک پنهنجي مٿي تي هميشہ هٿ لڳائيندي رهندي آهي . انهي انداز کي پنهنجي پريشاني لاءِ استعمال ڪيو اٿس)

**پیش فانوس خیال حسن تو پروانہ وار ،**

**بر امید شعلۂ شب تا سحر پر مے زنم.**

معنيٰ : تنهنجي سونهن جي خيال واري فانوس اڳيان پرواني جيئن . جلڻ جي اميد سان سموري رات سحري تائين ڪنپ بہ پٽي لڳايم.

**بر نیاید از درون خانہ آوازی برون ،**

**عمر باشد من برین در حلقہ بر درمیزنم.**

معنيٰ : گهر اندران جواب جو آواز ٻاهر اچي ئي ڪونہ ٿو.آئون تہ پوري عمر دروازي تي پڙ ٻڌيو ويٺي آهيان.

**دوستی بادشمن آل پیمبر چون کنم.**

**منکہ لاف دوستی با آل حیدر میزنم.**

معنيٰ : پيغمبر عليہ السلام جي آل جي دشمن سان دوستي ڪيئن تي ڪري سگهان. ڇو تہ آئون آل حيدر جي دوستي جي ٻٽاڪ هڻندڙ آهيان.

**بگذری یکسر اگر مخفی ازین دون ہمتی ،**

**در گدائی طعنہ بر شاہ قیصر مے زنم.**

معنيٰ : اي مخفي جيڪڏهن انهي ڪم همتي سان اڪيلي سر لڪ لنگهي وڃين تہ پوءِ فقيري جي حالت ۾ قيصر بادشاه تي طعنو لڳائينديس.

## غزل58

**ز جور اہل ستم دوستان چہ چارہ کنم ،**

**بغیر آنکہ گریبان صبر پارہ کنم.**

معنيٰ : ظالم جي ظلم کان بچڻ لاءِ اي دوستو ڪهڙو حيلو هلايان؟ انکانسواءِ جو صبر جي گريبان کي ڦاڙيان.

**کجاست جذبۂ دیوانگی ومدہوشی ،**

**کہ از میان جفا پیشگان کنارہ کنم.**

معنيٰ : چريائي ۽ بيهوشي جو جذبو ڪٿي آهي؟ جو ظلم ڪندڙن کان اڳ ۾ ئي پنهنجو بچاءُ ڪريان.

**خمار بادۂ مستی وچشم خواب آلود،**

**بہ بزم بادہ کشان تابکے نظارہ کنم.**

معنيٰ : مستي واري شراب جو نشو ۽ ننڊ گڏيل اکيون، پيئندڙن جي ڪچهري جو ڪڏهن نظارو ڪنديس.

**ز توبہ چون غرض ماہمہ پشیمانی است،**

**بعزم توبہ چہ حاجت کہ استخارہ کنم.**

معنيٰ : جڏهن توبہ جو مقصد ئي اسان جو پريشان هجڻ آهي، تہ پوءِ توبہ جي ارادي جي ڪهڙي ضرورت جو استخاره ڪريان.

**میان مردم بیگانہ راز پنهان را،**

**چو نیست محرم رازی چہ آشکارہ کنم.**

معنيٰ : ڌارين ۾ جيڪي ڳجهي راز کان غير واقف، جڏهن راز جو ڄاڻو آهين ڪونہ تہ ڇا ظاهر ڪريان.

**شب فراق تو از بس بخاک ریزم اشک ،**

**تمام روئی زمین را پراز ستارہ کنم.**

معنيٰ : جدائي جي پوري رات مٽي تي لڙڪ لاڙيان پئي، اهيتارا آهن جن سان زمين پوري ڀريان پئي.

**زمانہ بر سر آزار ماست اے مخفی،**

**بیا کہ خانۂ دل راز سنگ خارہ کنم.**

معنيٰ : اي مخفيءَ زمانو اسان جي لاءِ تڪليف لاءِ تيار آهي، هليا تہ دل جي گهر کي پٿرن سان چٽي ڇڏيون.

## غزل59

**آتشی کوکہ بدل سوزد گرتازہ کنم،**

**این کهن داغ جنون را بجگر تازہ کنم.**

معنيٰ : اها باهہ جيڪا دل کي ساڙي تہ وري ٻاريان، اهو پراڻو ڦٽ چريائي جي جگر وارو وري جاڳيان.

**منکہ سود ازدۂ عشق جنونم چہ عجب ،**

**بر سر داغ اگر داغ دگر تازہ کنم.**

معنيٰ : آئون جيڪڏهن عشق جي چريائي جي فڪر ۾ آهيان تہ ڪهڙو عجب ، اڳين ڦٽ تي ڦٽ نئون قائم ڪيو اٿم.

**ہر شب از نالہ بگلزار چو مرغان چمن ،**

**مژدۂ آمدن باد سحر تازہ کنم.**

معنيٰ : هر ڪا رات باغ ۾ ڪوڪ سان باغ جي پکين جيئن، سحري هوا جي مبارڪ جي اچڻ کي تازي ڪريان ٿي.

**باعث گريۂ شام وسحری نيست مرا،**

**کہ ز خونناب جگر باغ نظر تازہ کنم.**

معنيٰ: صبح ۽ شام جي اسان جي روئڻ جو باعث ڪجهہ بہ نہ آهي، فقط جگر جي رتول رت سان باغ جي ٻوٽن کي ڏسڻ ۾ تازو ڪريان ٿي.

**چند برياد سر زلف تو از شبنم اشک ،**

**بر لب جوئی نظر سنبل تروتازہ کنم.**

معنيٰ: ڪيترو تنهنجي زلفن جي ياد ۾ لڙڪن جو مينهن واهيندي رهنديس ، بلڪ ندي جي ڪناري سنبل جي ڏيک کي تازو ڪريون.(ندي استعمارو لڙڪن جو تسلسل، سنبل مان مراد اکيون)

**ترسم از گريۂ من قيمت گوہر شکند ،**

**ورنہ از خون جگر رنگ گہر تازہ کنم.**

معنيٰ: ڊڄان ٿي تہ منهنجي روئڻ ڪري متان موتين جي قيمت گهٽجي وڃي ، ائين نہ هجي ها تہ موتي جو رنگ خوني جگر جي خون سان نئون ڪري ڇڏيان ها.

**مخفيا چند زجو بر فلک شعبدہ باز ،**

**ہمچو يعقوب بدل داغ پسر تازہ کنم.**

معنيٰ: اي مخفي آسمان شعده باز تي ٿورو ڀروسو ڪر ، يعقوب عليہ السلام وانگر دل تي پٽ جو داغ تازو رک.

## غزل60

**در داکہ ز قيد ستم آزاد نہ گشتيم ،**

**يک لحظ زغم ہائے جہان شادنہ گشتيم.**

معنيٰ: واہ ڏک جو تنهنجي ظلم جي قيد کان آزاد نہ ٿي سگهيا آهيون، دنيا ۾ غمن مان هڪ گهڙي بہ خوش نہ رهيا آهيون.

**تا بود شگافندۂ خارا مژدۂ ما ،**

**محتاج دم تيشۂ فرہاد نہ گشتيم.**

معنيٰ: جيستائين ڏکن جي ڪنڍي ڪري اسان جيون اکيون ڪلنڊڙ هيون، اوستائين فرهاد جي تيشي جا هڪ گهڙي بہ محتاج نہ بنيا سون.(دوست جي محبت جي ڪنڍي غير جي معاونت جو ذهن بند ڪري ڇڏيو)

**تا خوئی بويرانہ گرفتيم درين دہر ،**

**نزديک گہی خانۂ آباد نہ گشتيم.**

معنيٰ: جيستائين ويراني پسند طبع رکي سين پئي هن دنيا ۾، اوستائين آباد گهر جي قريب بہ نہ پئي ٿياسون.

تا پائی طلب در رہ عشاق نہادیم،

سر گشتہ درین بادیہ چون بادنہ گشتیم.

معنيٰ : جيستائين عاشقن جي راهہ جا پانڌيئڙا هئاسين, تہ واچوڙي وانگر هن وادي ۾ حيران نہ پئي ٿياسين.

ہر جا کہ در آمد سخن درس محبت ،

شرمندہ زشاگردی استادنہ گشتیم.

معنيٰ : جتي بہ محبت جي ڳالهہ جو سبق هليو ٿي ، اتي استاد جي شاگردي کان شرمنده نٿي ٿياسون.

تا شیفتۂ سلسلۂ زلف تو گشتیم،

پابند سر زلف تو آزادنہ گشتیم.

معنيٰ : جيستائين تنهنجي وارن جي لڙهين جا عاشق هئاسين, تہ سنڌء وارن جي وڪڙن جي قيد کان آزادنہ ٿي ٿياسون.

ما بلبل عشقیم کہ بے واسطہ مخفی،

صید قفس وحیلۂ صیاد نہ گشتیم.

معنيٰ : اسان عشق جا بنا واسطي مخفي بلبل آهيون, انهي ڪري پڃري جا قيدي ۽ شڪاري جي اٽڪل جا نہ شڪار ٿياسون.

## غزل61

تا کی شمیدن گل بہر دماغ ہر دم ،

تاکی توان گذشتن بر طرف باغ ہر دم.

معنيٰ : دماغ کي خوشبوءِ گل جي سنگهڻ جو ڪيستائين هر وقت عادي ڪبو باغ جي پر واري لنگهہ جو محتاج هر وقت ڪيستائين رهبو.

صندوق سینۂ من زرشک گل است وگلشن،

دارم بسی نہفتہ در سینہ داغ ہردم.

معنيٰ : منهنجي تہ سيني جي صندوق باغ ۽ گل لاءِ رشڪ بنيل آهي ، ڇو تہ منجهس يار جي ياد جا ڳجها ڦٽ هر وقت رکيو ويٺي آهيان.

بیہودہ چند مجنون سر گشتۂ بیابان ،

لب تشنہ وپریشان بہر سراغ ہردم.

معنيٰ : ڪيترا مجنا بيابان ۾ حيران پيا هلن ، اجارا پريشان حال رڃ پٺيان هر دم پيا ڊوڙن.

افسردگی فزاید ساغر بغیر دلبر،

زہراست نزد دانامی در ایاغ ہردم.

معنيٰ : پيالو تہ يار جي ساڻ ڪانسواءِ پريشاني ٿو وڌائي ، عقلمند وٽ بيهوشي ۾ شراب تہ زهر آهي هروقت.

**بر طبع اہل مجلس مخفے گران نماید ،**

**پروانہ جان فشاند گر بر چراغ ہردم.**

معنيٰ : ڪچهري جي پارن جي طبع تي مخفي بار نظر پئي اچي، پروانو پنهنجي ساهہ کي ڏئي تہ قربان ڪندو آهي.

## غزل62

**رہ بوادی جنون با دل پر خون رفتم ،**

**نا امید از در امید چون مجنون رفتم.**

معنيٰ : پوري محبت سان چريائي جي وادي جي خوني واٽ قبولي اٿم. اميد جي دروازي کان نا اميدي جي واٽ مجني وانگر قبول ڪئي اٿم.

**دیدہ از اشک تہی گشت ودلم پارہ نشد،**

**تشنہ لب آخرکار از لب جیحون رفتم.**

معنيٰ : اکيون تہ لڙڪن کان خالي ٿي ويئون پر دل اجا ٽڪرا نہ ٿي آهي ، آخر ڪار ندي جي ڪنار ي کان اجاري ويجان پئي. (واہ واہ ، دل باقي تہ عشق باقي عشق باقي تہ اڄ باقي اڄ لاهڻ واري ندي لڙڪن جي سڪي ويئي ، هاڻ ڪناري کان اجاري رواني ٿي ويئي)

**ناخن سعی چو نکشاد گرہ از کارم،**

**صد گرہ در دل ازین سلسلہ بیرون رفتم.**

معنيٰ : ڪوشش جي ننهن جڏهن منهنجي ڪم جي ڳنڍ نہ کولي ، تہ اهڙين سوين ڳنڍيين مان آئون ڪامياب ٿي ويئي آهيان جڏهن ڪوشش سندم مشڪلاتون حل نہ ٿيون.

**نالۂ زاردلم چون بہ اثر کار نساخت ،**

**ہمچو فرہاد دل آزردہ ومحزون رفتم.**

معنيٰ : سندم دل جي دانهن جڏهن ڪم جا نشان نہ ڏاهيا، تہ ڏکويل فرهاد وانگر غمگين دل ڪٺي رواني ٿي ويس.

**بر نیامد ز پس پردۂ رخ فال مراد،**

**سالها بر اثر بخت ہمایون رفتم.**

معنيٰ : مراد جي فال جو منهن جڏهن پرده مان نمودار نہ ٿيو تہ سموري عمر بخت مبارڪ جي نشان تي هلندي رهيس.

**بر نیایم من از اندیشۂ این راز برون ،**
**کامدم بہر چہ وباز چنین چون رفتم.**

معني : هن راز جي فڪر کي تہ آئون ڇڏي نہ ٿي سگهان ، تہ جهڙي آيس وري بہ اهڙي ئي ويجان. (بهترين تخيل : انسان اول بهشت مان آيو وري اهڙوئي ويجي)

**باش مخفی تو درین خانہ کہ از آتش دل ،**
**من چو فانوس دم صبح بہ بیرون رفتم.**

معني : مخفي ٿي هن گهر ۾ رہ ڇو تہ دل جي باهہ ، جي ڪري آئون فانوس وانگر صبح ظاهر ٿيڻ تائين اجهاميو ويجان ٿي .(انڌيري ۾ روشني بنجي رہ روشني سج جي اچي تہ پاڻ کي نضول نہ ٻار)

## غزل63

**منم کز زخم غم خوردن خروشیدن نمی دانم،**
**بجز خوننابۂ دل جام نوشیدن نمی دانم.**

معني : آئون اها آهيان جو زخم سبب غم جي ڪري دانهڻ ڄاڻان ئي ڪونہ ٿي، دل جي رتول رت کان سواءِ ٻيو شراب پيئڻ ڄاڻان ئي ڪونہ ٿي.

**من آن پروانۂ عشقم کہ گر سوزد مرا شمعم ،**
**زاستیلائی عشق اوخرو شیدن را نمی دانم.**

معني : آئون اهو پروانو عشق جي آهيان جو جيڪڏهن مونکي شمع ساڙي وجهي ، تہ سندس عشق جي غلبي ڪري دانهڻ ڄاڻان ئي ڪونہ ٿي.

**زمانہ جامہ محنت دہد زانم کہ می داند،**
**لباس عافیت را طرز پوشیدن نمی دانم.**

معني : دنيا جيڪڏهن تڪليف جا ڪپڙا عطا ڪري ٿي مونکي انهي ڪري جو ڄاڻي ٿي ، تہ آئون اها آهيان جيڪا عافيت جي لباس کي پائڻ جو ڍنگ ئي نٿي ڄاڻان. (ڇو تہ تخليقا ظلوما جهولا آهيان.)

**مگو راز دلت بامن کہ من از سادہ لوحیہا،**
**چو طفلان راز دل از غیر پوشیدن نمی دانم.**

معني : مونکي پنهنجي دل جو راز نہ ٻڌاءِ ڇو تہ آئون ٻاجهڙائي جي ڪري ، ٻارن وانگر دل جي راز کي ٻين کان لڪائڻ ڄاڻان ئي ڪونہ ٿي.

**نبردم رہ بمقصودی درین وادی ازین مخفی،**
**کہ در راہ طلب آئین کوشیدن نمی دانم.**

معني : هن وادي ۾ اي مخفي مقصود جي واٽ انهي ڪري حاصل نہ ڪئي اٿم، ڇو تہ مونکي طلب جي راہ ۾ ڪوشش ڪرڻ جو طريقو نہ ٿو اچي.

# غزل64

**ای دیده بیاتا بطرف نام بر آریم،**
**سامان نشاط از قدح وجام بر آریم.**

معنيٰ : اي اک هليا تہ جيئن سندس نالي پنيان لک چنپ ۾ هلون، خوشي جو سامان پيالي ۽ جام مان پورو ڪريون.

**بر زخم دل از غم نمک تازه بپا شیم،**
**دردی بدل سینۂ وخود کام بر آریم.**

معنيٰ : غم سبب دل جي ڦٽ تي تازو لوڻ ٻرڪيون، سيني ۾ پيل دل جي ڏک جي مراد پوري ڪريون.

**مردانہ در آئیم بہ میدان محبت،**
**تامی بجنون در صف ایام برآریم.**

معنيٰ : محبت جي ميدان ۾ مڙسي سان داخل ٿيون، جيئن چريائي جي شراب کي دنيا جي سامهون صف بند ڪريون.

**از جذب محبت اگر آئیم بہ تماشا،**
**خوبان جهان رابدر وبام بر آریم.**

معنيٰ : جيڪڏهن محبت جي جذبي سان تماشي جي جاءِ ۾ اچي وياسين، تہ دنيا جي سهڻن کي دروازن ۽ ماڙي جي دري مان ظاهر ڪري ڇڏيندا سون.

**گر شیشۂ ما گشت تهی از مئی گلگون ،**
**خونناب دل از دیدۂ بابرام بر آریم.**

معنيٰ : جيڪڏهن اسان جي بوتل گل رنگي شراب کان خالي ٿي ويئي ، تہ رتول رت دل جو پنهنجي اکين مان ظاهر ظهور اوتيندا سون.

**ما بعاشق پیشگے تا نام بیرون کرده ایم،**
**رونقی در کاروبار نام مجنون کرده ایم.**

معنيٰ : اسان عاشق هجڻ جي پيشي ۾ ايترو نالو ڪڍيو اٿئون، جو مجنيٰ جي انهي ڪاروبار ۾ رونق آڻي ڇڏي اٿئون.

**بسکہ خونناب جگر بر خاک راه افشانده ایم،**
**دشت وصحرائی جنون را دجلۂ خون کرده ایم.**

معنيٰ : تمام گهڻو جگر جو رت انهي مٽي جي رستي تي ڇنڊيو اٿئون، چريائي جي ميدانن ۽ پوٺن کي رت جي ندي بنائي ڇڏيو اٿئون.

**قامت سرو چمن دیگر نیا ید در نظر ،**
**تا نظر بر قامت آن سرو موزون کرده ایم.**

معنيٰ : باغ ۾ سندس قد سرو ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جو بہ قد نظر ۾ نہ ٿو اچي، جڏهن ان سهڻي سرو جي قد تي اسان جي نظر پئي آهي.

**انجمن آرای عالم گشتہ حسن آفتاب ،**

**تا لباس چرخ را از آه گلگون کرده ایم.**

معنيٰ : دنيا جي تارن لاءِ سج جو حسن سينگار بنجي ويو آهي، سج جي حسن کي تہ اسان پنهنجي آهُن سان گل رنگو ڪيو آهي.

**مرد کارے مخفیا دیگر نمی آید برون،**

**بر سپاه آرزو از بسک شبخون کرده ایم.**

معنيٰ : ڪارائتو ٻيو مرد اي مخفي ظاهر نہ ٿو ٿئي ، ڇو تہ اسان سڌن جي فوج تي راتاهو هنيو آهي.

## غزل65

**تا بغم ہمدم شدم از محنت وغم فارغم،**

**یا مصیبت تا گرفتم خوز ماتم فارغم.**

معنيٰ : جڏهن کان غم جي رفاقت ڪئي اٿم تڏهن کان غم جي تڪليف کان آزاد ٿي ويئي آهيان، ۽ جڏهن مصيبت جي قبولڻ جي عادت ڏاري اٿم تہ غم جي ماتم کان آزاد ٿي وئي آهيان.

**پیش صبری ما گرفتاری و آزادی یکیست،**

**ہمچو مجنون از بد و نیک دو عالم فارغم.**

معنيٰ :اسان جي صبر اڳيان قيد ۽ آزادي هڪ جهڙا آهن ، مجني وانگر ٻنهي جهانن ، نيڪ ۽ بد جي قيد کان آزاد آهيان.

**با پریشانی وناداری قناعت کرده ام،**

**از چنین درہم کشید تہائی جا نم فارغم.**

معنيٰ : پريشان هجڻ ۽ خالي هجڻ سان قناعت ڪئي اٿم انهي ڪري پئسن ڳڻڻ غم واري جي تنگي کان آزاد آهيان.

**بیش وکم گردید قسمت چون بدیوان ازل،**

**با توکل پیشگان از بیش واز کم فارغم.**

معنيٰ : گهڻو ۽ ٿورو جڏهن اصلي ڪتاب ۾ ورهائجي چڪو آهي، انهي ڪري توڪل جي ڪري ماڻهن اڳيان ٿوري گهڻي جي قيد کان آزاد آهيان.

**گریہ وزاری مظلومان ندارد چون اثر ،**

**مخفیا صد شکر کز اشک دمادم فارغم.**

معنيٰ : جڏهن مظلومن جي دانهن ۽ ڪوڪ ڪو به اثر ڪونه ٿي رکي، انهي ڪري اي مخفي شڪر آهي جو آئون لڙڪ وهائڻ کان مڪمل آزاد آهيان.

## غزل66

**دوش انديشۂ بتاخانہ چنين مے کردم،**

**خون دل تا بسحر نقش جبين مے کردم.**

معنيٰ : ڪلهه رات مندر جو فڪر اهڙي نموني ۾ پئي ڪيم، جو دل جي رت کي سحري تائين پيشاني جو نشان پئي بنايم.

**تا اثر از دل من غيرنيايد چيزے ،**

**چون لب دل شد گان نالۂ حزين ميکردم.**

معنيٰ : ايستائين جو منهنجي دل مان انهي کانسواءِ ٻيو ڪو به اثر نه نڪتو جو ٽٽل دلن وارن جي چپن مان مغموم دانهون پئي ڪيم.

**از پئی باد صبا بی سرو پائی مے رفتم،**

**ہر نفس ياد دم باز پسين مے کردم.**

معنيٰ : صبح جي هوا پٺيان بي سببو ڊوڙيس پئي ، هر ساهه اڳين ساهه جي يادگيري لاءِ ور وري ڪيم پئي.

**گفتگوی سخن عشق من امروزی نيست ،**

**مشق سودائے جنون وقت جبين می کردم.**

معنيٰ : منهنجي ڳالهيِ عشق جي اڄوڪي ڳالهه نه آهي ، هي چريائي عشق جي پيدائشي مون سان ٿيل آهي.

**شد سبک خيز جنون ہر کہ مرا مخفی ديد،**

**کاش سودائی ترا پرده نشين مے کردم.**

معنيٰ : انجي چريائي جو بار هلڪو ٿي پوندو جنهن مخفي اسانکي ڏٺو، اي ڪاش جيڪڏهن تنهنجي عشق کي پرده ۾ ڪريان ها.

## غزل67

**بيا ای دل کہ برحال خراب خويشتن گريم،**

**بسان ابراز چشم پر آب خويشتن گريم.**

معنيٰ : اچ اي دل جو پنهنجي ويران حال تي رئون ، ڪڪرن جيئن پريل پاڻي سان پنهنجي اکين تي رئون.

**بہ بزم می زبد مستی نميگريم من اے ساقی ،**

**بر انجام شب وصل شراب خويشتن گريم.**

معنيٰ ل شراب جي ڪچهري ۾ بي حالي جي ڪري اي ساقي آئون ڪونہ ٿو رئان، پر وصل جي رات جي آخر ۾ شراب جي ڪري پنهنجي حال تي رئندس.

**با شک افشاندن چشمم نگردد سوز دل کمتر ،**

**مگر ہم خود برین حال کباب خویشتن گریم.**

معنيٰ : لڙڪن وهائڻ ڪري منهنجي دل جو سور گهٽ ڪونہ ٿيندو پر انهي حال ۾ ڪباب ٿيڻ بعد پنهنجي پاڻ تي رئيندس.

**گہے خود را چو پروانہ زنم بر شعلۂ آتش ،**

**گہے چون شمع در زیر نقاب خویشتن گریم.**

معنيٰ : ڪڏهن پاڻ کي پروانہ وانگر باهہ جي شعلن تي اڇلايان، ڪڏهن ميڻ بتي وانگر نقاب هيٺان پئي رئان.

**نزد صبح مرا دم دم کہ آید شام نومیدی ،**

**بیا مخفی کہ بر عمر شباب خویشتن گریم.**

معنيٰ : مراد جي صبح وقت شام جي نا اميدي جو پ ساهہ اچيم ٿو هليا اي مخفي پنهنجي جوان عمر تي رئون.

## غزل68

**مے نویسم نامۂ واز غم شکایت مے کنم،**

**راز خود با غمگسار خود حکایت می کنم.**

معنيٰ : خط لکان پئي ۽ غم جي شڪايت ڪريان پئي ، پنهنجن رازن کي غم ٽارينڌڙن اڳيان پاڻ بيان ڪريان پئي.

**مے دہم برباد ہردم دفتری از عمر خود،**

**خانہ خود را بدست خویش غارت می کنم.**

معنيٰ : پنهنجي عمر جي دفتر کي هر وقت ويران ڪريان پئي ، پنهنجي گهر کي پنهنجن هٿن سان برباد ڪريان پئي.

**بسکہ چون مجنون جنون عشق برمن غالب است،**

**در حریم کعبۂ لیلی زیارت مے کنم.**

معنيٰ : مجنون جيئن عشق جو جنون مون تي تمام گهڻو غالب آهي، حرم ۾ بہ ليلا ڪعبہ جي زيارت ڪريان پئي.(ڪعبہ جي حرم ۾ بہ مقصود معشوق آهي يعني ذات باريٰ)

**روبآبادی نمی آرد دل ویران من،**

**عمر ہا شد عمر صرف این عمارت می کنم.**

معني : آبادي ڏانهن نہ سندم دل ويراني ڏانهن منهن ڪري، پوري عمر هن آبادي ۾ (ويراني) پوري ڪري ڇڏي اٿم.

**اى سلامت رومزن سنگ ملامت بر سرم ،**

**کز سلامت خويش را من خود ملامت مى کنم.**

معني : اي چڱا ڀلا ملامت جو پٿر منهنجي مٿي ۾ نہ لڳاءِ، آئون پنهنجي چڱ ڀلائي تي پاڻ ملامت ٿي ڪريان.

**روبخاک آلود کيهايم زگرد راه نيست،**

**تا جدا ام از توبر سر خاک حسرت مى کنم.**

معني : واٽ جي مٽي جي دز سندم منهن ۾ لڳل ڪونہ آهي، جيستائين توکان جدا آهيان پنهنجي مٿي تي حسرت جي مٽي پئي وسايان.

**از ندامت اشک حسرت ميکنم در ديده جمع،**

**مخفيا سامان صحراى قيامت مى کنم.**

معني : پشيماني جي ڪري حسرت جا لڙڪ اکين ۾ جمع پئي ڪريان، اي مخفي قيامت جي صحرا جو سامان گڏ پئي ڪريان.

## غزل69

**پير کنعانم ز گريہ چشم تر کم کرده ام،**

**روشنى چشم از بهر پسر گم کرده ام.**

معني : ڪنعان جو پوڙهو آهيان انهي ڪري روئڻ واريون گهٽ آليون ڪيون اٿم، اکين جي روشني پٽ لاءِ وڃائي ڇڏي اٿم.

**سوى کنعان ميروم از مصر بوئى پيرہن ،**

**از هجوم شوق پيغام وخبر گم کرده ام.**

معني : ڪنعان طرف مصر مان پيراڻ جي بوءِ کڻي وڃان پيو شوق جي گهڻائي ڪري نياپو ۽ خبر وڃائي ڇڏي اٿم.(حضرت يعقوب ڏانهن نہ قاصد ۽ نہ پيغام پهتو نقط قميص مان بوءِ يوسفي پهتي ان ڏانهن اشارو آهي)

**قطرهٔ خون داشتم در سينۂ ودل ام بود،**

**دانهم اندر موج طوفان نظر گم کرده ام.**

معني : رت جو ڦڙو رکان ٿي جيڪو سندم سينہ واري دل ۾ هو پنهنجو داڻو طوفان جي لهرن ۾ گم ڪري ڇڏيو اٿم.

**مرد ميدان بلا ام از زبو نيهائى بخت ،**

**همچو نا مردان درين مردان جگر گم کرده ام.**

معنيٰ : مصيبتن جي ميدان جي مرد آهيان پنهنجي ڪم بختي ڪري، هاٿي بي همتن وانگر پنهنجي مرداني جگر کي ڪم ڪري ڇڏيو اٿم.

**کی کنم پرواز بهر طعمۂ مانند باز ،**

**منکہ در اوج قناعت بال وپر گم کرده ام.**

معنيٰ: باز وانگر ڪاڏي لاءِ ڪيئن بلند پروازي ڪري سگهان ٿي، مون تہ پنهنجا کنب ۽ کنيڙائيون قناعت جي ڪنڊ ۾ گم ڪري ڇڏيون آهن.

**گرمی هنگامۂ خورشید را پیشم چہ قدر ،**

**منکہ از بخت سیہ شام وسحر گم کرده ام.**

معنيٰ : سج جي گرمي جي هنگامي جو منهنجي اڳيان ڪهڙو قدر مون تہ پنهنجي بدبختي جي ڪري شام ۽ سحر وڃائي ڇڏي آهي.

**جستجو بیحاصلت مخفی درین گرداب شد ،**

**گوہر مقصود را جائی د گر گم کرده ام.**

معنيٰ : تنهنجي محنت اي مخفي هن ڪن ۾ بي مقصدي ٿي ويئي ، ڇو تہ پنهنجي مقصود جو موتي بيجا ڪري ڇڏيو اٿم.

# رديف دال الم ملۃ

## غزل1

**باز عشق آمد وآرام وقرار مابرد ،**

**عشق سودای جنونم طرف سودا برد.**

معنيٰ : وري عشق اچي آرام ۽ سڪون کسي ويو منهنجي چريائي جي فڪر واري عشق ڦيري ڏئي ڇڏي.

**دود آہم حلم افراشت بایوان فلک ،**

**رشتۂ کار مرا عشق جنون بالا برد.**

معنيٰ : سندم ڪاند واري آه جو دونهن تہ آسمان جي اڱڻ تائين پکڙجي ويو اسان جي عشق جي ڪم واري رسي اسان کي مٿي کڻي ويئي.

**نیش اندیشۂ رگ دیدۂ سود ابکشاد ،**

**سیل خونناب جگر رہ بسوئی دیر مابرد.**

معنيٰ : فڪر واري نشتر اسان جي عشق جي فڪر واري اک کولي ڇڏي، جگر جي رتول رت جي سيلاپ اسانکي دير ڏانهن وٺي ويو.(دير يهودين جي عبادت گاه.)

**مخفیا شعر دل آشوب تو چون مژده فصل ،**

**تیر گیهائے کہ از دیدۂ نابینا برد.**

معنيٰ : اي مخفي تنهنجي پريشان دل جا شعر مبارڪ موسم جي سواڪ وانگر آهن. انڌي جي اکين مان اونداهي کي ختم ٿا ڪن.

## غزل2

**باز سودائی جنونم بردماغم مے خورد،**
**ناخن آشفتگی بر زخم داغم مے خورد.**

معنيٰ : وري چريائي وارو فڪر سندم دماغ کائي پيو پريشاني وارو ننهن سندم ڦٽ کي چيري پيو.

**مے رود بی اختیار از کف عنان اختیار ،**
**ہر کجا باد محبت بر دماغم میخورد.**

معنيٰ : سندم هٿن مان اختيار جيون واڳون بي اختيار نڪريو وڃن ٿيون. جتي به محبت جو واءُ مونکي لڳي وڃي ٿو سندم دماغ وڃائجي وڃي ٿو.

**رو بهر سو آورم از منجنیق روزگار،**
**سنگ طفلان ہمچو مجنون بر دماغم میخورد.**

معنيٰ : زماني جي منجنيق جي ڪري جيڏانهن به منهن ڪريان ٿي، ته ٻارن جا پٿر مجني وانگر سندم دماغ جو نشان وٺن ٿا.

**تیرہ بختی بین کہ اندر خانۂ وہم وخیال ،**
**لیلے بایاد حوادث بر چراغم می خورد.**

معنيٰ : بدبختي ته ڏس جو وهم ۽ خيال جي گهر ۾ به مصيبتن جي معشوق ليلا منهنجي ڏيئي کي اجهائي ٿي. (حقيقي ڏيو ته نهيو خيالي ڏيو به ٻارڻ نه ٿي ڏي)

**بس ضعیفم کرد غم از من نمی ماند نشان ،**
**خون دل چندان کہ بر فکر ایا غم می خورد.**

معنيٰ : غم تمام گهڻو مونکي هيڻو ڪري ڇڏيو آهي هاڻي سندم نشان ئي نه رهيو آهي، دل ته اهڙي رت ٿي آهي جو هاڻي بي هوشي جو فڪر به ختم ٿي ويو.

**غنچۂ امید من مخفی چنان خواہد شگفت،**
**جائی آب از دیدہ چون گلہائی باغم میخورد.**

معنيٰ : منهنجي اميد جي مخفي مکڙي اوچتو ائين ٽڙي پئي جو پاڻي جي ندي اکين مان ائين وهي جو سندم باغ جا گل کائڻ لڳا.

## غزل3

**ززلف عشق بگر دون طناب اگر باشد ،**
**چہ باک بر رخ دلبر نقاب اگر باشد.**

معنيٰ : جيڪڏهن عشق جي زلفن جيون چوگرد طنابون هجن، تہ پوءِ ڪھڙو خوف آهي جي يار جي منهن تي نقاب هجي.

**بغير پر تورويت شود نہ نور بصر ،**

**درون خانہ دل آفتاب اگر باشد.**

معنيٰ : سندءِ منهن جي جھلڪ کان سواءِ اکين ۾ تہ روشني ئي نہ ٿيندي، جيڪڏهن دل جي گهر ۾ سج کڻي هجي.

**مباد ديدن وصلت نصيب ديدۂ من ،**

**بديده ام بشب ہجر خواب اگر باشد.**

معنيٰ : منهنجي اکين جي نصيب ۾ سندءِ وصال جو ڏسڻ ئي نہ هجي ، پر جيڪڏهن تنهنجي جدائي جو رات وارو خواب هوندو تہ ڪھڙو نہ سٺو.(وصال حقيقي ۾ طلب ويندي جدائي واريخواب ۾ طلب وڌندي)

**آہے کہ ز دل بی اثر از درد بر آيد،**

**گر آتش جان سوز بود سرد بر آيد.**

معنيٰ : سورن ڪري جيڪا آه بي اثري دل مان نڪري ٿي ، اهائي تہ ماريندڙ باهہ هوندي تہ بہ ان کي اجهائي ٿي.

**گر خواہش پروانہ ندارد زچہ روشمع،**

**در پيرہن سرخ چنين زرد بر آيد.**

معنيٰ : جيڪڏهن پروانہ جي طمع شمع کي نہ آهي تہ سندس منهن کي ڇا ٿيو آهي؟ جو ڳاڙهي لباس ۾ هجڻ باوجود هيڊو پيو ڏسجي.(باه جو هيٺيون حصو ڳاڙهو ۽ چنيي هيڊي هوندي آهي.پرواني کي قتل ڪري شمع ڪٽي ٿي آهي.)

**گرسم طرب کاری واز ديده دہی آب،**

**در باغ محبت الم و درد برآيد.**

معنيٰ : رقص ۽روئڻ کان ڍڄان ٿو تہ محبت جي باغ ۾ ڏک ۽ سور پيدا ٿيندا.

**گر پرده بزلف از رخ زيبات بر آيد،**

**دود از دل خورشيد جہان گرد برآيد.**

معنيٰ : جيڪڏهن سندءِ واسينگ وار سهڻي منهن کي ڍڪين ٿا، تہ دنيا جي سج جي دل مان نڪرندڙ دونهون ظاهر ٿيو پئي.

**مخفے جگر کوه شگافد دم صبحے ،**

**آہے کہ نہان از جگرمرد بر آيد.**

معني : مخفي جگر جي سحري وارو پ ساھ جبل کي ڏاريو ڇڏي ، اي مخفي جبل جي جگر کي صبح جو پ ساھ ڏاريو ڇڏي اھا آه اندروني جيڪا مردان خدا جي جگرن مان نڪري ٿي.

## غزل4

**غم زمانا ندانم چہ مدعا دارد ،**

**کہ روز وشب بہ تکاپو مرا خفا دارد.**

معني : زماني جو فکر ئي کونهيم تہ کهڙي چاهت اٿس، جو صبح ۽ شام اسانکي مسلسل تنگ پيو ڪري.

**ز سینہ نالۂ زارم بلب نمے آید،**

**شکستہ بس بکف پائی خارہا دارد.**

معني : سندم سيني مان اندر جا اڌ ماڇپن تي نہ ٿا اچن ، ڪيترائي ڪنڊا پيرن ۾ پڳل سندم تري ۾ پيا آهن.

**دلم ز گریۂ بیداد واز جفائی فلک ،**

**نہان ز دیدۂ خونناب دجلہا دارد.**

معني : آسمان ظالم جي ظلم جي ڪري منهنجي دل روئي پئي ، منهنجيون اکيون تہ پنهنجي اندر ڪيتريون دجلہ رکيو ويٺيون آهن.

**ز گریہ دیدہ ندارد تفاوتی شب وروز ،**

**مرا فراق ز وصل تو تا جدا دارد.**

معني : رات ڏينهن روئڻ با وجود اکين جي روئڻ ۾ تفاوت ڪونہ ٿو اچي ، اسان وٽ تنهنجي وصل جي حقيقت ئي بي وجھہ آهي.

**ززخم ناوک نازت نہان زہر سوئی ،**

**ردان ز خون دلم دیدہ چشمہا دارد.**

معني : تنهنجي ناز وارين ڏيڌي نظرن جي ڳجهن زخمن مان ، هر هنڌان دل جو رت ڦوهارا ڪري اکين مان ڦٽي.

**دلم زمژدۂ وصلت شگفتہ مے گردد ،**

**نسیم کوئی تو خاصیت صبا دارد.**

معني : سنڌ؏ وصال جي مبارڪ لاءِ دل کُلي پئي ، تنهنجي طرفان ايندڙ نسيم بہ صبا جي شباهت رکي ٿي.

**چہ مقصد است ندانم ترا ہمہ مخفے ،**

**کہ خفیہ سوئی تو ہردم نظارہا دارد.**

معني : مونکي خبر نہ آهي تہ تنهنجو ڪهڙو مڪمل مخفي مقصد آهي، جو ڳجهہ ڳوہ ۾ تون هر وقت پڙلاءِ رکين ٿي.

## غزل5

**باز امشب نالۂ زارم پریشان میرود،**

**سیل اشکم دست در آغوش طوفان میرود.**

معني : اڄ رات وري پريشاني ڪري نيازمندي واري رڙ نڪري ويئي ، اکين جي سيلاب پنهنجو چنبو طوفان جي بغل ۾ لڳائي ڇڏيو.

**بسکہ درراہ محبت اشک حسرت ریختم،**

**کشتئ عمرم بروئی موج طوفان می رود.**

معني : تمام گھڻا حسرت جا لڙڪ محبت جي ميدان ۾ هاري ڇڏيم، سندم عمر جي ٻيڙي طوفاني لهرن ۾ لڙهندي پئي وڃي.

**غصہ پیشا پیش محنت از قفا مجنون عشق ،**

**سوئی داری محبت خوش بسامان می رود.**

معني : ڏکن جي ڪاوڙ اڳو اڳ پٺيان عشق جي چريائي ، محبت جي وادي طرف محبت جو سامان کڻي وڃان پئي.

**مهر یوسف کرد بینا دیدۂ یعقوب را،**

**ورنہ کی از مصر بوئی تا بہ کنعان میرود.**

معني : يوسف عليہ السلام جي محبت يعقوب عليہ السلام جي اک کولي ڇڏي، نہ تہ مصر مان ڪير خوشبوءِ کڻي ڪنعان تائين ويو.

**باعث برہمزن جمیعت دل می شود ،**

**گفتگو ہر جاکہ از زلف پریشان میرود.**

معني : دل جي آرام جو سبب بنجي ٿي اها ڇڪ، جنهن ۾ يار جي وکريل وارن جي ڳالهہ ٻولهہ ٿئي ٿي.

**جذب عشق است آنکہ خودمحمل بسامان کاروان ،**

**بر سر مجنون مجرد در بیابان میرود.**

معني : عشق جو جذبو آهي جو قافلي جي ڏولين ۽ سامان مقابل مجنون اڪيلوئي بيابان پيو جهاڳي،

**بسکہ گشتم نا توان از ضعف مخفی زیر لب ،**

**نالۂ من با نفس دست وگریبان میرود.**

معني : تمام گهڻي هيڻي ٿي ويئي آهيان جو مخفي طرح سان چپ هيٺان ، منهنجي رڙ پاڻ سان ويڙهہ پئي ڪري.

# غزل6

**من وآن نماز شامی کہ ز پئی سحر ندارد ،**

**من وآہ آہ سردی کہ یکےاثر ندارد.**

معنيٰ : آئون ۽ اها شام واري نماز جيڪا صبح رکي ئي ڪونہ ٿي، آئون ۽ آه جيڪا ٿڌي آهي پر اثر رکي ئي ڪونہ ٿي.(زندگي جي هر نماز شام آهي ان ڪان پوءِ زندگي جو سج ان روز وارو ختم.)

**ز سر شک دیدۂ ہردم در لالہ گون بر آرم ،**

**چہ کنیم بحر دیدہ بجز این گوہر ندارد.**

معنيٰ : اکين جي لڙڪن جي لڙهين مان ڳاڙها موتي هر وقت وسائڻ چاهيان ٿي، ڇا ڪريان جو اکين جو درياه ان ڪانسواءِ ٻيا موتي رکي ئي نہ ٿو.

**تو زبوستان حسنی کہ نسیم رہ نباید،**

**من ونالھائی زاری کہ بلب گذرندارد.**

معنيٰ : حسن جي باغ جو تون اهڙو حسين آهين جو نسيم جو اتي گذر ئي ڪونہ آهي، آئون ۽ نيازمندي واريون رڙيون جيڪي چپن تي ظاهر نٿيون ٿين .

**بر دای سر شکستہ ز خیال نالہ بگذر،**

**کہ دگر زنا توانی ہوس سفر ندارد.**

معنيٰ : اي مٿي ڦريل وچ پر رڙڻ جو خيال ڇڏي ڏي ، ڇو تہ ٻيو (مقابل تو)ضعيفي ڪري سفر جي طاقت ئي نٿو رکي.

**تووشیوۂ تغافل کہ ز زخمہائے تیغے ،**

**نہ بریخت خون خلقے ودلش خبر ندارد.**

معنيٰ : تنهنجي عادت ۾ غفلت پيل آهي تلوارن جا ڦٽ بدن تي اٿئي، تلوار تہ مخلوق جو خون هاريندي آهي پر سندس دل خبر ئي نہ ٿي رکي.

**دل من اسیر مخفی ببلائے ہجر تاکے ،**

**بجزاز ہوائی وصلت گنہ دگر ندارد.**

معنيٰ : منهنجي دل مخفي مصيبت جي جدائي واري قيد ۾ ڪيستائين رهندي؟ اها دل تنهنجي ميلاپ واري عشق کان سواءِ ٻيو ڪوبہ گناه نہ ٿي رکي.

# غزل7

**من وآن شعلۂ آہی کہ شمع انجمن گردد،**

**ز بس گریم شب زاری کہ زیب صد چمن گردد.**

معنيٰ : آئون ۽ شعلن واري رڙ جيڪا ڪچهري جي شمع بنجي ٿي ، تمام گهڻي رات نيازمندي سان رئان پئي جيئن سوين باغن جي سونهن ٿئي.

**ز بس گریم شب ہجران من تنها زتنهائے ،**

**ز خون دیده دامانم بہ از رشک چمن گردد.**

معنيٰ : جدائي جي رات ۾ آئون اڪيلي اڪيلائي ۾ تمام گھڻو رئان پيو، جو اکين جي لڙڪن سان آلو پلو چمن جي سڌ جو باعث ٿئي.

**پریشان خاطری بینم ز سودائے سر زلفے ،**

**کہ چندان میکنم جمعش پریشان تر زمن گردد.**

معنيٰ : دلي پريشاني ڏسان پيو تنهنجي زلفن جي چوٽين جي ڪري. جيترو دل يڪ جاءِ ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو تہ ان کان وڌيڪ پريشان ٿئي ٿي.

**توئی آن شمع رخساری کہ ہر جا چہرہ بکشائی،**

**چو پروانہ بلا گردان دل صد مرد وزن گردد.**

معنيٰ : تون اهو روشن ڳلن وارو آهين جتي بہ پنهنجو روشن منهن ظاهر ڪرين ٿو، تہ پروانن وانگر چوگرد سوين مردن ۽ عورتن جيون دلون موهجي وڃن ٿيون.

**بگلشن عند لیبان را سحر گہ در فغان آرد،**

**دل غمدیده ام ہر گہ کہ ہمراز سخن گردد.**

معنيٰ : سحري مهل باغ ۾ بلبلن کي رڙين ۾ آڻيو ڇڏين . وري دل غم سان پرجيو وڃي جڏهن تنهنجي راز دار ٿي ٿئي.

**چو نقطہ از خط ہستی قدم بیرون نهی مخفی،**

**دلت پرکاروش تاکی بر گرد خویشتن گردد.**

معنيٰ : جڏهن هئڻ واري دنيا مان مخفي ٻاهر قدم رکندين . ڪيستائين تون پنهنجي ڪم لاءِ دل کي پنهنجي چوگرد گھمائيندين.

## غزل8

**دم تاکی چو پروانہ بگرد شمع غم گردد،**

**شرار شعلۂ آہم بفرق سر علم گردد.**

معنيٰ : منهنجي دل ڪيستائين غم سان پر شمع جي چوڌاري ڦرندي. منهنجي آهن جي شعلن جيون چڻنگون مٿي جي سينڌ جو نشان ٿينديون. ڪيترو وقت پروانہ وانگر شمع جي چوڌاري غم ٿي رهبو منهنجي آهن جا شعلا جي دماغ جي فڪر جي ٽانڊن مان نڪرن ٿا اهي مٿي جي سينڌ جو نشان ٿي رهندا.

**نیاید شمۂ تحریر از شرح غم ہجران ،**

**محرر ہر سرانگشت گر مثل قلم گردد.**

معنيٰ : جدائي جي غم جي بيان جي خوشبوءِ تحرير ۾ ڪٿي ٿي اچي سگھي؟ لکڻ واري جي هري آگر پنهنجي چوٽي کي ڪٽي قلم جيئن بنائي.

شايد كه نگردد آشكارا ،
راز دل خويش را نهفتم.

معنيٰ : متان ظاهر نہ ٿئي راز دل پنهنجي جو انهي ڪري لڪيل رهيس.

در گفت وشنود من اثر نيست، از گفتۂ خويش در شگفتم.

معنيٰ : منهنجي چوڻ ۽ ٻڌڻ ۾ ڪو بہ اثر ڪونهي ، انهي ڪري پنهنجي چوڻ ۾ ڇاڻي پيس.

بنشينم وخون دل كنم نوش ،
غمهائے جهان كنم فراموش.

معنيٰ : هاڻي تہ ويهي دل جو رت پيو پيان ، دنيا جي غمن کي پيو وساريان.

## خاص لغت

اى در ره تو سر سران خاك ،
در معرفت تو عاجز ادراك.

معنيٰ : اي سائين تنهنجي راه ۾ راز جا ڄاڻو بہ مٽي آهن ، تنهنجي سڃاڻپ ۾ سمجھ عاجز آهي.

در شان تو جبرئيل آورد،
لولاك لما خلقت الا فلاك.

معنيٰ : تنهنجي لاءِ جبريل هي بشارت آندي تہ تنهنجي ڪري ئي جهان پيدا ٿيو آهي.

بيدادى كفر وظلم از دهر ،
بے تيغ نبوت نہ شد پاك.

معنيٰ : زمانہ مان ڪفر ۽ ظلم جي بي انصافي نبوت جي تلوار کان سواءِ ختم ٿيڻ واري نہ هئي.

كو دست جنون كه جيب دانش ،
تا دامن آرزو زند چاك.

معنيٰ : چريائي وارو هٿ هجي يا سمجھ جو کيسو ، سيني کي تنهنجي ئي پلاند پاڪ جي اميد آهي.

ا ز شب روئى رهت نہ ترسم،
هر چند كه هست ره خطرناك.

معنيٰ : تنهنجي واٽ ۾ رات جي منهن ڪيڻ کان نٿو ڊڄان ، ڪٿي ڪيتري بہ واٽ پوائتي هجي.

تا حال نہ بستۂ بيچ معشوق ،
چندين سر عاشقان بفتراك.

معنيٰ : جيستائين معشوق جي ٿوري حال جي خبر نہ ٿي ملي ، ڪيترن ئي عاشقن جيون سسيون آڙِيءِ تي آهن.

**بگذار غبار کینہ از دل ،**

**حیف است بر آفتاب خاشاک.**

معنيٰ : ڪيني جو غبار دل تان لاھ، افسوس آهي سج کي ڪکن سان لڪائڻ.

**از حاصل زندگانی خویش ،**

**مائیم ہمین دوچشم نمناک.**

معنيٰ : اسان جي تہ حياتي جو نچوڙ اھو آهي، جو اسين پاڻ ۾ ہہ لوڙاسيون اکيون.

**یاران چہ کنم کہ ظلم وبیداد،**

**از مابگرفتند افلاک.**

معنيٰ : دوستو ڇا ڪريان ظلم ۽ بي انصافي، اسان کان پاڻ ڪسي ويون آهن.

**بنشینم وخون دل کنم نوش،**

**غمہائے جہان کنم فراموش.**

معنيٰ : هاڻي ويٺو آهيان رڳو دل جو رت پيو پيان، ائين دنيا جي غمن کي وساريان ٿو.

**فریاد کہ یار یار مانیست،**

**آنرا سروبرگ کار ما نیست.**

معنيٰ : اها دانهن آهي تہ دوست منهنجو دوست نہ آهي، کيس اسان جي خوشي غمي سان واسطو نہ آهي.

**آن نشہ کہ غم ز دل رباید،**

**در بادۂ روزگار مانیست.**

معنيٰ : اھو نشو جيڪو اسان جي دل جو غم لاهي ، زماني جي شراب ۾ آهي ئي ڪونہ.

**در حقۂ سینہ خون فشان او،**

**ہر دل کہ امید وار مانیست.**

معنيٰ : سندس لاءِ سينہ جو رت ڇنڊيون پيا ، سيڪا دل اسان واري اميد نہ ٿي رکي.

**ما بیگناہ وگناہ گاریم،**

**انصاف درین دیار ما نیست.**

معنيٰ : اسان بيگناہ آهيون پر گناہ جي ڪم وارا آهيون، اسان جي هن ملڪ ۾ انصاف آهي ئي ڪونہ (عشق جو ملڪ)

**تا ہست زمانہ خون چکان باد،**

**آن داغ جنون کہ یار مانیست.**

معنيٰ : جيستائين دنيا آهي پل رت ٽمندو رهي ، اهو چريائي جو ڏنپ اسانجي پرين جو نہ آهي.

**سر رشتہ کار مابہ طلبید،**

**چون کار با ختیار مانیست.**

معنيٰ : اصلي ڪم اسان کان گهريائين، پر اهو ڪم تہ اسان جي اختيار ۾ ڪونهي.

**یک قطرہ نماندز اشک فریاد ،**

**زین گریہ کہ شرمسار مانیست.**

معنيٰ : هاڻي تہ رڙ لاءِ هڪ ڦڙو بہ لڙڪ جو نہ رهيو آهي، پر ان رئڻ ۾ بہ اسان جي پورت ڪانهي.

**با مردم بی ادب نشستن ،**

**این لائیق اعتبار ما نیست.**

معنيٰ : بي اخلاق ماڻهن سان مجلس ، اها معتبري جي لائق ڪانهي.

**ما رستم وقت روزگاریم،**

**در بیشۂ ہند کار مانیست.**

معنيٰ : اسان تہ زمانہ حال جا رستم آهيون، هند جي جهنگ ۾ اسان جو ڪهڙو ڪم.

**بنشینم وخون دل کنم نوش ،**

**غمهائے جہان کنم فراموش.**

معنيٰ : هاڻي تہ ويهي دل جو رت پيا پيون ، انهي طرح دنيا جي غمن کي پيا وساريون.

**ہر چند کہ پیشت آبرو نیست،**

**کس را بتوحد گفتگو نیست.**

معنيٰ : جيتوڻيڪ اڳيان عزت ڪانهي ، ڪنهن جي اڪيلائي گفتگو ڪانهي.

**بادا بتو آرزو مسلم،**

**مارا سروبرگ آرزو نیست.**

معنيٰ : هاڻي تہ توسانئي تمنائون ظلم ڪرڻ واريون وابسط آهن، اسان کي تہ مڪمل صد آهي ئي ڪانہ.

**عاشق نبود کہ در کنارش ،**

**از خون جگر سبو سبو نیست.**

معنيٰ : اهو عاشق ئي ڪونہ ڪوٺيو ، جنهن جي بغل ۾ جگر جي رت جو گهڙو گهڙو نہ هجي.

**مرغ دل ازین قفس تنگ است،**

**فریاد که ناله را گلو نیست.**

معنيٰ : هاڻي دل جو پکي هن پڇري کان تنگ ٿي پيو آهي، فرياد به ڪري پر نڙي مان آواز جي طاقت ختم ٿي وئي آهي.

**پر کن ز شراب ارغوانی ،**

**این کاسه سر به از کدو نیست.**

معنيٰ : هاڻي ارغواني شراب مان پيالي کي ڀر، هي پيالو مڪمل ڪدو جون آهي.

**زخمی که ز تیغ یار ماشد ،**

**در مذهب ماکم از رفو نیست.**

معنيٰ : اهو زخم جيڪو يار جي تلوار کان حاصل ٿيو اهو اسان جي مذهب ۾ چوٽڪاري کان گهٽ نہ آهي.

**در کعبهٔ عشق چون در آئی ،**

**خون باش که حاجت وضو نیست.**

معنيٰ : جڏهن عشق جي ڪعبہ ۾ اچين ٿو رتورت هج وضوءِ جي ضرورت ئي ڪانهي.

**رفتیم بکوئے بینوائی ،**

**کانجا زہجوم غم خلو نیست.**

معنيٰ : هاڻي سچائي جي گهٽي ۾ پيا هلون، اتي غم جي واقفن کان ٽلائي ڪانهي.

**بنشینم وخون دل کنم نوش،**

**غمهائے جهان کنم فراموش.**

معنيٰ : هاڻي ويهي دل جو رت پيا ڍُڪيتيون، ائين دنيا جي غمن کي پيا وساريون.

**از محنت دہر خویش وپیوند،**

**بیزار شده ز خویش پیوند.**

معنيٰ : زماني جي ڏکن سب عزيزءِ دوست، بيزار ٿي پيا آهيون، عزيزءِ دوستن کان.

**دل از بدو نیک میتوان کند،**

**اماز غمت نمے توان کند.**

معنيٰ : نيڪ ۽ بڇڙي کان دل روڪي سگهجي ٿي، پر تنهنجي غم کان دل نہ ٿي رڪجي سگهي.

**جز این همه محنت فراقت،**

**ہستم با مید وصل خور سند.**

معنيٰ : هي سب تڪليف تنهنجي جدائي جي آهي، پر آهيان تنهنجي وصل جي اميد ۾ ترو تازو ٿي.

**گفتار بمذهب محبت ،**

**با شرع بود برائے سوگند،**

معنيٰ : محبت جي مذهب جي گفتگو، شرع ۾ قسم لاءِ هوندي آهي.(محبت ۾ ذات باري تعلقہ معشوق آهي ۽ شرع ۾ حاڪم)

**پست است بہ پیش ہمت من ،**

**از جذبۂ عشق کوہ الوند.**

معنيٰ : منهنجي همٿ اڳيان ڇوٽو آهي ، عشق جي جذبي مقابلي جبل الوند جو.(هماليہ جبل)

**من بندۂ بندۂ تو معلوم ،**

**قدرم چہ بود وقیمتم چند.**

معنيٰ : آئون تنهنجي گولن جو گولو ڄاتل آهيان منهنجي عزت ۽ قيمت ڪيتري آهي؟

**بست است میان بعزم خدمت،**

**پیش شکر لبت نے قند.**

معنيٰ : چيلهہ ٻڌي پڪي ارادي سان تنهنجي نوڪري لاءِ آيا آهيون ڇو تہ تنهنجي مٺن چپن مقابل مصري ڪجهہ نہ آهي.

**در دل بفسون نمی رود غم ،**

**کشتی بہ خسی نمے شود بند.**

معنيٰ : دل جو غم آکاڻين سان نٿو لهي سگهي، ٻيڙي کي ڪک ۾ نٿو ٻڌي سگهجي.

**دیوانۂ عشق گلر خان را ،**

**نی خویشے بود بگونہ پیوند.**

معنيٰ : گل مهاڻهن جي عاشقن چرين جي، خوشي مصنوعي ڪانہ هوندي آهي.

**دست من ودامن جنونے ،**

**گر گریہ بر آورد شکر خند.**

معنيٰ : منهنجو هٿ ۽ چريائي جو دامن، جي روئڻ هوندو تہ شڪر قند هوندو.

**در کوچۂ غم ز بینوائے ، خواہم کہ شوم نہفتہ یک چند.**

معنيٰ : غم جي گلي ۾ بي سروساني جي صورت ۾ چاهيان ٿو لڪل هجان ڪجهہ وقت.

**بنشینم وخون دل کنم نوش،**

**غمہائے جہان کنم فراموش.**

معنيٰ : هاڻي تہ ويٺا رت دل جو پيا پيون، انهي دنيا جي غمن کي وڃايون.

## ایضا

**مائيم ودلے زبادہ مدہوش،**

**با صبح خمار شب در آغوش.**

معنيٰ : اسان آهيون ۽ دل شرابي مدهوش, صبح جو نشي جو خمار ۽ رات وصل جو بغل.

**تا چند بقهر وغصہ ہمدم،**

**تا کے بغم زمانہ ہمدوش.**

معنيٰ : رفيقن جي ڪاوڙ ۽ سختي ڪيستائين ، زماني جي عمر ڪيستائين مدهوش رهبو.

**تا کی دل پر ز زخم کارے ،**

**در سینہ بود مرا فراموش.**

معنيٰ : ڪيستائين دل زخم اونهان سهندي, ڪيستائين منهنجو غم وساريندو.

**از بسکہ حدیث عشق گفتم،**

**خون جگرم ز دیدہ زد جوش.**

معنيٰ : تمام گهڻي ڳالهه عشق جي ڪئي اٿم جگر جو رت اکين مان ڦوهاري پيو.

**دوشینہ بمن بطعنہ میگفت،**

**دیوانہ کسی است رفتہ از ہوش.**

معنيٰ : ڪلهه رات مونکي طعنو پئي هنيائين, اهو چريو جو هوش مان نڪري ويو آهي.

**در خواب نہ بینی عافیت را،**

**تا بار سر تو ہست بر دوش.**

معنيٰ : خواب ۾ ڪونہ ڏسندي چڱ ڀلائي ، تون تہ پنهنجو مٿو ڪلهي تي کڻي پيو هلين.

**تا یار جدا شرم بنا کام ،**

**باتفرقہ گشتہ ام ہم آغوش.**

معنيٰ : جڏهن دوست کان جدا ٿيو آهيان تہ ناڪامي طور ، جدائي سان ہک وجهيو ويٺو آهيان.

**دشوار بود ہمیشہ بودن،**

**بر خاطر دوستان فراموش.**

معنيٰ : اها تہ تمام ڏکي ڳالهه آهي جو دوستن جي دل تان ڪو هميشہ وسري وڃي.

**ہمت نبود بغل کشان،**

**وقتیکہ نبا شدش بغل دوش.**

معنيٰ : ڪڏهن بہ ڪنهن کي همت ڪانہ ٿيندي پاڪر پائڻ ، جڏهن تہ دوست جو بغل نہ هوندو.

تا هست رمق ز تو درین راه ،
میزن قدم بسعی می کوش.

معنيٰ : جيسين تو ۾ زندگي جو آخري پ ساهہ بہ هجي تہ ان رستي تي وکون کڻندو ڪوشش ڪندورهہ.

این راز محبت است مخفی،
خاموش ز گفتگوئی ومخروش.

معنيٰ : هي محبت جي واٽ آهي مخفي، چپ ڪر ڳالهائڻ ۾ رڙ نہ ڪر.

آب از رخ زرد رنگ مارا،
زینهار بآب جوئے مفروش.

معنيٰ : اسان جي هيڊي منهن مان نڪرندڙ پاڻي کي ڪڏهن ندي جي پاڻي مقابل نہ وڪڻجان.

رفتم وبگوشہ نشینم ،
از گفت وشنود پیش خاموش.

معنيٰ : وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ ويهي رهان، چوڻ ۽ ٻڌڻ ڇڏي چپ ڪريان.

بنشینم وصبر کنم یار ، تا یار مرا شود خریدار.

معنيٰ : هاڻي صبر ڪري ويٺا آهيون، جيئن يار اسان کي خريدي وٺي.

شد عمر عزیز در تک ودو ،
تا چند توان فتادورکو.

معنيٰ : عزت لائق عمر ڊوڙڪ ۾ ختم ٿي ويئي ، هاڻي ڪيستائين گلين ۾ پيو ڀٽڪندين.

خورشید ز ماه نور گیرد،
ابروئے تو دیده نامۂ تو .

معنيٰ : سج چنڊ کان پيو روشني وٺي ، جڏهن تنهنجا (پهرين تاريخ چنڊ جهڙا ) ڀرونڊنائين سنڌ ۽ هدايت ڪن.

مغرور بحسن خویش بنگر ،
شیرین شد وکجا است خسرو؟

معنيٰ : اي مغرور پنهنجو حسن تہ ڏس، شيرين ويئي هلي خسرو ڪٿي آهي؟

چون مرغ کہ در قفس بہ تنگ است،
تنگم من ازین جهان کج رو.

معنيٰ : جيئن پکي پڃري ۾ تنگ آهي، ائين آئون بہ ڏنگي هلت واري دنيا کان تنگ آهيان.

از ظلمت ظلم وگردش چرخ ،

بر بام فلک نمانده یک جو.

معنيٰ : ظلم جي اونداهي ۽ زماني جي منجهڻ ڪري، ٻاڳ جي چوٽي تي هڪڙو جو بہ نہ رهيو.

بر کشور حسن وماه وخورشید،

افتاد ز سایۂ تو پر تو .

معنيٰ : حسن جي دنيا ۾ چنڊ ۽ سج تي، تنهنجي ڇانو جي تجلي پئي آهي.

حیف است رود بغفلت این عمر ،

چون ہست حساب عمر جو جو.

معنيٰ: افسوس آهي بي خبري ۾ عمر پئي وڃي (در حقيقت هي آهي) جو عمر جي هر جَوَ حساب ڏيڻو پوندو.

نا دیده بهار عمر بگذشت ،

فریاد ز دست این سبکرو.

معنيٰ : عمر جي اڻ ڏٺل بهار گذري چڪي، فرياد آهي ان هٿ تيز هلڻ واري کان.

از نادر پیر این زمانه ،

افسانۂ روزگار بشنو.

معنيٰ : هن پوڙهي بي مثل زماني کان، حياتي جي ڪهاڻي ٻڌو.

از گردش روزگار مخفی،

می بین ومترس تندو میرو.

معنيٰ : زماني جي مخفي ڦير ڦار کي بہ پئي ڏس ۽ نہ ڊڄ تکي پئي هل.

بنشینم وصبر را کنم یار ،

تا یار مرا شود خریدار.

معنيٰ : هاڻي ويٺو آهيان صبر جي سنگت ۾ يار جيستائين خريدي پنهنجو ٻانهو بنائي.

چون مایۂ خرمی غم اوست ،

ہر نیک وبد ئے کہ ہست نیکوست.

معنيٰ : جڏهن خوشي جي موڙي سندس ئي غم آهي، تہ سيڪا سٺي ۽ بڇڙي شي جيڪا بہ آهي سٺي آهي.

طاق در کعبۂ محبت ،

قایم بہ بنائے طاق ابرو ست.

معنيٰ : محبت جي ڪعبہ جي درجو طاق، اهو يار جي ڀروئن جي طاق جي ڪري بيٺل آهي.

هر مرغ دلی که در بدن هست،

در حلقۂ دام زلف بد خوست.

معنيٰ : جيڪو بہ دل جو پکي بدن ۾ آهي ، اهو تنهنجي زلفن جي قيد جي زنجير ۾ مجرم آهي.

هر شورشری که در جهان است،

از فتنه گری وزور بازو است.

معنيٰ : جيڪو بہ گوڙ گمسان دنيا ۾ آهي، اما نتنہ بازي طاقت واري هٿ جي آهي.

افتاده بپائے سرو قدت،

هر سرو که تازه برلب جوست.

معنيٰ : تنهنجي سرو جهڙي قد جي پيرن ۾ ڪري پيو ، سيڪو سرو جيڪو نئين چپ جي تازگي جوگولائو آهي .

اول به نگاه بایدت ساخت،

در عشق که فتنۂ آخر اوست.

معنيٰ : تنهنجي پهرين نظرئي عشق جي لائق بنائي ڇڏيو انجو نتيجو آخر ۾ ٿيو.

تا حسن ملاحت تو سنجد،

ابروے تو درمیان ترا زواست.

معنيٰ : جيستائين تنهنجي سونهن جي وٽپ جي تور ڪجي ، تنهنجي ٻنهي ڀروئن جي وچ ۾ توروراري ساهمي آهي.

پژ مرده شود در آفتابے،

گلزار هوس گیاه خود روست.

معنيٰ : سچ ۾ بہ ڪوماڻ ٿيو پوي، چو تہ عشق جو باغ پاڻهي پيدا ٿيڻ وارو آهي.

چون در دل ما بدی کس نیست،

هم دشمن ما بماچوخود دوست.

معنيٰ : جڏهن اسان جي دل ۾ ڪنهن جي برائي ڪانہ آهي، تہ دشمن اسان جو يقيني دوست آهي.

باهر بدو نیک صلح کردم،

مارا به کسی نه زور بازواست.

معنيٰ : سڀ ڪنهن سٺي ۽ بڇڙي سان صلح ڪيو اٿئون ، اسان جو ڪنهن تي غلبو نہ آهي.

رفتم که بگوشه نشینم،

با دیده چو گریه کاریک روست.

معنيٰ: ويس تہ ڪنهن ڪنڊ ۾ رهان، اڪين ۾ تہ هڪڙوئي اپڙندڙ ڪم رڳو وارو آهي.

**بنشينم وصبررا کنم يار،**

**تا يار مرا شود خريدار.**

معنيٰ: هاڻي صبر سانسنگت ڪري ويهي رهيا آهيون، جيئن سڄڻ خري ڪري پانهون بنائي.

**رفتيم تو ياد مانکردی،**

**يارفتہ هنوز پئے نبردی.**

معنيٰ: اسان وياسين هليا اسان کي تو تہ ياد ئي نہ ڪيو، يا تون هينئر وئين اسان کي پاڻ سان وٺي وئين.

**بر فرق تو اره کر نهد پائی،**

**زنهار زيار بر نہ گردی.**

معنيٰ: تنهنجي مٿي جي وچ واري سينڌ تي جي ڪرٽ اچي وڃي، تہ بہ يار کان ڪڏهن بہ نہ ڦرجان.

**فرياد کہ نيست هم چو مجنون،**

**در وادے عشق رہ نوردی.**

معنيٰ: اها دانهن آهي جو مجني جهڙو ڪوبہ ڪونهي، جيڪو ميدان عشق جو پانڌيئڙو بنجي.

**يک نقش مراد کس نديداست،**

**بر تختۂ زلاجوردے.**

معنيٰ: هڪڙو بہ مقصد جو نڪتو نہ ڏسي سگهندو جو لاجورد جي تخت تي ويٺل هوندو.

**شايد کہ درست بر نيايد،**

**بر سنگ مزن عيار مردی.**

معنيٰ: اهو تہ صحيح نٿو ٿي سگهي، جو پٿر کي نہ لڳاءِ غيرت مردانگي جي.

**باشد کہ ز روئے مهربانی،**

**طومار فراق در نوردی.**

معنيٰ: اها مهرباني ڪري سگهندو؟، جو جدائي جي طوفان سان گهيري وٺو.

**گلدستۂ آخر بهارم،**

**گلزار نهاده رو بزردی.**

معنيٰ: منهنجي بهار جي گلدسي، ۾ باغ هئي پيلي منهن تي ويا آهن.

**از مطلب خود نشان نديدی،**

**هر چند کہ جستجوئے کردی.**

معنيٰ : تون پنهنجي مقصد جو نشان بہ لهي سگهين، ڪيتري ڳولا ڪيئي.

**چون کام دلم نشد میسر،**

**ناکام روم بپائے مردی.**

معنيٰ : جڏهن دل جي مراد حاصل نہ ٿي، تہ پوءِ بي مراد رفتار همٿ نہ آهي.

**بنشینم وصبر را کنم یار ،**

**تا یار مرا شود خریدار.**

تشريح : هاڻي صبر سان سنگت ڪري، انتظار ۾ آهيون يار خريدي وٺي.

**ما یوسفیم ونیست کس خریدار،**

**سر وست زما رواج بازار.**

معنيٰ : اسان يوسف آهيون اسان جو ڪوبہ خريدار ڪونهي، اسان جي ڪري بازار ۾ ٿڌائي اچي ويئي آهي.

**از مصر زمانۂ مشتری رفت،**

**بر مالک چرخ تنگ شد کار.**

معنيٰ : مصر ۾ خريدار جو ٽور ويو هليو، قسمت جي ڏٽي تي ڪم تنگ ٿي پيو آهي.

**در گلشن آرزو زلیخا،**

**نشگفتہ گل مراد جز خار.**

معنيٰ : زليخا جي سڌن جي باغ ۾، مراد جي گل بدران ڪنڊا نروار ٿي پيا آهن.

**جہا نیکہ قلم برفتن آمد،**

**شمشیر خجل شود ز رفتار.**

معنيٰ : اهڙي دنيا جنهن ۾ قلم تيزي ورتي آهي، انهي ڪري تيز تلوار پنهنجي تيزائي ۾ ڦڪي ٿي پئي آهي.

**خجلت بشکست سر قلم را،**

**بر صفحۂ آرزوئے گفتار.**

معنيٰ : قلم جي نوڪ کي ٿڪائي ٽوڙي ڇڏيو آهي، جيڪو سڌن جي ڪتاب جي صفحنتي خاموش آهي.

**جائی کہ سخن اثر ندارد،**

**خاموش نشین چو نقش دیوار.**

معنيٰ : جنهن جاءِ تي سخن سنجي اثر نہ ڪري، ديوار جي نقش وانگر ماٺ ڪري ويهہ.

**دل طاقت رنگ وبو ندارد،**

**ورنه همش هزار گلزار.**

معنيٰ : دل ۾ طاقت مشهوري جي ڪانهي، جي نه ته هزارين باغيچا گڏي ڇڏيان.

**در باغ مراد دل رسم نيست،**

**چون سايه فتم بپائے ديوار.**

معنيٰ : دل کي مراد جي باغ تائين پهچ نه آهي، هاڻي ڀت جي ڇانه هيٺان پيا آهيون.

**آرخ که بکوئے نيک نامی ،**

**بد نام شديم آخر کار.**

معنيٰ : افسوس نيڪ نامي جي گليءَ ۾ اچي، نيٺ بدنام ٿي وياسين.

**بنشينم وصبر را کنم يار،**

**تا يارمرا شود خريدار.**

معنيٰ : هاڻي ته صبر کي رفيق بنائي ويٺا آهيون، متان دوست خريد ڪري پنهنجو ڪري

**آنجا که حکايت از تمنا ست،**

**اظهار زشکر وشکر از ما ست.**

معنيٰ : جتي به ڳالهه تمنا جي اچي، ته شڪر جو ظهورو هجي شڪر به اسان کان ٿيڻ کپي.(بيمار عشق جي دوار وصل يار آهي اها وڏي نعمت آهي انجو بدلو شڪر آهي.)

**بيمارے دل علاج دارد،**

**گر کار بدا روئے مسيحا است.**

معنيٰ : دل بيمار علاج ٿي گهري، اهوئي ڪم معالج جي علاج ۾ آهي.

**پروانه بيا که هيچ غم نيست،**

**تا پر تو شمع مجلس آراست.**

معنيٰ : اي پروانه هليا چو ته ذرو به غم نه آهي، جيئن روشين پنهنجي جلوي سان مجلس سينگاري ٿي.

**خوش باش بر غم دشمن از دوست ،**

**امروز که کار وقت فردا ست.**

معنيٰ : اي دشمن خوش هجين جو غم ملئي اج دوست جو جيڪو ڪم لائق آهي صبحاڻي لاءِ (.يار ۾ شراڪت ڪندڙ دشمن آهي، جڏهن دوست انکي پسند ڪيو ته مبارڪ لائق ٿيو.)

**معشوق به بندگی فتادن ،**

**از قوت طالع زليخا است.**

معنيٰ : معشوق ٿي وري جيل ۾ وڃي، اهو ڀاڳ ته فقط زليخا کي مليو.

آئينۂ خلق ہر نکو روئے ،
از زنگ نفاق دل مبرا ست.

معنيٰ : فطرت جي آئينہ جي دل هر حسن ۾ نفاق جي ڪٽ کان آزاد آهي.

لائق نبود شکايت از دوست،
سرمايۂ مفلسی چوہر جا است.

معنيٰ : دوست جي شڪايت مناسب نہ آهي، پر مفلسي جي دولت هر هنڌ آهي.

از دہر بر غم تلخ کامے ،
طوطی طبيعتم شکر خاست.

معنيٰ : زماني کان غم لاءِ مقصد جي اڻ وڻائي، تنهنجي طوطي جهڙي طبيعت کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي.

تا ثير نکرد نالۂ من ،
گويا کہ دلت زسنگ خار است.

معنيٰ : منهنجيون دانهون اثر نٿيون ڪن ، سمجهي ٿو تہ تنهنجي دل سخت پٿر بنجي ويئي آهي.

از کشور عمر مشتری رفت،
حرص تو ہنوز گرم سوداست.

معنيٰ : عمر جي رياست مان تارو ڀاڳ جو ويو هليو پر حرص تنهنجو اجا تائين تازو آهي.

رفتم کہ بگوشۂ قناعت،
از حوصلہ خانۂ کنم راست.

معنيٰ : ويس جيئن قناعت جي ڪنڊ ۾، پنهنجي حوصلي سان گهر کي اڏايان.

بنشينم وصبر را کنم يار،
تا يار مرا شود خريدار.

معنيٰ : ويٺو آهيان صبر کي ساٿي بنائي، اوستائين جو يار منهنجو خريدار بنجي.

## مخمس

1

ظاہر نشد کہ مطلب اين گيرد دار چيست،
رعنائے گل وچمن لالہ زار چيست،
پر کن ز فوج ری کہ ندانيم کار چيست،
خوشتر ز عيش وصحبت وباغ وبہار چيست،
ساقی کجا است کو سبب انتظار چيست.

معنيٰ : هي وٺ پڪڙ ڪهڙي آهي ان جو مطلب سمجهه ۾ ئي نٿو اچي ، هي گل جي تازگي ۽ باغ ۾ لالہ زاري ڪهڙي آهي، هي ري جي فوج جو ظهورو سمجهه ۾ نٿو اچي ڪهڙي ڪم لاءِ آهي ، تمام سٺيون صحبتون ۽ عباشيون باغ بهارون ڇو آهن،؟ ساقي ڪٿي آهي انتظار جو ڪهڙو سبب آهي،؟

2

ساقی چهار فصل جهان است روزگار،
فصل دی و تموز و خزان است و نو بهار،
باہر چهار فصل بود باده خوشگوار،
ہر وقت خوش که دست دہد مغتنم شمار،
کس را وقوف نیست که انجام کار چیست.

معنيٰ : زمانو چئن ئي مندن جو ساقي آهي، گرمي ۽ سروءِ سردي گڏو گڏ ئي بهار ، جيئن موسمن ۾ شراب وڻندڙ آهي ،جيڪو بہ وقت مناسب ٿئي ان کي غنيمت سمجهه ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي آخر ڇا ٿيندو؟

3

باشد چه ابتدائی ازل دانتها عدم،
موجود درمیانہ کریم است ذو الکرم،
ساقی بیار بادۂ گلگون وجام جم،
این موسم بہارو گل روضۂ ارم،
جز طرف جوئبا رومی خشکوار چیست.

معنيٰ : ازل جي ابتدا ۽ عدم جي انتها ڇا آهي، ٻنهي جي وچ ۾ ڪريم ڪرم جو ڏٺي آهي، اي ساقي گل رنگو شراب آڻ جو جم جي جام ۾ هجي ، هي موسم بهار جي ۽ گل ارم جي باغيچي جو آهي، پيئڻ جي جاءِ ۽ پئندڙ جو طرف ڪهڙو آهي.؟

4

بی اختیار کار نہ صبر است واختیار،
زاہد جوئے برائی خدا چیست کاروبار،
ترک شراب وعشق خطا ہست در بہار ،
سہوو خطائی بنده گرت نیست اختیار،
معنی عفوو رحمت پرور دگار چیست.

معنيٰ : لازمي ڪم ڪرڻ جو نہ صبر آهي ۽ نہ اختيار ، اي زاهد سوچ تہ سهي خدا جي واسطي ڪهڙو ڪم آهي؟ بهار ۾ شراب ۽ عشق جو ڇڏڻ غلطي آهي، تہ پرور دگار جي معافي ۽ رحمت جي حقيقت ڪهڙي آهي؟(بنده جي خطا جو خميز نہ آهي.)

5

**دنيا وآخرت خود ز ديگر جميله اند،**

**آبادی وخرابی مارا وسيله اند،**

**گوئی درين ميان همه در مكر وحيله اند،**

**مشهور ومست هر دو چواز يک قبيله اند،**

**با دل بعشوهٔ كرد هم اختيار چيست.**

معنيٰ : دنيا ۽ آخرت ٻئي ٻائهي سهڻيون آهن . آبادي ۽ ويراني اسانجو وسيلو آهن، ائين ڪٿي چئو ته اهي ٻئي هڪ ٻئي لاءِ مڪر ۽ حيلو آهن، مشهور ۽ مست آهن، دل ۾ ناز رکي هلڻ جي پسند ڪهڙي آهي؟

6

**او را كه جام مى نتواند كسى خموش ،**

**حرفى ازين ترانه نخواهد كسى خموش،**

**صوفى باين نوابر ساند كسى خموش.**

**زاهد درون پرده نداند كسے خموش،**

**اى مدعى نزاع تو باهر ده دار چيست.**

معنيٰ : ان ڪانئي شراب جي جام سان ڪو ماڻ نٿو ڪري سگهي . هن راڳ جي ٻولن مان ڪوبہ خوش نہ ٿيندو صوفي انهي آواز سان ڪنهن کي خاموش ڪندو زاهد پردي اندر ڪنهن کي خاموش ڪري نٿو ڄاڻي . اي مدعي تنهنجو هر رها ڪو سان ڪهڙو جهڳڙو آهي؟

7

**عاشق نشان داغ خود از داغ لاله خواست،**

**مخمور نشه از مى صاف پياله خواست،**

**مخفى مراد خويشتن از آه وناله خواست،**

**زاهد شراب كوثر وحافظ پياله خواست،**

**تا درميانه خواستهٔ كرد گار چيست.**

معنيٰ : عاشق پنهنجي اندر جي ڏنڀ کي لاله کان گهري ورتو آهي . نشائي جو نشو صرف پيالي کان آهي، مخفي پنهنجي مراد رڙين ۽ آه کان گهري آهي . زاهد ڪوثر جو شراب ۽ حافظ پيالو گهريو آهي، انهي جي گهر ۾ الله تعالا جو ڇا ڪردار آهي؟



**تعارفي اکر:**

# حضرت مولانا عبدالرحمٰن جمالي

شايد اوڻويهه سو ٽيٽيهه يا چوٽيهه ڌاري روءِ زمين تي نمودار ٿيندڙ هڪ ننڍڙو ٻار جنهن فقير عبدالله زوڙ جمالي جي گهر جنم ورتو، ان موزوري لڪ جي پاسي ۾ جنهن علائقي کي هاڙي زوڙ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو، جنهن موزوري لڪ کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح ٻه شايد سر سسئي ۾ ڳايو آهي، بهرحال غيب جو علم الله کي، ڪنهن جي ذهن ۾ اهو هو تہ اهو عبدالرحمٰن جيڪو گهڻو وقت پنهنجي پيءُ سان گڏ گذاريندو هو اهو ايڏو عالم ٿيندو جيڪو فقط مذهبي عالم هئڻ سان گڏ همہ جهت شخصيت جو مالڪ بڻبو، جيڪڏهن ويهي ڏسجي تہ سياسي پيچيده مسئلا ايئن آساني سان حل ڪندي نظر ٿو اچي جو اهي مسائل جن جو حل اسانکي نظر ڪونہ ٿي آيو، اهي ڪيئن ۽ ڪيڏا نہ آسان آهن حتيٰ ڪہ اهي مسئلا گويا ڪہ مسئلا هئا ئي ڪونہ پر اسان ان کي سمجهي ئي نہ سگهيا هئاسين، سندس علائقي ۾ ڪيس هن ڳالهہ سان سڃاتوويندو هو تہ ڪهڙا بہ مسئلا ڪيڏيون بہ ڏکايون هجن ۽ مشڪل کان مشڪل تر مسئلو هجي يا فيصلو هجي جيڪڏهن مولانا عبدالر عبدالرحمٰن جمالي ان کي ڪنيو آهي تہ اهو يقينن حل ٿي ويندو.

جيڪڏهن ڪيس تدريس جي شعبي ۾ ڏسون ٿا تہ ڪنهن هڪ فن نہ پر هر فن ۾ جيڪو ماٺهو مد مقابل ان فن جو ڏٺي هجي تڏهن بہ مولانا جماليءَ جي سامهون ڪيس پنهنجا بسترا ويڙهڻا پوندا پوءِ مذهبي نقطہ نگاه جي لحاظ سان تفسير هجي يا حديث علم ڪلام هجي يا معني فلسفو هجي يا منطق، ادب هجي لغت نحو هجي يا صرف بهرحال جميع فنون

جي اندر جيڪا الله جـ ڪيس جيڪا دسترس ڏني هئي اها شايد ڪنهن
کي حاصل هجي جيڪڏهن تاريخ تي ڏسون تہ شايد ڪو سندس مد مقابل
هجي، ڪيئي دفعا بحث مباحثا ڏناسين پر مجبورن دعويدار مئورخن کي
مات ڪرڻو پيو، بهرحال اهو عبدالر عبدالرحمن جيڪو بلوچستان جي
جبلن ۾ وجود وٺي 1940ع ڌاري سندس مامي علي جي آبائي زمين حب
۾ جتي هن وقت جيڪو پاور هائوس لهيل آهي جنهن کي محترمہ بينظير
ڀٽو جي 95ع واري دور اقتدار ۾ معرض وجود ۾ آندو ويو، ان کان تقريبا
10 ڪلوميٽر پهريان آهي اتي ڪجهہ وقت رهيا ۽ سندس والد سان گڏ
هر ڪم ۾ شامل حال رهيا ۽ عالمي جنگ جا بہ اهي ئي ڏينهن آهن جنهن ۾
ڪراچيء مقررانٽرنيشنل آرمي جا فوجي ڪيس جڏهن ڏسندا هئا تہ
ساڻس تمام گهڻو پيار ڪندا هئا جو فوجي حضرات کي ڪيس ڏسي
پنهنجا ٻار ياد ايندا هئا، آبائي ڳوٺ ڇڏڻ ۽ پنهنجي جاگير ڇڏڻ بعد
جڏهن ناناڻن ۾ رهڻ ٿيو تہ دنيا جي ستم ظريفن فقير عبدالله ڏي اسان جي
ناني جي وفات ڪانپوء هي لفظن جا تير اڇلائڻ شروع ڪيا تہ ترڪي جو
مالڪ بنجڻ چاهي ٿو تہ ان وقت فقير عبدالله مطعون زندگي کان بچڻ لاء
حب کي الوداع چئي اچي ملير ۾ رهائش اختيار ڪئي، اهي غالبا
1942ع جا ڏينهن آهن ۽ اتي مزدوري ۽ هارپي طور زمين آباد ڪرڻ سان
پنهنجي ضروريات زندگي حسب توفيق پورو ڪرڻ شروع ڪيائين ۽
اهي ڏينهن جن ڏينهن ۾ ملير ڪينٽ جو بنياد پيو هو .

ڪجهه وقت اتي ترسڻ بعد پوء ميرپورخاص ۾ رتن آباد جيڪا
موجوده سلطان آباد آهي اتي اچي رهائش پذير ٿيا اهو اندازن 1946ع
جو زمانو آهي ۽ انگريزن جو دور آهي جتي واڏين جي گهڻي ۾ڏي ويندي
هئي ۽ اهي مئوثر انداز جي زندگي جا مالڪ هئا ۽ لازمي حصو طاقت جو
جيڪو ظاهر ٿئي ٿو اهو ظلم جي صورت اختيار ڪري ٿو (الا ماشاءالله)

جنهن جي ڪري اسانکي بہ پنهنجي جاگير هاڙي زوڙ جا پٽ ڇڏڻا پيا حالانڪ اهي بہ وفاداري طور ڪين ڏيئي حڪمران بنائي 3 خونن جي معافي جو حقدار بنايو اچي ٽر جي ڪنارن تي پهچايو نہ تہ الاهي ڪهڙي اڻ جي پير تي پيل هجون ها رتن آباد ۾ ڪجھ عرصو رهڻ ڪانپوءِ ڪامارو سريوال ۾ آسپاس زندگي جا ڏينهن فقير عبدالله جا مزدوري ڪندي گذرڻ لڳا ۽ ننڍڙي عبدالر عبدالرحمن جنهن هلي پاڻ مجايو ۽ علامہ جي لقب سان سجاتو، جنهن ڪڏهن بہ علميت تقوا ۽ فوقيت ڪي باعث فخر نہ سمجهيو، ڪي خيال آيو تہ انساني ترقي علم ۾ آهي انڪري پاڻ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سريوال ڳوٺ ٽنڊوالهيار لڳ ۾ پهرين درجي ۾ پڙهڻ ويٺو ۽ سندن پهريون استاد هڪ غير مسلم ميگهواڙ هو جنهن ڪيس پڙهائڻ شروع ڪيو جنهن بعد پاڻ لکڻ پڙهڻ سان گڏ حساب سکڻ شروع ڪيائون جنهن ۾ ان مهربان استاد سندس ذهنيت کي پرکيندي ڪيس نمايان سمجهي پهرين درجي ۾ اٺپور تائين حساب سيکاريا ۽ والد صاحب چوندو هو تہ منهنجي تعليم مڪمل اها پهريون درجو هئي جنهن بعد مختلف هنڌن تي مزدوري ڪندي وڃي پاڪ سنگار جي پاسي ۾ سيٺ عبدالقادر ميمڻ جي زمين تي ڏاڏا صاحب جن مزدوري سانگي ويا اتي اسانجا رشتيدار آيا جيڪي ولهيٽ مدرسي ۾ پڙهندا هئا جيڪي رات رهڻ بعد مدرسي وڃڻا هئا انهن کان خبرون وٺندي چيائين جيڪڏهن آئون اوهان سان گڏ پڙهڻ هلان تہ مونکي وٺي هلندا، ان تي هنن حامي ڀري ۽ صبح جو والده ۽ والد کان موڪلائي وڃي ولهيٽ پهتا جتان کان هڪ نئين زندگي جي شروعات ٿي، اهو غالبا لڳ ڀڳ 50ع جو زمانو آهي،

اسڪول ۽ عربي تعليم گڏ شروع ڪيائون جنهن ۾ شايد فائنل 3 سالن مڪمل عربي تعليم 5 سالن ۾ مڪمل ڪري شايد لڳ ڀڳ 54ع

ڏاري تدريس جي عمل جي ذميداري سنڀالي پڙهائڻ شروع ڪيائون جنهن اسڪول ۾ استاد گورنمينٽ هئا ته عربي تعليم پڻ مدرسي ۾ ڏيڻ شروع ڪيائون، ويندي 58ع جنهن ۾ به سال لاءِ پاڻ حيدرآباد ايليمنٽري ڪاليج ويا جتي پوري سنڌ مان نمايان پهرين پوزيشن حاصل ڪيائون، انڪري ڪيس ليڪچرار طور ذميداري ڏني وئي ته اوهان اتي پنهنجون ذميواريون سنڀاليو ۽ پنهنجي صلاحيت ڪي استطاعت آهر اسانجي حوالي ڪريو، جڏهن اها خبر سندس استاد مولانا عزيزالله رح ڪي پئي ته پاڻ وچي وٽس پهتو ته بابا اسان اوهان ڪي ان لاءِ ته ڪونه پڙهايو هو ته اسانجو مدرسو بند ڪري وڃي ڪاليج آباد ڪريو ان تي پاڻ اهو آرڊر واپس ڪري اچي ولهيٽ جون جهپڙيو آباد ڪيو جنهن تي ڪيس ڪاليج جي استادن چيو ڇو تون پنهنجي زندگي سان ڪيڏين ٿو، هتي تنهنجي زندگي ٺهي ويندي وغيره وغيره ان تي پاڻ وراڻيائون ته يار زندگي جو مالڪ ته الله آهي پر پهرين ترجيح استاد ۽ ان جون ڳالهيون ۽ آئون وڃان ٿو استادن ڏانهن.

پاڻ مولانا عزيزالله جي صحبت ۾ رهيا ۽ علمي تعلق مولانا عبدالسميع رح سان رهيو ۽ آخري دم تائين ولهيٽ سان رهيو جنهن ۾ سندس ساٿن ڪوبه حساب نه رهيو ۽ ڪين اولاد وانگر سنڀاليائين جنهن جي متعلق فرمائين ٿا ته ڪنهن سوال جي جواب الحمد شريف کان دوره حديث تائين مولانا عبدالسميع ولهيٽ وارو منهنجو استاد رهيو، والد صاحب جي هن وقت جيڪا شهرت جو سبب بني اها سندالحديث آهي جيڪا قريب ترين سندن ۾ شمار ٿئي ٿي جنهن ۾ مسلسل حديث جي لحاظ سان 21 واسطن سا نبي ﷺ تائين پهچي ٿي جيڪا اڪثر سنڌي عالمن جي واسطن تي مشتمل آهي جيڪا هن وقت دنيا جا مڃيل عالم وٺي چڪا جنهن ۾ مولانا محمد تقي عثماني، مولانا مفتي رفيع عثماني، مولانا

عبدالحليم چشتي ۽ ان کان علاوه بيرون ملڪ سعودي عرب، مصر
بنگلاديش، بحرين، ڪئناڊا، هندستان، افغانستان، ايران، سرينلڪا،
چين، سوڊان، برطانيا، امريڪا ۽ ان کا علاوه ڪيئي قدردان علماء ڪرام
ان سلسلي ۾ ريگستاني شهر عمرڪوٽ جا چڪر ڪاٽيا جن استادن جا
واسطا سند ۾ نبي صہ تائين پهچن ٿا اهي هي آهن هڪ الشيخ عبدالرحمن
جمالي السندي، 2الشيخ محمود احمداني السندي، 3 الشيخ لعل محمد
متعلوي السندي، 4حافظ عبدالولي السندي، 5 آخوند محمد هارون
متعلوي السندي، 6 الشيخ محمد متعلوي السندي، 7 الشيخ نور محمد
نصرپوري السندي، 8 الشيخ محمد هاشم ٺٽوي السندي، 9 الشيخ محمد
مخدوم عبدالقادر مفتي بمڪت المڪرمہ 10 الشيخ محمد ابراهيم بن
حسن الڪوراني الڪردي الشافعي، 11 الشيخ العبدالصالح المعمر
الصوفي عبدالله بن ملا سعدالله لاهوري، 12 الشيخ مفتي مڪت المڪرمہ
قطب الدين محمد بن احمد النهر والي، 13 الشخ علاو الدين احمد النهر
والي، 14 الشيخ الحافظ نورالدين ابوالفتوح احمد بن عبدالله بن ابو
الفتوح الطائوسي، 15 الشيخ معمر بابا يوسف الهروي، 16 الشيخ محمد بن
شاد بخت الفارسيني الفرغاني،17 الشيخ احمد الابدال بسمر قند ابي
لقمان يحي بن عمار بن مقبل بن شاهان الختلالي، 18الشيخ محمد بن
يوسف فربري، 19 الشيخ محمد بن اسماعيل قال حدثنا المڪي بن
ابراهيم قال حدثنا يزيد بن ابي عبيد عن سلمہ هو ابن الا ڪوع قال
سمعت النبي صہ بقول من يقل علي مالم اقل فليتبئو مقعده من النار
(صحيح البخاري ڪتاب العلم. باب اثم من ڪذب علي النبي صہ ج 1 ص
21 خلافت ۽ بيعت 1958ڌاري پاڻ ڪنهن ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ
خيرپور ويا ۽ مولانا حمادالله هالجوي سان بيعت جي ارادي سان اوڏانهن
ويڃڻ جو خيال ڪيائون جنهن جي مولانا عبدالحق رباني ڪين منع ڪئي تہ

جيڪڏهن آئون اوهان جي جاءِ تي هجان هان تہ ڪنهن بہ پير ڏانهن بيعت ڪرڻ نہ وڃان ها.

مولانا جي منع تي پاڻ مولانا سان گڏجي واپس ميرپور خاص ۽ ڳوٺ موٽي آيا ۽ وقت گذرندو ويو جنهن بعد پاڻ 90ع واري ڏهاڪي ۾ مولانا عبدالله ڀلوي جي خليفي حاجي حسين رح وٽ دست بيعت ٿيا جنهن محفل ۾ مي حقير بہ شامل هو، حاجي صاحب جي اچڻ کان پهرين سوره بقره جو ترجمو پڙهي رهيو هو ۽ بابا درس بند ڪري چيو تہ آئون اوهان کي ذڪر وٺڻ جو عرض ٿو ڪريان جنهن تي حاجي صاحب والد کي لطيفن جي جاري هجڻ جي بشارت ڏيندي سڀني لطيفن ۽ سندس طريقن جي اجازت ڏني، حاجي صاحب جي جماعت ۽ ساڻن سلسلو هلندو رهيو ليڪن حاجي صاحب جي عالم نہ هجڻ جي ڪري پوءِ پاڻ مولانا محمد حسن سان شاهپورچا ڪرواري وٽ وڃي دست بيعت ٿيا، اهو سلسلو آخري دم تائين جاري رهيو پنهنجي رب جي عطا ڪيل خداداد صلاحيتن کي خلوص ۽ سچائي ۽ بي لوث خدمت ۽ عوام جي خدمت ۾ صرف ڪندا رهيا. طالب علمي جي فراغت ڪانپوءِ ذميدارانہ زندگي شروع ٿيندي ئي جيڪو غالبا 54ع ختم ٿيندي کان پهرين آڪٽوبر 2016ع تائين جيڪو 28 ذولحج 1437ھ ڇنڇر جي ڏينهن جيڪا ظهر نماز پاڻ 2.00 تي جماعت ڪرائيندا هئا ،ان کان 10 يا 15 منٽ پهرين وڃي مالڪ حقيقي سان مليا ۽ فجر نمازپاڻ ادا ڪئي اٿن. سندن ڪيل خدمتون يقينن قبول پيون جو ڪابہ اهڙي اک نہ هئي جا نہ وسي هجي خواه امير هجي يا غريب واپاري هجي يا هاري مسلم يا غير مسلم سواءِ ڪنهن اوچ نيچ ۽ طبقي جي هر هڪ اهو چئي رهيو هو تہ مولانا اسانجو هو ۽ اسان صبح سويري جنازه گاهہ کان ويندي سمورن انتظامن لاءِ اٿياسين تہ هر ڪم کي مڪمل لڏوسين، اڄ ڏينهن تائين خبر نہ پئجي سگهي آهي

اهي انتظام ڪنهن ڪيا ٻنا فرق جي سڀ ماڻهو صفن ۾ بيٺا رهيا، ان شخصيت لاءِ جنهن انسانيت کي حقيقي حياتي بخشي ۽ پاڻ لاءِ پير جملو سمجهندڙ شخص الوداع چوڻ لاءِ ڀانڊيون ڪري سندن لاءِ روئي رهيا آهن، گويا ڪ ڪائنات جو قريب تر عزيز ڇڏي ويو هجي ٻنا ڪنهن وڏاءِ جي ت انهن جي ڪيفيت کي ڏسي پنهنجو درد وسري ويا، سڀ شهري رضاڪاران طور مڪمل شهر بند ڪري سندس جنازي ۾ شرڪت کي پنهنجي لاءِ اعزاز سمجهي رهيا هئا. الائي ڪهڙي ڳاله هئي جو ڪراچي، بدين ۽ سکر مطلب سنڌ پوري پر بلوچستان ۽ پنجاب مان ماڻهو سندس جنازي تي پهچي ويا. پاڻ پنهنجي رب جي عطا ڪيل حليم طبيعت فهم وفراست ۽ تدبر سان وسيع حلق احباب ڇڏيائون جنهن جي ڪري الله تعالي جي مهرباني سان ڪنهن پل ب پاڻ کي اڪيلو محسوس نٿا ڪريون. الله تعالي سندس دوستن کي جزاء خير ڏي جيڪي پڏري شفقت جي ڪمي محسوس ڪرڻ نٿا ڏين .

پاڻ رح پنهنجي ڪيل جان افشان محنت ۽ جهد مسلسل سان پنهنجي خاندان ۾ ڪيئي عالم ۽ حافظ ڇڏي ويا آهن جيڪي سندس ڇڏيل ڪم کي ايئن ڪڻيو بيٺا آهن جيئن پاڻ رح سندن تربيت ڪئي.سلسل حديث وتصوف ۽ مدارس ۽ مساجد وفتوا نويسي ۽ فيصلا وغيره يعني سمورا معاملات سندس پٺ پوئتا ۽ ڏوهتا سر انجام ڏئي رهيا آهن. جيئن پاڻ ڇڏي ويا، رب تعاليٰ کان اها دعا آهي ت ان بي لوث خدمت تي استقامت سندس بارگاه ۾ قبوليت بخشي جيڪو اسان جو حقيقي مقصد آهي.

## مولانا عبدالقادر زوڙ جمالي

جانشين حضرت مولانا عبدالرحمٰن جمالي

# زيب النساء بيگم

هيءَ شهزادي، هندستان جي مشهور شهنشاهه اورنگزيب عالمگير جي ڌيءَ هئي، جو شاهجهان جو پٽ، جهانگير جو پوٽو، ۽ اڪبر بادشاهه جو پڙ پوٽو هو. زيب النساء کي چار ڀيون ننڍيون ڀيڻين به هيون ـ جن جا نالا زينت النساء بيگم، بدرالنساء بيگم، مهر النساء بيگم، ۽ بادشاهه بيگم هئ ـ ۽ پنج ڀاءُ هيس. هوءَ ڏهين تاريخ شوال سنه 1048هه ( 1639ع) جي ڄائي، ۽ بادشاهه جي پياريءَ ڀيڻ روشن آرا بيگم جي نظر هيٺ رکي ويئي، شاهي دستور موجب، هوءَ هڪڙيءَ دائيءَ جي حوالي ڪئي ويئي، جا هن کي پهرين کير پياريندي هئي، ۽ پوءِ پڙهائيندي هئي. انهيءَ جو نالو "ميا بائي" هو، جا ڏاڍي نيڪ ۽ ديندار عورت هئي. چئن ورهين جي ڄمار ۾ مُلا "جِيوَن، شاهي خاندان جي اُستاد، هن کي قرآن پڙهايو، ۽ اٺن ورهين جي عمر ۾ هوءَ قرآن شريف جي حافظ ٿي. انهيءَ خوشيءَ ۾ پٽس ٽيهه هزار اشرفيون صدقي ڪيون ۽ هڪڙو وڏو جشن ڪيائين، خود زيب النساء بيگم کي به ٽيهه هزار اشرفيون انعام ڏنائين. پوءِ هوءَ ملا "سعيد اشرف" وٽ فارسي، عربي ۽ فقه وغيره پڙهي، اُهو خود عالمگير جو به استاد هو، ۽ نامور مصنف هو. هوءَ، مشقون پچائي، ڏاڍي خوشنويس به ٿي. انهيءَ وقت ۾ هن شهزاديءَ کي شعر پڙهڻ ۽ شعر چوڻ جو شوق پيدا ٿيو. انهيءَ زماني ۾ ناصر علي "هندي" مشهور شاعر هو، جو سرهند جي ناظم نواب ذوالفقار خان وٽ رهندو هو، ۽ مرزا محمد علي "صائب" پيو مشهور شاعر به ايران کان آيل هو ٽيون "برهمن" نالي شاعر به نواب وٽ هو. اهي سڀ اچي بادشاهه عالمگير وٽ گڏ ٿيا ۽ انهن سان زيب النساء طبع آزمائي ۽ شعر بازي ڪرڻ لڳي.

"غني" ڪشميري، "عاقل" لاهوري، ۽ "بهروز" شاعر بہ انهيءَ وقت موجود هئا، ۽ نعمت خان "عالي" بہ انهيءَ وقت جو مشهور شاعر ۽ عالم هو.

ڊاڪٽر "برنيز" صاحب اورنگزيب جي ڏينهن ۾ هندستان جو سفر ڪيو هو، تنهن پنهنجي سفر نامي ۾ زيب النساء جو مفصل بيان ڏنو آهي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي تہ هوءَ خوبصورت هوندي هئي، ليڪن ڪپڙا سفيد ۽ سادا پهريندي هئي. انهيءَ وقت ۾ ڪي زالون هندو نموني جا ڪپڙا پهريندڙيون هيون ۽ ڪي ايراني نموني جا: زيب النساء ايراني وضع جا ڪپڙا پهريندي هئي، ۽ زيور بہ تمام ٿورا پهريندي هئي. پيءُ وانگي، مذهب ۾ سُني هئي، ۽ اوليائن ۽ دين جي بزرگن جو گهڻو ادب رکندي هئي. پيءُ جي تخت نشينيءَ کان اڳي، امامن جي ماتمداري ۽ تعزيہ داريءَ جون مجلسون بہ ڪندي هئي. جيئن هڪڙي بيت ۾ چوي ٿي تہ:

**دوستي با دشمنِ آل پيمبر چون ڪنم،**
**من ڪہ لافِ دوستي با آلِ حيدر ميڪنم.**

هوءَ طبعيت ۾ رحم واري، بردبار ۽ چڱي اخلاق واري هئي. هميشہ خوش مزاج ۽ کلڻي هوندي هئي. سندس مهرباني ڏسي، شاعر تہ ساڻس گستاخي بہ ڪندا هئا، جي ڪيس برقعي سان باغ ۾ سير ڪندي يا پين هنڌن تي ڏسندا هئا، ۽ ڳالهائيندا بہ هئا.

زيب النساء کي آزادي ايتريقدر پسند هئي، جو هن شاديءَ جو اصل خيال ڪونہ ڪيو. بلڪ دنيا ئي عيش عشرت ۽ نفساني لذتن کان نفرت ڪندي هئي. ڪي چون ٿا تہ سندس پيءُ بادشاهہ، دارا شڪوه جي پٽ سان سندس مڱڻو ڪيو هو، پر جڏهن انهيءَ کي بادشاهہ مارائي ڇڏيو، تڏهن زيب النساء ڏک کان شاديءَ جو خيال لاهي ڇڏيو.

ڪن تہ هيئن بہ لکيو آهي. جيتوڻيڪ اهو اعتبار جي لائق نہ آهي - تہ بادشاهہ جي وزير جو پٽ عاقل خان زيب النساء تي عاشق هو، ۽ زيب النساء جي بہ ساڻس محبت هئي. هو لاهور جو ناظم هو. جڏهن بادشاهہ بيماريءَ سبب، سنہ 1071هہ (1660ع) ۾، هوا بدلائڻ لاءِ لاهور ويو، تڏهن هنن ٻنهي هڪٻئي کي ڏٺو، ۽ پسند ڪيو. موٽي دهليءَ وڃڻ کانپوءِ، زيب النساء پيءُ کان بہ هن سان شادي ڪرڻ جي رخصت گهري، ۽ انهيءَ ڪم لاءِ بادشاهہ عاقل خان کي دهليءَ ۾ گهرايو، پر ڪن حاسدن عاقل خان کي شڪ وڌو تہ توکي بادشاهہ مارائڻ لاءِ گهرايو آهي، تنهن عذر ڪري جواب لکيو تہ، شاديءَ کان تہ مون کي معافي ملي، پر نوڪري بہ ڇڏيان ٿو. انهيءَ طرح، ڊپ ۾ نوڪري ڇڏي. هو لکي دهليءَ آيو، جتي لڪ ڇپ ۾ زيب النساء سان ملاقات پيو ڪندو هو. جڏهن بادشاهہ کي ڪن دشمنن انهيءَ جي خبر ڏنائي. تڏهن بادشاهہ جاسوس رکي هڪڙي ڏينهن باغ ۾ اچي نڪتو. هو ٻيئي باغ ۾ هئا. عاقل خان، ڊپ کان هڪڙي ديگ ۾ ڍڪ هيٺ لکي ويهي رهيو. جڏهن بادشاهہ کي انهي جي خبر پيئي، تڏهن ديگ جي هيٺان باهہ ٻارايائين ۽ انهيءَ طرح هن کي جلائي مارايائين. مگر هن بلڪل ڪڇيو ئي ڪين، ۽ سڙي مري ويو.

انهي کانپوءِ بادشاهہ زيب النساء کي سليم ڳڙهہ جي قلعي ۾ قيد ڪيو، پر نيٺ پوءِ هن کي آزاد ڪيائين. باقي عمر هن اڪيلائيءَ ۽ گوشي گيريءَ ۾ گذاري، جتي شاعريءَ جي شغل ۾ رهي، ۽ قسمت جي شڪايت شعر ۾ ڪندي رهي. نيٺ، سنہ 1100هہ (1688ع) ۾، اٺن ڏينهن جي تپ جي بيماريءَ کان پوءِ، هوءَ مري ويئي. سندس وصيت موجب، سندس لاش، پٽس جي اجازت سان لاهور ۾ نئين جوڙايل ڪوٽ ۽ باغ ۾ دفن ڪيو ويو. سندس وفات جي تاريخ وارو بيت هي آهي:

سال تاريخ از خرد جستم،
گفت هاتف ڪہ "ماہ مخفي شد،

پنهنجو مقبرو هن پنهنجي جيئري ئي نمرائي
چڏيو هو، تنهن ۾ هوءَ رکي ويئي، اُهو مقبرو تمام سهڻو سنگ مرمر جو هو،
۽ سونا ڪلس هئس، مگر ڪجھہ سکن جي راڄ ۾ ۽ ڪجھہ انهيءَ ڪانپوءِ،
اُهو ڀڃي ڀُري ويو آهي، ۽ هاڻ مٿانئس ريل جو رستو جاري آهي. ڪن
جو چوڻ آهي تہ هوءَ دهليءَ جي "زينت المساجد" ۾ دفن آهي، پر
حقيقت ڪري اتي سندس ڀيڻ "زينت النساء" رکيل آهي.

مغلن جي وقت ۾، حڪومت جي ڪم ۾ اڪثر
بيگمون گهڻو حصو وٺنديون هيون. جيئن جهانگير جي ڏينهن ۾ ورتو ويو
- ۽ شاهجهان جي ڏينهن ۾ پهرين ممتاز محل ورتو. ۽ پوءِ سندس ڌيءَ
جهان آرا بيگم ورتو، انهيءَ طرح، عالمگير جي حڪومت ۾ بہ پهرين
سندس ڀيڻ روشن آرا بيگم، جا زيب النساء جي ماءُ هئي، تنهن حصو
ورتو. جيڪا خانہ جنگي ڀائن جي وچ ۾ پئي هلي، تنهن ۾ هوءَ عالمگير
جي مددگار هئي، ۽ قلعي جون سڀ خبرون عالمگير کي پهچائيندي
هئي، جنهن ڪري عالمگير سندس احسان مند هوندو هو، ۽ ساڻس ڏاڍي
محبت رکندو هو، سڀ حڪم احڪام انهيءَ جي راءِ تي منحصر هوندا
هئا. پر، جڏهن زيب النساء جوان ٿي، ۽ سندس روشن دماغي ظاهر ٿي،
تڏهن بادشاہ جي ساڻس زياده محبت ٿيڻ لڳي. سنہ 1057ھہ (
1664ع) ۾ جڏهن عالمگير تمام بيمار ۽ بيهوش ٿي پيو، تڏهن روشن آرا
ڪنهن کي بہ هن وٽ اندر وڃڻ نٿي ڏنو، ۽ چوڌاري زالن جو پهرو بيهاري
ڇڏيو. سندس ارادو هو تہ جي عالمگير وفات ڪري، تہ سندس جاءِ تي
ان جو وڏو پٽ شاہ عالم نہ ويهي، پر سندس ننڍو ڀاءُ اعظم شاہ ويهي،

جنهن ڪري انهيءَ جي وڏي هئڻ تائين بادشاهي خود سندس هٿ ۾
رهي، تنهن ڪري هوءَ شاهي مهر هٿ ڪري، اعظم شاهه جي نالي سان
فرمان ڪڍڻ لڳي. نه ٻاهر نه اندر، محل سراءِ ۾ ڪنهن کي خبر هئي ته
بادشاهه جيئرو آهي يا مري ويو. نيٺ، بادشاهه جي هندو راڻي، ٻهرين
وارين زالن کي رشوت ڏيئي، بادشاهه وٽ آئي، جو بيهوش پيو هو. روشن
آرا کي خبر پيئي، تنهن راڻيءَ کي منهن تي ڏاڍي چماٽ هڻئي. بادشاهه
جي انهيءَ راڻي سان ڏاڍي محبت هئي. _ ايتري قدر، جو مذهبي خيال
وساري ٻه، محل سراءِ ۾ انهيءَ راڻيءَ کي بت پرستي ڪرڻ پيو ڏيندو
هو. انهيءَ راڻيءَ شاهه عالم کي حوال ڏنو، تنهن روشن آرا جي ڪم ۾
گهٽي روڪ ڪئي. فساد اٿڻ جو گهڻو امڪان هو، پر اوچتو بادشاهه
عالمگير بهتر ٿيو، بادشاهه روشن آرا کان رنج ٿيو، ۽ راڻيءَ کي وڏو انعام
ڏنائين ۽ هڪڙو خطاب عطا ڪيائين. بس، روشن آرا جو زوال ٿيو، ته
زيب النساء جو عروج ٿيو. تنهن کان پوءِ بادشاهه سندس راءِ تي هلندو
هو. هن جو علم ۽ عقل، فضيلت ۽ دانشمندي، هر طرح ظاهر ڏسڻ ۾ آيا.
انهيءَ وقت سندس عمر پنجويهن ورهين جي هئي. بادشاهه اڃا پوري
شفايابي نه لڌي هئي، زيب النساء ڪشمير ۾ هلي هوا بدلائڻ جي صلاح
ڏنيس، ليڪن گرميءَ جي موسم هئي ۽ پٽس شاهجهان جي جيئري هئڻ
ڪري هن کي وڃڻ پسند نه آيو، ته متان فساد شروع ٿئي. بادشاهه جو
ارادو هو ته، پيءُ ۽ ڀائرن ۽ ڀائٽين وانگي، پيءُ کي به مارائي. انهيءَ بابت هن
زيب النساء سان مشورت ڪئي. هن ڏاڍي وزير سان اهڙي پاپ جهڙي
ڪم جي برخلاف راءِ ڏني، ۽ سمجهايائينس ته "ڏاڏو 75 ورهيه عمر جو
پير مرد آهي، اوهين ٿورو صبر ڪريو، هو ڪو گهڻا ورهيه وڌيڪ نه
جيئندو، اهڙي حالت ۾ اهڙي وڏي گناهه ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو، ۽ ملڪ

۾ پڻ بدنامي ٿيندي". نيٺ، سگهوئي، شاهجهان مري ويو. تنهن کانپوءِ زيب النساء وري به ڪشمير جي سفر جي رٿ پيش ڪئي، ۽ عالمگير راضي ٿيو، ۽ 6 ڊسمبر جي بادشاهه دهليءَ مان روانو ٿيو. برنيز صاحب لکي ٿو، ته انهيءَ وقت بادشاهه سان پنجتيهه هزار سوار ۽ ڏهه هزار پيادا همراهه هئا، ۽ ستر توبون هيون، زيب النساء هڪڙي خوبصورت هاٿيءَ تي چڙهيل هئي، جنهن جو هودو سون جو جڙيل هو، ۽ منجهس تمام قيمتي جواهر لڳل هئا، هاٿيءَ جي آساپس خواجه سرا، يعني ناظر ۽ قلمانيون، يعني زالن جو لشڪر پئي هليو، انهيءَ جي پٺيان ٻين بيگمن جا هاٿي هئا، انهيءَ سفر ۾ زيب النساء ڏاڍي سخاوت ۽ دريا دلي ڏيکاري.

جيتوڻيڪ زيب النساء ڏاڍي صرفي واري هئي، ته به هن گهڻائي فياضيءَ جا ڪم ڪيا. کيس فقط چئن لکن جي ساليانی جاگير مليل هئي، جنهن جي پيدائش جو گهڻو ڀاڱو علمي شوق جي پوري ڪرڻ ۾ خرچ ٿي ويندو هوس. هن تمام عمدو ۽ وڏو ڪتب خانو گڏ ڪيو هو، ۽ وڏا وڏا فاضل، عالم ۽ مصنف وٽس گڏ ٿيندا هئا. جيڪي بچندو هوس، تنهن مان هر سال سوَن ماڻهن کي پئسا ڏيئي حج موڪليندي هئي، ۽ رنن زالن ۽ يتيمن جي پرورش ڪندي هئي. لاهور جو برجن وارو مشهور باغ به هن پنهنجي خرچ سان جوڙايو، جو هن پوءِ پنهنجي دائيءَ "ميا ٻائي" کي انعام ۾ ڏيئي ڇڏيو، انهيءَ جا نشان اجا پيا ڏسجن. زيب النساء ڏاڍي علم دوست هئي، ۽ شاعرن ۽ مصنفن کي ڏاڍا انعام اڪرام ڏيندي هئي. خوشنويس ڪاتب وٽس نوڪر هئا ۽ ڪتاب نقل ڪندا هئا. ملا شفيع الدين، عنايت احمد ڪشميريءَ قرآن شريف جو تفسير سندس نالي لکيو، جنهن جو نالو "زيب التفاسير" آهي. هوءَ

شعر چوڻ ۾ ڏاڍي هوشيار هئي، هڪڙو فارسي ديوان اٿس، جو تمام پسنديءَ جهڙو آهي. سندس تخلص "مخفي" آهي. جيتوڻيڪ ڪن جو چوڻ آهي تہ اهو سندس نہ آهي، ٻئي شاعر جو آهي. زيب النساء گهڻا بيت تہ في البديهہ، خيال ڪانسواءِ، چئي ويندي هئي. جيئن تہ هڪڙي ڀيري هڪڙيءَ نوڪرياڻيءَ اتفاق سان هڪڙي چين جي قيمتي آرسي ڀڃي وڌي، ڏڪندي ڏڪندي شهزاديءَ کي چيائين:

**از قضا آئينہ چيني شڪست!**

شهزادي ڪلي چيو تہ:

**خوب شد، اسبابِ خود بيني شڪست!**

("خود بينيءَ" جي معنيٰ هٺ ۽ وڏائي بہ آهي، ۽ پنهنجو منهن ڏسڻ بہ آهي.)

هيٺيان بيت، نموني لاءِ سندس ديوان مان ڏجن ٿا:

**بلبل از گل بگذرد گر در چمن بيند مرا،**
**بُت پرستي کي کند گر برهمن بيند مرا!**
**در سخن پنهان شدم مانند بو در برگِ گل،**
**هر کہ ديدن ميل دارد، در سخن بيند مرا!**

(يعني، بلبل جي مون کي باغ ۾ ڪٿي ڏسي، تہ جيڪر گل کي ڇڏي ڏئي، ۽ جي ڪو برهمڻ ڪٿي ڏسي، تہ بت جي پوڄا ڇڏي ڏئي! جيئن خوشبو، گل جي پن ۾ لڪل رهي ٿي، تيئن آءٌ پنهنجي شعر ۾ لڪل آهيان، جنهن کي مون کي ڏسڻو هجي، سو مون کي منهنجي شعر ۾ ڏسي.)

**دولتي خواهي کہ باشد پائدار و برقرار،**
**نيست اين دولت ميسر غيرِ گنجِ خلوتي.**

(يعني، جيكڏهن اهڙي دولت گهرين جا هميشہ جتاءِ ڪري، تہ
اُها گوشي نشينيءَ کان سواءِ نہ ملندي.)

هڪڙي غزل ۾ پنهنجي نسبت ۾ هيئن چيو اٿس:

**گرچه من ليليٰ اساسم، دل چو مجنون در نواست،**
**سر بصحرا ميزنم، ليکن حيا زنجير پاست.**
**بلبل از شاگرديم شد همنشينِ گل بباغ،**
**در محبت کا ملم، پروانه هم شاگردِ ماست.**
**دختر شاهم و ليکن رو بفقر آورده ام،**
**زيب و زينت بس همينم نامِ من "زيب النساء" ست.**

- شمس العلماء مرزا قليچ بيگ

## سمبارا پبليڪيشن حيدرآباد جا نوان موجود ڪتاب:

| ڪتاب | صنف | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| سنڌ جي مزاحمتي شاعري | (شاعري) | پاويل جوڻيجو | 300/- |
| اوڻويهه عالمي ڪهاڻيون | (عالمي ڪهاڻيون) | عبدالخالق سنديلو | 150/- |
| ڪوهيڙي جي ڇُمي | (شاعري) | ماڻڪ ملاح | 150/- |
| چانڊوڻيءَ معان چنڊ | (شاعري) | علي نواز ڏاهري | 250/- |
| آس جا گل ڪپاس تي | (شاعري) | ملهار سنڌي | 200/- |
| عشق اياڻو | (شاعري) | جاويد جوکيو | 100/- |
| تیری یاد | (اردو شاعري) | ساون وگهيو | 150/- |
| جاڳ ازل جي | (شاعري) | جاويد سوز هالائي | 200/- |
| مرڳهه اجارا نيڻ | (شاعري) | شاهد حميد | 250/- |
| سمبارا | (شاعري) | ساجد سنڌي | 200/- |
| پارسائي جون حدون | (شاعري) | امداد سولنگي | 250/- |
| اوسيئڙو ۽ آس | (شاعري) | جبار تاثير سومرو | 250/- |
| دمِ ديدار مي رقصم | (شاعري) | حفي الحفيظ "الحفن" | 300/- |
| شڪارپور تاريخ جي آئيني ۾ | (تحقيق) | حسيب ناياب منگي | 300/- |
| حُسن سرڪار | (شاعري) | صوفي حقداد "نوشاد" ڀلڪاٽي | 400/- |
| گيت منهنجا غزل | (شاعري) | بحر الدين بحر شنباڻي | 130/- |
| ڪنول ٻڪ ۾ چنڊ | (شاعري) | مير محمد پيرزادو | 300/- |
| اندر ڪارو ڪانءُ | (ڪهاڻيون) | جبار آزاد منگي | 250/- |
| پوترتا-ڀڃتاءِ | (ڪهاڻيون) | تسليم سحر | 200/- |
| درد جو آڪاس | (شاعري) | مخمور رضا | 200/- |
| واڪا ڪري مون وس | (ڪالم ۽ ڪهاڻيون) | حاڪم علي ڪٺوهر | 150/- |
| يادون نيل ڪنول | (شاعري) | شاد جلباڻي | 200/- |
| ڪنبو آدم جو مختصر جائزو | (تاريخ) | عاشق حسين ميمڻ | 100/- |
| ڪير تو مون کي سڏي | (شاعري) | بشير منگي | 300/- |
| گمنام صدائون | (شاعري) | حافظ ٻجاراڻي | 300/- |
| خوابن جي پنڌ ۾ | (شاعري) | وشال امير | 200/- |
| ڊسٽ بن ۾ اڇلايل ڪهاڻي | (ڪهاڻيون) | حسيب ڪانيهو | 200/- |
| سمنڊ ڪنارن جي ٻولي | (شاعري) | اويس پنهور | 200/- |

نوٽ: ڪي به 5 ڪتاب گهرائڻ واري سان اڌ ملهه جي رعايت ڪئي ويندي.


گهرائڻ لاءِ لکو: ساجد سنڌي

Cell: 03003513966

اچانڪ حضرت مولانا عبدالرحمٰن جمالي صاحب جي وفات جي خبر ٻڌي تمام ڏاڍو صدمو پهتو، ڪل نفس ذائقہ جي ياد اچي وئي، رجال نہ رهندا آهن پر يادون، نظريو، فڪر ۽ ڪارنامہ ياد ضرور رهندا آهن. حضرت مولانا عبدالرحمٰن جمالي رحمہ الله عليہ جون ديني خدمتون وسارڻ جهڙيون نہ آهن، الله تعالي ڪان دعا آهي تہ مولانا جي مشن تي اهل خانہ کي هلڻ جي توفيق عطا فرماءِ. (آمين)

**مولانا عبدالقيوم هاليجوي**
**نائب امير جميعت علماءِ اسلام سنڌ**

حضرت مولانا عبدالرحمٰن صاحب هڪ تمام وڏي شخصيت هئا انهن جو منهنجي شهيد والد حضرت علامہ ڊاڪٽر خالد محمود سومرو رح سان هڪ خاص ۽ گهرو تعلق هو ۽ حضرت والد شهيد رح ڪان پوءِ حضرت مولانا عبدالرحمٰن صاحب رح منهنجي لاءِ ائين دعائون ڪندا هئا جئين والد اولاد لاءِ، ڪافي بار دعائن جا پيغام پڻ موڪليائون. مولانا مرحوم جون علمي، سياسي ۽ علاقائي خدمتون ڪنهن ڪان بہ مخفي نہ آهن، مسلمان تہ پنهنجي جاءِ تي غير مسلم بہ مولانا مرحوم ڪان تمام گهڻو متاثر هئا، اهو مولانا مرحوم جو ساڻن اخلاق سان پيش اچڻ جو مظهر هو، مولانا مرحوم جي وڇوڙي سان منهنجي جماعت جميعت علماءِ اسلام بہ هڪ عظيم انسان ڪان محروم ٿي وئي آهي.

**مولانا راشد خالد محمود سومرو**
**ناظم عمومي جميعت علماءِ سنڌ**